SARANG

"TIRSHA" Series

By:

**TIRTH BASANT**

II-M-4 ,Lajpat Nagar 2,

NEW DELHI 24.

Price Rs. 12 00) (1979

Printed by Shri Jethanand B. Lalwani, at Bharat Jivan Printing Press, Shop No. I, Block II, Navjivan co-op, Housing Society, Lamington Road, Bombay:8. Phone 375993 & Published by Tirth Basant, II-M-4, Lajpat Nagar 2. New Delhi 24,




ميلواڻي ڪتب

(ميسرس هيرانند سنس)

ارپن ٿا

هي ساهتيڪ گرنٿ

سڀني سڄڻن هي

خوش حال ۽ خوش خيال

زندگيءَ خاطر

Address:

**D. & H. Secheron Elctrodes Pvt. Ltd.**

Merchant Chamber,

41, Sir V. Thakersey Road,

Bombay 400020.

# فهرست



شريمتي چندن ٻائي هيرانند ميلواڈي

# جواهر جوت سدا جلي

نهروءَ بنا دهلي ويڳاڻي آهي، ديس ويڳاڻو آهي، بلڪ سموري دنيا ويڳاڻي آهي، مگر دهلي سڀ کان وڌ آهي ويڳاڻي-ويڳاڻي. دهلي ديس جي دل آهي ۽ جواهر اُنهيءَ دل جي ڌڙڪ هو. ڪيڏي نه اُنهيءَ دل ۾ تڙپ هئي! هڪوار ڪو اها اُلجهن اکئين ڏسي ها ته بي اختيار نيڻن مان زار زار لڙڪ وهي نڪرنس ها. سالم سڄو بالغ اِنسان جي اکين مان لڙڪ لڙن، سا اهڙي ويڌن آهي جا ڀم ديوتا جو سنگهاسن به هڪوار لوڏي وجهي. ليڪن هنتي گذريل بارهين اندر اجائي بار بار اکين مان اينترو نير ٽميو آهي، جو هوند گنگا جمنا جا بند ٽوڙي ڇڏي. هائو، هتي نر نار، ننڍي وڏي اچانڪ پنهنجي اکين مان لڙڪ لڙندا ڏٺا آهن، ۽ اڄهل اُمنگ جي اُڇل سبب ٻارن جيان روئي ڏنو آهي.

تين مورتي مارڳ تي آڳاٽي ڪمانڊر-اِن-چيف جو محل اَڏول بيٺو آهي. گذريل سترهن سال جواهر انهيءَ گهر اندر گهاريو. ٻاهرئين در وٽ تين مورتيءَ جا سولجر جن ۾ هڪ سنڌي پلٽڻ جو سپاهي به آهي- ڪڙا تڙا بيٺا آهن، ۽ سنتري پهرو بيٺو ڏي. محلات جي باغ

۽ گلاب، موتيو، ڪوئين وليءَ ٽڙيا بيٺا آهن ۽ وٽن مان ڇين ڇين پيئي ٻڌجي. هال ۾ سهڻو نيلو قالين پيو آهي، سوفا رکيا آهن، ڀتين تي چترڪارن جا شاهڪار، شيلف تي ڪتاب ۽ انهن لاڳيتو ڪي فوٽا ۽ ديسي وديسي سوغاتون رکيون آهن. جواهر جو ڏڙ پتلو (Bust) ۽ ٽارچ سميت جنهن جو تمن ڪڙو آهي ۽ ميز تي سندس فوٽي جي فريم ۾ ڪنهن گل انڪائي چڏيو آهي، چاڪاڻ ته ڏينهن ۾ ٻه دفعا هو تازو گلاب ڪرسي تي پائيندو هو. سيڪي جنهن اڳ هو تمن هيمٿ ۾ آهي. بلڪ سندس ڪتا - پيپي، پتلي، مٺو - جي نيرن ويل پر ۾ بيهي اٺ لڙ ڪندا هٿس سي ٻه در وٽ وينا آهن. انهيءَ سموري ٺاٺ باٺ هوندي ٻه محسوس ٿو ڪجي ته هال مان هوا نڪري ويئي آهي، ۽ خال سبب دم گهٽجڻ لڳي ٿو ۽ نرگهٽ ۾ ڳوڙهو چڙهي ٿو اچي. پر واري ڪمري اندر سندس بسترو هوندو هو، جو فرنيچر سميت ڪيڏي ڇڏيو اٿن. هيمٿو اڃي رڳو اڪر جو ڏيئو ٽمر ٽمر ٿو ڪري. لاشڪ اها جوت ٻه جوت ۾ سمائجي ويندي ۽ پوءِ ”اڪ جن جاوي؛ دوجا آوي - ڦر پيي جوت جلي! ڦر پيي جوت جلي!“

...... رهندي اها اڌرشت امر جوت جا جڳان جڳ جيئندي ۽ جلندي لوڪن جي هردي اندر، ۽ ياد ڏياريندي ته ڪنهن سمي هن ديس ۾ ڪو اهڙو انسان

ہ تي گذريو جنھن انسان ذات کي پيار تي ڪيو ۽ جنھن کي مانو جاتيءَ پنھنجو پراڻ تي سمجھو. ھائو، باغ ۾ ھميشہ ہ گل ٽڙن ٿا، پڪي لعون ٿا، بلڪ سندس تصوير جي فريم ۾ ہ تازو گلاب آھي. مگر... ڇا ڇئجي؟ سدا سرھو گلاب مرجھائجي ويو آھي، باقي رھيو آھي رڳو ھڳاءُ، ۽ ڪھڙو نہ چٽ چور آھي اھو ھڳاءُ.

ھن اشانت جڳت ۾ جواھر جوھر دو ڪڏاچت شانت نہ ٿيو. پراچين رشين ”شانتي، شانتي، شانتي“ جو منتر اُچاريو. مگر ھن ورتمان يگ جي يوگيءَ جي دل ۾ اُشانتيءَ جي ڌمال پي وڳي ۽ ھن ڪڏھن ہ شانتي شانتي نہ چاھي. سندس ميز تي رابرٽ فراسٽ جي ڪوتا جون چند سٽون يادداشت طور رکيل ھونديون ھيون، جنجي مراد ھئي - وقت ٿورو ڪم گھڻو آھي، جھاڳہ لتاڙڻا اٿم. ('And I have miles to go') اھڙو منش شانتيءَ جو شبد ڪيئن اُچاريندو؟ ھو تہ راس جو ٻي بجي ئي ليٽندو ھو ۽ اُنيڪ بار ٻن پھرن جي جي روٽي ہ نصيب نہ ٿيندي ھيس. ١٩٦٠ ۾ جڏھن ساھتيہ اڪادميءَ جي جلسي ۾ شريڪ ٿيو تہ صبح جو رسمي تقريرن ۾ شرڪت پڄاڻا ٽڪرو ٽڪرو ٻاھر نڪري ويو. اُتي ٻن پھرن جي مانيءَ جو پربند ڪيو ھئائون جا نہ کاڌائين. وري ڇئين لڳي چانھ ويل اچي سھڙيو ۽ ٻڪ سبب پڪوڙو نڪوڙو ويو ڇپيندو. ھن کي

سدائين ڪم جي لڳن لڳه هئي، ڇاڪاڻ ته سندس
هرد و آشانت هو. انهيءَ آشانتيءَ جو مول ڪارڻ هئي
هڪ ۽ بيروزگاري، جا هن جهوني پراڻي ديش جي
بدبخت پرجا کي صدين کان پيڙي رهي آهي. هن اها
عاجزي ۽ پريشاني ماتائن ۽ بالڪن، جوانن ۽ ٻڍن جي
جهريل جسم ۽ نماڻن نيڻن ۾ ڏٺي، ۽ انکي دور ڪرڻ
لاءِ تن تي اهڙي ٿونس چڙهيس ۽ دل گائون مائون ٿيس
جو جيون جو هڪ پل به شانت چت رهي نه سگهيو.
جواهر گياني هو، ليڪن گيانيءَ سان گڏ ڀاوڪ پڻ
هو. ٿورائي ڪي هوندا جن هن جيترا ڀانت جي
وشين تي پستڪ پڙهيا هوندا. هن پنهنجي دماغ کي
دنيا جي علم سان تر ڪرڻ ٿي چاهيو. جنهنڪري
ڪو اهڙو ڪارائتو گرنٿ نه هو، جنهنجا هن ورق نه
ورايا هجن. سندس علم ٿورڙو ۽ سطحي نه هو. نانا
پرڪار جي تجربن ۽ گهڻين وشين جي ڄاڻ سبب سندس
قلب ڪشادو هو، جنهن ۾ انيڪ قسم جا رنگ ترنگ
ڀاونائون ۽ ڪامنائون، ويچار ۽ خيال موجزن هئا.
ليڪن ايڏي گيان هوندي به ڀاوڪ من جي اُڇل گهڻي
ويندي هيس ۽ اُمنگ وچان درياءَ ۾ ٽپي ويندو هو.
ٻين جا من خسيس نمائن ۽ نيچ مرادن ۾ اٽڪيو پون
۽ ڪوڙيئڙي جيان ڄار اُڻندي اسولڪ جيون وٽرڻ
وڃايو ڇڏين ليڪن هنجي وجود ۾ رتي ماتر به

خسيسپڻو نہ هو. سندس درشتي دوُربين ۽ دل وشال هئي. اِنڪري هو نڪي ڪنهن مت متانتر، دين ڌرم، جاتي ۽ فرقہ جـي ويڇ ۾ اٽڪي پيو، نڪي پراچين سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جي هندوري ۾ لُڏنديءَ بہ پاڻ کـي سروَ جڳت جي ڪلچر ۽ اعليٰ علم کان وانجهي ڇڏيائين. هن سمجهو تہ علم ڪنهنجو خاص ورثو ناهي ۽ سموري اِنسان ذات ان مـان فيض حاصل ڪري سگهي ٿي. هنکي پنهنجي ماتر ڀوميءَ لاءِ اٿيئت پيار هو، ليڪن ساڳي وقت ڪل اِنسان ذات لاءِ بہ گهٽ پيار نہ هوس. منجهس اهڙي ٽيڏائي پئدا نہ ٿي هئي، جا پنهنجي قوم جي ڀلائي ٻين جي برائيءَ ۾ ٿي پسي. رواجي ريت هو ڪنهن پوٿي پستڪ، گرو مرشد، پوڄا پاٺ کي نہ مڃيندو هـو. بلڪ اُنهن ظاهري گهانگهن کان دور دور رهندو هو. تنهن هونديءَ بہ هو ڌرماتما هـو ڇاڪاڻ تہ سڄي سنسار کـي هڪ اُڻي هستيءَ جو شريرُ ٿي سمجهائين ۽ سڀني پراڻين کي جان جگر. اُن لاءِ هن سڀني ديسن جي ماڻهن سان مترتا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، سندن ساهتيہ ۽ اِتهاس جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو، سندن ڪلچر ۽ تهذيب جا انگ پـرائڻ چاهيا ۽ اُوکي سؤکي ساڻن هال ڀائي ٿيڻ جو يتن ڪيو. سندس اُنهيءَ ورتيءَ ۽ وهنوار هن ديس جو ڳاٽ اوچو ڪيو ۽ هي ديس اُٿاهڪ يگہ ۾ اَمن اَمان ۽ سهڪار

جو رکپال بڻجي پيو. هن جاٽوئي ته دنيا جو ماضي قاتل غلطين ۽ گمراهين سبب ولهر وروڌ ۽ خون خرابي ۽ سان لٿو پيو آهي. ماڻهو ماڻهوءَ تي ايڏو ظلم ڪيو آهي جو ڏرن ڍڪيو وڃي. انهيءَ هنسا جي هولناڪ چڪر مان قومن کي ڪيئن سهڪار ۽ سهانيوٽي جي راه تي ڪئن آڻجي، تنهن هنجي دل ۽ دماغ کي ڏونڌاريو. انڪري هن ڪمال صداقت سان دشمني ۽ جنگ جو قديم دؤر ختم ڪري، برادري ۽ سهڪار جي دنيا اڏڻ چاهي. شروع ۾ گهڻن سڄاڻن سندس مخالفت ڪئي، ڪن مٿس چٿرون ڪيون ته ڪن هوائي طوائي سمجهي ڪن الئار ڪري ڇڏيس. مگر زماني جي هوا بدليل ڏسي جيڪي سندس وروڌي هئا سي به ڪيس پنهنجو هتڪاري سمجهڻ لڳا. گذريل سترهن ورهين جو اتهاس قومن جي ذهنيت ۾ انهيءَ تبديل جي ساک پري ٿو، ۽ لاشڪ اهو اتهاس سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو.

جواهرلعل پاوڪ پرش به هو. هو ڏکڻ ڏسي نه سگهندو هو، جنهنڪري اُنکي دور ڪرڻ جو هٿ ڪندو هو. هن ديس ۾ هزارين ليندا جنجي هن ٽڙان وڙان سهايتا ڪئي. هو واقعي اهڙو حساس (Sensitive) ۽ سڄاڻ (Intuitive) هو جو ڪئي به ڪا واردات ڏسندو ته ٽڳون هارڻ کان روڪجي ويندس يا اڳيرو هلي موت ڪائيندو

يا گهر ڀيڄڻ پاڻا تحقيقات ڪري رسد پهچائيندو. سندس اها طبيعت هر جا ڏسبي هئي. ليڪن اڪيلو ماڻهو دنيا جا ڏک نورس ڪري نٿو سگهي. انڪري هن وگيان ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو سهارو ورتو. هن ڏٺو ته ٻين ملڪن جي به اڳ، هندستان جهڙي ئي درگتي هئي ۽ اُنکي ٽارڻ لاءِ هنن اهو ڪي سائنس ۽ هنر کي اپنايو هو. هن چاهيو ته هتي جا ماڻهو پڻ اهوئي مارگ اختيار ڪن. ان سبب ٿوريئي عرصي اندر اسانجي ديس ۾ ايترا ڪارخانا ۽ ليبارٽريون ٺهيون آهن، جو جيڪڏهن اها رفتار قائم رهي ۽ هم روڪ ۾ ڪامياب ٿياسين ته ڪجهه عرصي پاڻا دنيا جي ترقي يافته ديسن سان ڪلهو ملائي هلڻ جهڙا ٿينداسون. هن مفلسيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ هتي جي ريڍڪي ندين تي بند ٻڌايا، بجلي گهر ۽ فولاد جا ڪارخانا ٺاهيا ۽ کيتيءَ مان پيداش وڌائڻ لاءِ نوان طريقا رائج ڪيا. سندس خواهش هئي ته ڌن دولت ۽ اڻاڻ وچ ويڇو دور ڪجي. ان ڪري هن سرڪار طرفان يوجنائون چالو ڪيون ۽ سماجوادي سرشتي کي ئي هن ملڪ جي مشڪل مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ڪارگر سمجهو. هڪ صدين کان ڪريل مفلس، مريض، جاهل قوم کي آسودو ۽ طاقتور ڪرڻ لاءِ هن جيڪا جاکوڙ ڪئي تنهن لاءِ هي ديس سدائين سندس ٿورائتو رهندو.

جواهر زندهه دل ۽ روشن دماغ انسان هو، جنهن کري پراچين اتهاس جي اونهي ڄاڻ هوندي به سندس چت جو لڏبور اڳڻ نو آئينده ڏيو هونگار ڀيدو هو. ڄاتائين ٿي ته پراچين سمو ايڏي نه انوت ۽ ڪبياءُ، وحشگيري ۽ غلاظت سان ثقيل آهي، جو ماڻهوءَ کي شرم وچان ڪنڌ هيٺ ڪرڻ گهرجي. انسان ذات سڄاڻ هئي ها ته گذريل پنج لک ورهين جي جمار ۾ پرٿويءَ کي ديوتائن جي رهڻ جهڙو آستان بڻائي ڇڏي ها. ليڪن ارمان ته ائين ناهي. هيءَ پرٿوي سرڳ ناهي، پر نرڳ سان گهڻي مشابهت رکيتي. البت انهيءَ سڄ ۾ ڪي ٿورا سرسبز کيت به آهن، جنتي فخر ڪري سگهجي. جواهر کي دنيا جي ٿورڙن مهاپرشن لاءِ قرب هو، ۽ سڙيل ٻڏل دنيا جي مظلوم عوام تي ارمان. هن انهيءَ داغيل سياه اتهاس کي روشن آئينده ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ ٻيڙيا، تندرست محنتي ۽ آزاد انسان آسري سگهن، جي هڪٻئي جي حياتي وهه ڪرڻ ۽ قومن جي برباد آڻڻ عيوض سهڪار ۽ ٺٺيپ ياولا ڏنارن بهتر دنيا اڏي سگهن. هنجو خيال جي آزاديءَ ۽ علم جي ڦهلاءَ ۾ وشواس هو. ڇاڪاڻ ته ماڻهن جي ذاتي خصلتن مان ئي سماجي چال چلگت نهي ٿي. ان ڪري هن وڏان ۾ خيال جي اشاعت جي آزادي ۽ شخصي آڌڪارن جا فقرا داخل ڪرايا، ۽

مد مغزن ۽ خود غرضين جا طعنا تنڪا، ڇوه ۽ بدتميز غيبت گلا نظر انداز ڪري، ماڻهن کي علم پرائڻ، پنهنجو مغز هلائي سوچڻ سمجهڻ ۽ بنا ڊپ بي ريا ويچار ظاهر ڪرڻ لاءِ همٿايو. هن ڄاتو ٿي ته آزاد نموني سوچڻ ويچارڻ جي عادت قوم کي روشن دماغ بنائي ٿي ۽ ڪابه قوم اُن بنا ترقي نٿي ڪري سگهي. اِن ڪري هن دنيا جي علم جا پيدار کولي ڇڏيا ته پيل لوڪ بين وٽان پرائين ۽ پراڻن پيچرن تي ريڙهيون پائي قلبي سوس ۽ دماغي اندڪار سبب قوم کي ڪريل ۽ مريض حالت ۾ نه رکن. هن مندرن ۽ ٽڪاڻن کي ڌرم آستان يا ڪٿا ڪيرتن کي اُپديش نٿي سمجهو. جاڻ هيس ته جي انهيءَ طريقي لوڪن جو نيتارو ٿئي ها ته ماڻهن ايترين سمرٽيون سوريون ۽ ڪٿائون ٻڌيون آهن، جو هن ڪان اَڳي ئي سيپيئي ديوتا سروپ بڻجي وڃن ها. هن اهو بيسود مدت خارج گيان گوشت ترڪ ڪري، ماڻهن ۾ نئين روشني آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. جواهر پاڻ ايپاسي هو ۽ دل دماغ جا طاق کليل هئڻ سبب زندگيءَ ۾ نوان ويچار ۽ ڪهه جاري ڪرڻ جو ڪانکي.

اسين جيڪڏهن سندس اعليٰ شخصيت جو سچيءَ دل سان قدر ڪريون ٿا، ته اسانکي اهي گڻ گرهڻ ڪرڻ کپن ۽ پنهنجي قوم کي سجاڳ ۽ ٻڌيمان بنائڻ جو سعيو ڪرڻ گهرجي.

جواهرلعل کي مون ٢٣ اپريل تي، آخرين دفعو ڏٺو، انهيءَ شام جو برٽش ڪلچرل ڪائونسل طرفان شيڪسپيئر جو ”آرهڙ رات جو خواب“ (Mid Summer Night's Dream) اسٽيج تي ٿي آندائون. مان گئلري جي پهرين صف ۾ ويٺو هوس ۽ منهنجي پٺ ۾ هڪ آسٽريلين پنهنجي زال ۽ نياڻيءَ سان ويٺو هو. جڏهن روشني ڇٽي تي ته آسٽريلين مونکي چيو: هيٺ ٽين صف وچ جو شخص ويٺو آهي، سو مهان مسٽر نهرو آهي. مون هيٺ شيڪسپيئر تي لکيل ڪتاب پي ڏٺا، جنهنڪري شڪ ئي ڪانه هيم ته هو به ڪو کيل ڏسڻ آيل هو. مون هيٺ ڇتائي نهاريو ۽ ورائيم: بلڪل صحيح. اهو مسٽر نهرو آهي. سندس پٺ ۾ ”پدمجا نائيڊو“ ويٺي هئي ۽ ٻن ويهڪن پڇاڙا ذاڪر حسين. رسيس ۾ ٻاهر ڪوڪو ڪولا پيئڻ لاءِ نڪتاسون، مگر جواهرلعل پنهنجي جڳهه تي ويٺو ئي رهيو. جڏهن کيل پورو ٿيو ته پهرين هن کي وڃڻ ڏنائون. ڏٺم ته پاسي وارين ڪرسين تي هٿ رکندو آهستي ڏاڪا چڙهندو ٿي ويو. ان کان اڳ راڄيه سڀا ۾ به ائين ڪندو ڏٺو هومانس. اوڏي مهل محسوس ڪيم ته اسانجو سدا جوان مارڪنڊيه ڦڪائجي ويو آهي. ليڪن ساڳئي وقت سندس رنگين مزاج ۽ زنده دلي به تري آيم. دل ۾ چيم- مون تي اهو کيل اڌ درجن دفعا ڏٺو آهي. هي کيل ته

سيڪڙائن اسٽيج تي ڪيو آهي، جنهن لاءِ جواهر جهڙي
ناٽڪ درشيءَ کي ڪا ڪشش ٿي نٿي سگهي. پر وءِ
هُري آيم تال ڪٽورا جا ناچ ۽ گانا، وگيان يوَن ۾ ڪيل
وغيره جتي هي ملوڪ وس پهندي ضرور پنهنجو
مڪڙو ڏيکاريندو هو. جواهرلعل کي زندگيءَ سان اليبت
چاهه هو، ۽ انجي رس چس، زيب زينت کان پاڻ
وانجهي نه ڇڏيندو هو. دهليءَ ۾ وڏي ڪا مجلس
محفل، ناچ گانو، ناٽڪ يا چتر ڪلا جو نماءُ ٿيندو جو
هو ڏسڻ نه وڃي. خاطري آهي ته جيڪڏهن سياسي
معاملن جو ايڏو وقت خرچ نه ڪري ها ته ساهتيہ ۽
اِتهاس جي کيتر ۾ گهٽو وڏيڪ ڪم ڪري ها، اُن کان
جو ڪيوانس. هنجو سياءُ اُي ساهتيڪ هو، جنهنڪري
اَدبيت مان اُي سندس شخصيت جي بهترين جهلڪ
پسبي هئي. انهيءَ ساهتيڪ سياءَ هسن ۾ بالڪپڻي
واري ڪوت ڪوت ۽ جاچ جوچ آخرين دم تائين قائم
رکي ۽ سندس دماغ کي سدائين تازو ۽ تر رکيو. اُن
سبب منجهس عالمگير همدردي سان گڏ حياتي جي
ذوق شوق جو لطف مائڻ جي آرزو پيدا ٿي. جواهرلعل
ڪو خشڪ طبع، ڪوڙ گيياني، چپ ڏيندڙ انسان نه هو.
منجهس هڪ چست فڙت، تيز فهم، زود رنج، رنگين مزاج
شخص جون وصفون موجود هيون. ڪڏهن ته اُمنگ جي
اُثر هيٺ پنيمت ۾ ڪاهي پوندو هو، ته ڪڏهن جوش

وچان حياتي جوکي ۾ وجهڻ کان نه هچڪندو هو. ليڪن جوش تي غالب پوڻ جو به کيس هوس، جنهن ڪري باهه جي جيئي ڪيڏي جهٽ ۾ سيتل ٿي ويندو هو. رواجي ريت هو نهايت موهيندڙ، فهيندو، سگهڙ ۽ سيبه آدمي هو، ۽ سندس شخصيت ۾ ايڏي ڪشش هئي جو ورلو ڪو ساڻس محبت ڪرڻ کان بچي سگهي. مهاتما گانڌي پوڄيه هو ۽ لوڪ عزت ڏيندا هئس، پر جواهر پريه هو، جنهنکي هرڪو پائيندو هو. منجهس آڪڙ شاڪڙ، وڏ ماڻهپائي ۽ ٺيڳو رتيءَ ماتر به ڪانه هئي. هو ديس جو پردان منتري هو، پر ڪو به ڪانئس ڪڇ نه کائيندو هو. بار زالون، پورهيت ولر ڪري ورائي ويندا هئس - بلڪ ميرن ۽ قائل ڪپڙن، اَڻ ڌوتل مهاندن ۽ اَڻ چنبڙيل ڏاڙهين وارا هاري ناري ۽ پورهيت، گڏهن ۽ بيل گاڏين سميت سندس بدني تي اچي ڌرڻو ماريندا هئا. جيڏانهن نهار تيڏانهن نماڻا اُبهم ڪيچ ۾ ڪميو چوڙين ۽ پڙن سان جهنجهيل، عورتن جا ولر بينا آهن، ۽ اهي سيئي نر ۽ ناريون جواهر سان پنهنجا دک سور اورڻ آيون آهن. هنن ماڻهن جي حشام مان اُتساهه ملندو هو ۽ ماڻهو هنکي ڏسي اُتساهت ٿيندا هئا. هنن جاتو ٿي ته هن شخص کي پنهنجو ڪو سوارٿ ڪونهي ۽ دل جان سان سندن دک نورت ڪرڻ لاءِ ديس آڏي رهيو آهي.

اسانجي وشال ديس جي ڪروڙين ماڻهن ۾ ورلو ڪو ليندو، جنهن جواهر کي ڏٺو بڌو نہ هجي. هو ڪو فصيح زبان شعلہ خيز تقريرون ڪندڙ آدمي نہ هو. هن ديس ۾ تڙڪي پڙڪي واريون تقريرون ڪندڙن جي اَڻاٽ ناهي. هزارين ورهين کان پهڻن پڻ ڪٿائون ڪيون آهن ۽ اڄ بہ ڪن پيا. گلي ڪوچي ۾ جڙي پوٽي ۽ ساندي جو تيل وڪڻندڙ جي تقرير بڌو تہ ڪيڏو نہ ڌو لفظي سيلاب وهائي. اسهڪار آندولن پڄاڻا تہ هرڪو اڌ مغزيو پاڻ کي افلاطون جو ثاني ٿو سمجهي. جيترو علم گهٽ اوترو واڪو وڏو اٿس ۽ ليڪن جواهر نہ کي بيسود لفظن جو سيلاب وهائيندو، نکي وڏي واڪي سيٺو ٿو ڪي تقرير ڪندو هو. گهڻن سگريٽن چڪڻ سبب آواز بہ ڪو تيز ۽ تکو نہ هوندو هوس. بيو تہ هو اُپديش نہ ڏيندو هو. چاڻ هيس تہ اهي وعظ بيسود آهن. نانار کي ٻلي، وانگر ماڻهو اهي پڌي پڌي ڪن لاٽار ڪيو ڇڏين. ان ڪري هو پاشڻ ڏيڻ عيوض چڻ پاڻسان پيو ڳالهائيندو هو. اهو ڪليل آواز سان اندر جا اُدما ۽ ويچار ظاهر ڪرڻ هئي هنجي تقرير، جنهن ۾ اوپارا لهرارا وهڪرا داخل ٿي ويندا هئا. هو ودوان سان گڏ ويچاروان بہ هو، جنهنڪري سندن مغز مان پانت پانت جا خيال ۽ خفت نڪري نروار ٿيندا هئا ۽ ماڻهو سهج سڀاءَ انهيءَ ويچار وند ۾

شامل ٿيندا هئا. سندس ٻاڻيءَ جو اثر خوش آواز ٻڌڻ
جهڙو هوندو هو، پر نه ڪي لفظن ۾. گهڻو ڪري هو اعليٰ ادب ۽ عمدي
عبارت ڪم آڻيندو هو. پر خيال جي وهڪري ۾ ڪڏهن ڪڏهن
ٻانهن ڪري هٿ جا منهن درشيه ڏيکارڻ سان ٻڌندڙن جي
قلب تي قبضو ڪندو هو. سندس ويچارن ۾ تازگي
۽ طراوت هوندي هئي ۽ اهي اڪثر هلندڙ چالو ذهنيت
کان ڪي قدر نرالا هوندا هئا. ڪن موقعن تي هو غير
رواجي ۽ اڻٽي وهه وارا خيال ٿي ڌاريو پسند ڪندو
هو. چاڪاڻ ته سندس دلي مراد هئي ته ماڻهو گهٽ
۾ گهٽ مدت خارج رٿ مان ٻاهر نڪرن. انگريزي
جواهرلعل ديس جو گرو ليکيو، جنهن جڳت جي ٻهترين
دماغن جا خيال سوڌي سموهي ۽ انهن ۾ پنهنجو
جوهر ملائي ماڻهن اڳيان رکيا ۽ هندڪي پنهنجي زندگي
نئين سر اڏارڻ لاءِ همٿايو. جيستائين اسانجي قوم
زنده آهي ۽ ان ۾ ڪو شعور آهي ته جواهر جي انهن
ڳالهين کي اپنائيندي... دنيا اندر جو ڄائو آهي سو
مرندو ضرور. ڪال سڀ ڪان تو بکه ونئي. مگر اسين اهو
لذيذ ۽ مٺو لقمو سندس ذات مان ڇڪي ٻاهر
ڪڍي سگهون ٿا. بشرطيڪ هر ڪو جواهرلعل ٿيڻ جي
ڪوشش ڪري ۽ ديس کي آسود و بلوان بڻائڻ
ڪرڻ جي لئي ۾ اهڙي تات ڌري، جهڙي هن مهاپرش
کي هئي.

# پهرين ملاقات

سائنس ڏيٽ ويسٽ هندوسيا جي واچناليه ۾ ئي، جتي هو منتريءَ سان ڪم سانگي گڏجڻ آيو هو. آءٌ هڪ ڇپي ۽ اڌ لنگڙي لوهي ڪرسيءَ تي ڪِرپ ڪري، هڪ مٿي ڪالم جي معمولي ليک تي، ضرورت کان زياده، نور لڳوئي جڪ ڪائي رهيو هوس. هيئنر ته چابي ۾ ٿوڻو تيلهيون ۽ سهڙيون ڪرڙيون ڏسي به لوڏو ئي ڪونه ٿو اچي، ڇاڪاڻ ته ورهاڱي سنڌين مان سٽين پلن ۽ سبر ڏنيرن ڪاڻڻ جي ڇوس ئي ڪڍي ڇڏي آهي. ليڪن ان ڳيوڙ مند جو ڪهڙو ورنن ڪجي! اهو ليک ور ور ڏيئي ٽي دفعا پڙهيو هوم، ڇاڪاڻ ته اها منهنجي اِبتدائي مشق هئي، جا خوش نصيبا ”سنڌ آبزرور“ جهڙي نامياري اخبار ۾ پهرين ئي براننگهه سان پنڊ پار ڪري ويئي. لاشڪ ليک ۾ هو ئي ڪي ڪين. هيئنر پڙهان ته شايد اُبتو اُچيم. ليڪن ”مسٽر پنيا“ هو برهمو سماجي ۽ ابلائن جي اڏڪار جو رڪپال، سو اهي انگوڙا ٻ ٻنا هيڪ ڪٽي شايع ڪيائين. ليڪن مون اهڙو ڪم ڪيو هو، جهڙو لوڻ شيو جي ڪال پهري، لوڪن کي ڪيرو ڪري. شوم اچڻ ڪپندو هو.

مگر آءٌ پنهنجو ملوڪ ڦالوڙسي نرگس جيان ئي ٽڙيس. انهيءَ خود نمائيءَ کي انگريزيءَ ۾ Narcicism چوندا آهن، يعني ته پنهنجو پاڻ تي ئي عاشق ٿي پوڻ. اهو به اثر وهيءَ جو هڪ دؤر آهي، جو مڪڙي ٽـڙڻ سان ئـي اُپ ڏاري وجهي. البت ڪمبخت ڪمپارٽمـنٽ، انهيءَ رب ۾ مکيون وجهي نه ڇڏي ها، ته راحت بي رنج محسوس ڪريان ها. هيئر خوشيءَ عيوض غار پئي کاڻم ۽ کجي کجي رت جو داب وڌائي ٿي ڇڏيم، ته شريمان جينمل گلراج خود پنهنجي فريمنچ ڪٽ سونهاري ۽ سڌواٽي اوچـــي، جواهـــري جـڪـيـٽ ۽ سوزڪي چمپل سان اچي براجمان ٿيو.

مونکان سواءِ واچهاليءَ ۾ ٻي ڪا پهر ڪانه هئي. هن نه مون جهڙي چوڪرات کي ليکي ۾ ئي نه آندو. مون به اخبار ڪڍي ميز تـي رکي ته هن اُهائـي اخبار ڪڍي سرسري نظر وجهندي، اهو ئي ليک ڏيان ڏئي پڙهيو. مون ٿيئيو ته هن هاڪاري ڏڳ مڙس ئي انجوانڙ کهڙو ٿو پوي. ڏٺم ته بيني ليک پڙهي ويو ۽ پوءِ عينڪ کي اَک ڪڍي پاڻ کي چوڻ لڳو: ”هي وسبت ڪير آهي“ لاشڪ سنڌي ته ٺٺو لڳي، سنڌين جون سـب آکيون ”آڪيءَ“ سان ختم ٿيندڙون آهن.“

”سائين، سچ ٿا چئو. توهين پنهنجي ڪرم جي پيڙيءَ ۾ آهيو ۽ آءٌ پنهنجي پيڙهيءَ جي پهرياءَ!“

هي بي باڪ لاأبالي اوڙو ٻول ٻڌي، بت مان ڇرڪ نڪري ويس. ٻڌڻ شڪيو، پوءِ مشڪيو. ”سو تـو هي ليک لکيو آهي؟“

اجهو ائين اسانجي جاڻ سڃاڻ ٿي. شايد گرهه سٺاوا هئا، جو ٿي ڏينهن ٻپهريءَ جي نوتي تي سندس گهر ويس. اهو گهر اُلهندي ڪڇي ۾ ”پوهوُ ڪيشاٽي“ چال ۾ هو. انهيءَ مسواڙي محلي ۾ پانت پانت جي ڪانگن ۽ ڪبرين جا آکيرا هئا، جن وچ ۾ هي ملهه گويا ليگهارن ڪڪڙ هو، جنهنجا دس ديس ديسانتر تي ٻڌا. هڪڙي گوشي ۾ پروفيسر شاستري به رهندو هو، مگر انهيءَ لباٽي ڏي ڪو اک کڻي به ڪين نهاريندو هو. ليڪن هي هو ’گلواج‘، جنهنجو قد وچولو بت سگهارو، اکيون ننڍيون ۽ ڳل آڏسرا، ناسون سوڙهيون مگر پيشاني اوُچي ۽ رعبدار. ڪاڏيءَ تي ٻج سبب انجي پيهڪ نوڪدار ٿي لڳي. شايد سيرب ورتل سؤنهاريءَ سبب ئي پنهنجي هم جنس ذات پاين کان وڌيڙو ٿي لڳو. هـونئن به ٻن اُسريل نياڻين ۽ ٽن پٽن جو پيءُ بزرگ ئي ليکبو. سندس ڌرم پتني ڪانئس جوان تر ۽ حسين ٿي لڳي، ۽ هنجو ٻول خواهه وهنوار پنهنجي پتيءَ کان نرانو ٿي پاسيو. اها شادي پنهنجي مرضي خلاف پنهنجي اوائلي گروءَ پائـي ڪلاچند جي آگيا انوسار ڪئي هئائين. زال ذات پرتوي پتري ٿي ٿي.

مڙس پـل چيدول جهڙو هوائي طوائـي هجي. شري
جيٺمل ٿياسافسٽي گپت گيانين جي برادري، جو تڪ
هئڻ سبب ماس مڇي ورتائڻ اَشد سمجهندو هو. ان
ڪري پوڄن ويل به ڀاڄيون ۽ ڏهي، آچار ۽ ڦڪل پاپڙ
ميـسر ڪيائون. ڦلڪا ۽ ڇڙيا چانور به هئا. مونکي
ٻناتي گجرن جي ڀاڄيان جـو ڪيسري رنـگ ۽ ترش
ذائقو وڻيو، سو ڀريل ڪٽورو سواها ڪري ويس.
ننڍي هوندي هوندي کان ئي مونکي آچار وڻندو هو، سو
سنڌ جي ورن ۾ سنڌيل انبڙي لڪائي وڃي بـاهر
کائيندو هوس. پوءِ اما تيل جا داغ ڏسي ڪن مهٽ
ڪندي هئي. سو هن دفعي به ڀاڄي گيت ڏيئي پي
ويس ۽ پوءِ لوندڙين تان پگهر ڳاڙي، مرچن جي تڪاڻ
جو ڪيئنو لوڙيم. جيٺمل جمار پر گهر ۾ اهڙو ئي سادو
کاڄ کاڌو. ليڪن جڏهن سندس ڪٽنب ڪراچيءَ ۾
هو نه بيسنت لاج جي مهمان خاني ۾ اڪيلي سر رهندي
تنوُر جي روٽي، چٽڻ جي هيڊي پتڙي دال ۽ گـاهه
جهڙي اَٽيي بـدمزي ڀاڄيءَ تي ٽڪڻو پوندو هوس.
اتفاق سان ڪيرڪ يا نيڙو صوف به گهرائيندو هو.
حيرت آهي ته هو ڪيئن اهڙي ڪم قوت ۽ بدمزي
کوڳي تي پنهنجي صحت ۽ سگهه قائم رکـي سگهيو.
شايد هر ڪنهن سچي صادق ۽ اشراف جي نصيب ۾
رونڊو ۽ پتڙي دال ئي لکيل آهي. اهو آهي هن سنسار

جو وھنوار، جو ڪُمت جو ڪرشمو ئي ڇٻو.
مون ڀورين ملاقات جي ڳالھ ٿي ڪئي. انهيءَ ڏينهن ماني ڪائي وراندي ۾ اچي ويناسون، جتي ٻنا پوش ميز تي ڪتابن، ڪاغذن ۽ اخبارن جو ٻڙو سٿيو پيو هو. ڀر ۾ راڻي وڪٽوريا جي سمي جي جهوني پراڻي ۽ ٻهه لمبي اوُنهي موڪري آرام ڪرسي پيل هئي، جا شايد ڪنهن ويٽنگ روم جي نيلام ٿيل فرنيچر مان ڳڌي هئائون. اڳ- اهي ليٽڻيون معتبريءَ جي علامت سمجهي گهرن ۾ رکندا هئا. انهيءَ آرام ڪرسيءَ جي ڀر ۾ هڪ ڪاٺ جي تختي جي ۽ ٻي لوهي ڪرسي ٻه هئي. باقي صفحي ۾ هندورو اهڙو پراڻو نئي لڳو جهڙي چپر ڪمت، جا ميراڻي زماني جي سوغات ليکبي. شريمان جيٺمل آرام ڪرسيءَ تي گوڏا تاڻي ٽانڱيڪو ٿي وينو، جاڪاڻ ته ڪرسيءَ جي پٺ هئي ليٽيل ۽ اڳ گولائي تي وريل. مان ٻ- تختي جي ڪرسيءَ تي وينس، جنهنجي ٽنگ کي سوگهو جهلڻ لاءِ لوهي دروزون لڳل هيون. ويهڻ ئي ڪانه گذري ته هن ڪاغذن جي ڍير مان شيڪسپيئر ڳولي ڪڍيو ۽ ٻنا ڪنهن ديباچي ۽ مهاڳ جي ويو غزل (سانيٽ) پڙهندو. هڪ هنڌ ڪو گفتو آيو
"Those that have the power, shall injure none
They are the masters of the universe"
ته مڙس جو ڪرنگهو سنئون ٿي ويو، ۽ هڪ هٿ ۾ ڪتاب

جهلي ۽ ٻئي هٿ جي آڱر منهنجي منهن ڏي ڪري، فلڪي رعب سان چيائين، ”ڏسين ٿو، اهو ماسٽرس ڏي اشارو آهي. هو مها ٻلوان آهن. شهر جو زور اٿن، پر رب جو وار ونگو نه ڪندا.“

ڏٺ ۽ آچار جي ملاوتي ٽرشيءَ سان چانورن جو ڪجهه منهنجي سوٻرڪ ڪچڪول ۾ رياستي دو آتشو ٻڻجي پيو هو، جنهنجي خمار اهو اموڪ گيان گرهڻ ڪرڻ نه ڏنو. واقعي ڏچيرت پئي آيم. مگر هي ملوڪ انهيءَ ٻي ٻول ڪرڻيءَ تي ڪروندڙي ٻنت جي اهميج ڪي ليکي ۾ نه آڻي، عبرت خيز افساه جي وهڪري ۾ ويو چالون ماريندو، تانجو ڪٿان ڪـا ”ڪاري عورت ۽ اڇو ڇوڪر“ اچي ٻرگهت ٿيا. منهنجي ملاڪن ڪي ٻـ جاڻ نه هئي تـه سانيت ۾ اها ڪاري عورت ۽ اڇو ڇوڪر ڪير آهن. ليڪن جينمل جي ٻول مان محسوس ڪيم ته هنڪي شيڪسپيئر ۾ خاص اهميت آهي. جاڻم ٿي ته ڪرشن ڪارو هو ۽ ڪرشن مورتي ٻه ڪارسرو آهي. اهي جينمل جيان ڪٽڪ رنگا هجن ها ته هرويرو لاوا ڪين لڳن ها. مونکي سندن ڪارنهن ۾ دلچسپي ڪانه هئي. ليڪن جينمل انهيءَ ڪاري عورت ۽ اڇي ڇوڪر جو وستار ڪندي، واقعي هڪئي تـل سان لاهول لتاڙي ويو. مان حيرت ۾ حيران ۽ عقل ويران ڏسي، خاموش رهيس، ۽ انهيءَ ڪاري عورت ۽ اڇي ڇوڪر

کي پراسرو جهڙو جادوگر سمجهي، پيهر گهيرت کائڻ لڳس.

پوءِ ته او چتوئي نئون سر آلاپيائين، جنهن واجت ئي وڃائي ڇڏيا. تازو پارٽ کو ڪتاب پڙهيو هئائين ته شيڪسپيئر خود اُناڙي هوءِ اهي ناٽڪ "بيڪن" جا لکيل آهن. انهيءَ وستار سندس دماغ تي غضب جو حملو ڪيو، جنهنڪري پارٽ کو "بيڪو نائيٽ" بڻجي پيو. مون ڏنو ته هنکي بيڪن جي حمايت لاءِ هڪ خاص دليل هو- سو اهو ته ٿياسافسٽ برادريءَ ۾ انهيءَ سياڻي پر سچ سياءِ واري لارڊ بيڪن کي ممتاز رتبو عطا ٿيل آهي. انوقت مونکي ٿياسافيءَ جي ڄاڻ نه هئي، سو جڏهن هنجي مکان ٻڌم ته اهو لارڊ بيڪن اُٺوٻهين صديءَ ۾ مسز بيسنٽ جي جوڻ وٺي آيو آهي، ته مغز گهومائيون کائڻ لڳو. پوءِ ڪمال صداقت سان نهايت گنڀير آواز ۾ چيائين ته "جيارڊينو بروُنو" به مسز بيسنٽ ئي هئي، ۽ پورو ياد نه اٿم ته ڪنهن سمي مسز بيسنٽ ئي اڪبر بادشاه جي سرا ۾ جنم ورتو هو. چيائين مسز بيسنٽ کي پنهنجي پنجاه جنمن جي سڌ آهي. انوقت مونکي اهو چندر ڪانتا جو افسانو لڳو. تهانپوءِ مون به سپنن ۾ وچتر واردات پئي ڏٺي آهي، جا مونکي ٻڌڙ ۾ وجهو ڇڏي ۽ آءٌ عقل ۽ گمان جي پيچگهه ۾ پيو لڏان. بهرحال مون چتر گپت جو چتو نه

واچيو آهي، جنهن ڪري فتوا ڏيڻ کان عاجز آهيان.

ڪلاڪ ڏيڍ پڄاڻا ڳهير تي ۽ چينمل به ڇلانگ ماري ٻاهر ڪئي، ته ڪاليج جو پرنسپال مسٽر حشمتراءِ چيلاڻي ڪمرسانگي وٽس ڪهي آيو. چينمل ڪاليج بورڊ جو ميمبر هو، سو هن کي بدڻ لاءِ تهي وينو. مگر چيلاڻي هو سنڌ کي بمبئي پرانت کان جدا ڪرڻ جي برخلاف ۽ چينمل هو فائدي ۾. سو الائي ڪيئن چينمل کي جائز شڪار سمجهي، چيلاڻيءَ ساڻس ڇيڙ ڇاڙ شروع ڪئي. لاشڪ چيلاڻي آرٿڪ وديا ۾ ماهر هو ۽ انهيءَ ڏس ۾ چينمل ساڻس برابري نٿي سگهيو. ليڪن اها به حقيقت آهي ته چيلاڻيءَ جيڪي به انڪ اکر پيش ڪري اڳڪٿي ڪئي، ته جدا سنڌ جو ٻوٽو سدائين ڏيوالي ۾ رهندو، سا سراسر غلط اُڪتي. هن جي دلي مراد هئي ته سنڌ جدا نه ٿئي، سو اها ڀاونا سندس علمي مهاوت ۽ ذهني ديانت تي غالب پئجي ويئي. هونئن به اهڙا مسئلا جن سان انيڪ اتهاسڪ واردات ۽ امنگ ۽ روزاني جيوت جا معاملا ڳنڍيل ٿين ٿا، سي فقط علمي ناهن. پيو ته سنڌ ين ۾ اهڙا عالم آهن ئي ڪونه جي نرپکش نموني مسئلن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪن. سنڌ جي اخبار نويسن مان هڪڙو به آرٿڪ معاملن جو ڄاڻو نه هو، جنهن ڪري هندن خواه مسلمانن جو شيلو پرچار ڪري ماڻهن کي گمراه پئي ڪيو.

مسٽر چيلاڻي جهڙو هو سيپڪڙو ۽ چست قـرت،
ٺهڙو ئي هو تيز فهم ۽ تند مزاج. هن جهڙو چيڙاڪ به ڪو
ڳوليو لڀي. سو ڪرسيءَ جي اڏ تـي ويهي ويو قابل
ڪلاميءَ جي ٻچ ڪندو. اوڏي مهل مون کي هڪ
هندي پهلوان جي جپاني ملهه سان ڪشتي سجهي آئي.
اسان ڏٺو ته اهو پيم جهڙو پنج مڻو پهلوان انهيءَ ڇوڪري
جپاني ڳڪ کي پاڪر جي پهڪڙ ۾ ئي گهٽي ماريندو.
ليڪن ڇا ڇٽجي؟ ويرم ئي ڪانه گذري ته جو جستهو
کيلاريءَ هنجي ڪنهن رڳ ئي آگر رکڻ سان شاهه بلوط
کيرائي وڌو. ارمان ته هتي به ساڳي ڪار ٿي. شريمان
جينمل نرم ڏر جي اخبارن جا ٽڪر ڇپائي،
ڪو فقرو سمجهائڻ جي ڪوشش ئي ڪئي، ته چيلاڻيءَ
وچ حيان وراڪو ڏيئي سندس دليل باطل بڻائـي ٿي
ڇڏيا. ويچاري جينمل وٽ هئا فلاڻي فلاڻي جا رايا ۽
۽ حوالا ۽ آرٽڪ وديا جي اڻ پوري ڄاڻ سبب انگ
انگڙيل ونگڙيل، جي چيلاڻيءَ جي وڏي ڪمت وٺيڙي
ٿي ڇڏيا. مون ڏٺو ته سواءِ فرينچ ڪمت سونهاري جي
هنن ٻن معزز بزرگن جي وچم بي ڪا جسماني يا دماغي
مشابهت ناهي، ۽ فضائي ڪين ڪاليج ۾ همڪار ٿيڻ لاءِ
مجبور ڪيو آهي. پوءِ ته مون جينمل ۽ سنتداس وڪيل
وچم به انيڪ جهڙپن جو مشاهدو ماڻيو، مگر هن ورتانت
۾ اهڙي بيان جي گنجائش نه ڏسي درگذر نٿو ڪريان.

ٿوري ۾ ڪٿي ڇنڇي ته مهاشيه ڄيٺمل جا مددگر ٻيا ۽ ٻي ٻول هوندا هئا، ۽ سنڌ ۾ مخالفن جا هلڪا ۽ ورڻا سوڻا، جهڙڪري زبان زنيءَ ۾ ساڻن ٻڌي نه سگهندو هو.

شام جو آءٌ ڄيٺمل جو پلانڊ ڏڪڙي لاج ۾ آيس ۽ جتي ٿياسافسٽ شردالن کي ڪرشن مورتيءَ جي ڏک لهي ڪوتا پڙهي ٻڌايائين، جا وشسٽ يوگ شاستر جيان ايترن پرماڻن سان ڀرپور هئي، جي اروڙ ٻلا جي ونگن جيان ورندي به سنوان ٿي نٿي سگهيا. مون سمجهيو ته ناگاهه اهڙي ٻيلي ۾ اچي ڦاٿو آهيان، جنهن جي ولين ۽ وڻڪار مان ٻيڇرو لهڻ اُبي ناممڪن آهي. انهيءَ سمي مسز بيسنٽ نغاري تي ڏونڪو هڻي اعلان ڪيو هو، ”اچي ويو، اچي ويو جڳت گرو پورب جو ستارو“ جنهن مسٽر ڪرشن مورتيءَ جي سر ۾ اثين واسو ڪيو آهي، جئن ڪنهن خوبصورت عورت جي دلربا جسم ۾ سندس اڳاٽي عاشق صادق جو پريت پرويش ڪري. انڪري ڪريو نمونمو نمسڪار ۽ هن جي مک مان نڪتل ٻول کي ايشوري واڪ ڪري سمجهو. انهيءَ محفل ۾ ٿياسافسٽي مومن جو عدد جهجهو هو، جي اها ڪوتا ٻڌي گد گد ٿي ٿيا. خاص ڪري ڪاڪي خوبچند ميوارام جهجهون اڻ ڳڻيون آسيسائون ڏيندو به منهنجي مسٽڪ ۾ پرڪرمائون پيئون

ڏين، ۽ ٻلهار وڃان ڪاڪي منگهارام تان جنهن جي شردا
مان آئون تيل پرسنتا جي جهاڪ هيٺ ٻہ انتر اک اڳيان
چٽي پيٽي بکي - تن اها ڳول مول ڪوٽا مگهن من ۽
پرسن چت سان ڏيان ڏيئي ويٺي ٻڌي. ٻڌو آئون
ڪاڪي منگهارام پنهنجي ڏاڙهي جيتمل سان ويوگ
سمي رڪائڻ شروع ڪئي هئي، جڏهن هو جيل اندر
باندي هو. اهڙي هئي الفت هنن ٻارن وچ. باقي
ڪاڪو هيرانند سنتوڪرام هو فيلسوف ۽ گپت گيان
جي بلئوانسڪي ٻر پنج ۾ نپڻ، تنهن ٽپ ٽپ تي پيچت
پيدا ڪندڙ ٽيڪائون تي پيش ڪيون، جنجي موزونيت
ڪاڪي سائين جي نهايت سنگين ۽ ڳاٽي ٽور ٻولن
مان پرسند هئي، جن مان هرهڪ، اهڙي زوم ۽ تڏڪي
سان ٽي نڪتو، جو جڻ ڪا هٽلر جي ٻرقي توپ
"ٻوڪر" تي مارو ڪري رهي آهي. هنجي شوَ روپي
مستڪ مان نڪتل گيان گنگا منهنجي ڪوپڙيءَ مٿان
ائين وهي ويئي، جيئن چوماسي جو پاڻي گنجي ٽڪر
تان وهي وڃي. ارمان تہ اهي مڙئي ڪاڪا - شل
سنت جرمين ۽ سنت ڪمار، اگست رشي ۽ موروميءَ
جي مهر ٿئين - وئڪنٺ ڌام پڌار جي ويا آهن، جتي
لاشڪ مٿرين ۽ ارهتن، اوليائن ۽ اخوانن جو گيان گوشت
پيا ٻڌندا هوندا. جيڪڏهن پنجن پوتن جي پٺڀ جي
يسر تيڻ پڇاڙا ٻہ ماٺوءَ جي ڪا سوکيم انس ٻچي

تي وڃي، ته لاشڪ هو انهن ابلاڪائن جي ئي تربيتي چاهيندو، جي جيئري هرڪا ئيبديون هئس. مون نڪي موروثي، نڪي اگست رشي ڏنو آهي. گلراجي گيان انوسار اهي رشي جيئرا آهن ۽ هميشه به جڳت جي ڪاروبار جي ڪنجي سندن ئي هٿ ۾ آهي. جيڪڏهن اها ڳالهه سچي آهي ته ترت ئي انهن رشين کي رڻائو ڪرائي، دنيا کي اوروبل (Orwel) جي سپرد ڪجي، جو هن سڙيل برپل ڌرتيءَ جو روپ ئي بدلي ڇڏي. ارمان ته انهن سرڳواسي ڪاڪن جي سوکيم شرير جو درشن ڪري نتا سگهون ۽ اهو به ڪونه ٿا ڄاڻون ته ديهه تياڳ پڄاڻا به هو انهن آڳاٽن رشين تي اهڙو مشتاق آهن جهڙو جيئري هئا. بهرحال مون انهن قربدار بزرگن جي پنگت ۾ محسوس ڪيو ته حيدرآباد جي حريف سماج ۾ جتي هرڪو ڪانڙوئي پاڻ کي افلاطون سمجهندو هو، اتي خوش نصيبا کي اهڙا پيارا لوڪ به هئا، جن جيٺمل جي ٻهورنگي طبيعت ۽ گول مول علميت جو قدر تي ڪيو.

هن مختصر ليک جي شروعات ۾ مون شيڪسپيئر جي غزلن ڏي اشارو ڏنو آهي. جيٺمل غزل ته ترجمو نه ڪيا (چون ٿا ته انهن جو ترجمو سندس اڻ ڇپيل ڪاغذن ۾ موجود آهي. سندي اهڙا سڀا پيئگا ته ڪينهن جو هنن جا پستڪ ڇپائي نه سگهن) مگر هن

جا ڪي ناٽڪ ترجمو ڪيائين. سندس ڀريون ترجمو "هئمليٽ" اڪري هو، مگر انهيءَ تي عالمن جا ولر اٿلي پيا، ۽ ويچاري ترجمان تي اهڙا سنڌائتا وار ڪيائون، جو هن شيڪسپيئر جو ترجمو ڪرڻ کان ئي ٻان پري ڇڏي. تهان پوءِ هن جيڪي اُلٽا ڪيا طوفان ۽ حسابي حساب سي ناٽڪ جي ڪهاڻيءَ ۽ ڪن مول ويچارن جو سار هئا، جنکي صحيح معنيٰ ۾ ترجمو چئي نٿو سگهجي. بهرحال جيٺمل ڪي شيڪسپيئر جي رچنائن ۾ ڪافي دلچسپي هئي؛ جنهنڪري ور ور ڏيئي ٿياسافيءَ جي زبون عمارت کي ٽوڻيون ڏيڻ لاءِ، هنجي ناٽڪن مان حوالا ڏيندو هو. چوندو هو ته شيڪسپيئر جون رچنائون تصوف جي تفسير يا من چت وچڙ واد وواد آهن ۽ انگلنڊ جو اهو مهرشي جڙ چيتن جو ڳجهي ڳجهارت کولڻ لاءِ "جيولس سيزر"، "ٽوئلفٿ نائيٽ" ۽ "روميو جوليٽ" اوتار ڪري ٿو. هونئن به انهيءَ سمي جي بزرگن تي ڌرمي گيان گوشت جو غلبو هو، جنهنڪري جپ ۽ گيتا، تصوف ۽ ديهانت سک ۽ سناتن ڌرم جي اپياس ۾ رچيا هئا. جنيٺمل کي ته سڀ هنڌ "تون هي تون" ڏسڻ ۾ ايندي هئي. چوندو هو ته "طوفان" (ٽيمپيسٽ) "مان چا آهيان ۽ ڪٿان آيس" جي راز کي وائکو ٿو ڪري، ۽ مرچنٽ آف وينس منش هردي اندر دوئندن جو وستار آهي.

جيئنءَ شيڪسپيئر جي غزلن ۾ به ڏيکو من چٽ واد پسند و هو. مونکي سندس اُتساهه وڻندو هو، پر ڪٽرفو جهڪاءُ پاءِ نه پوندو هو. اهي اُپٽاڻگ بول کي جڙ کسان جدا ڪري، مغزي غبار تا پيدا ڪن. مذهبين تہ پاڪ پستڪن جي حوالن سان اهڙا راڳ ڪيا آهن، جو ڏندين آڱريون اچو وڃن. البت سنسار ساهتيہ جي اٿاهہ ساگر ۾ انيڪ اهڙا ويچار بہ آهن، جيڪي هڪجهڙا هئڻ سبب پيٽي سگهجن ٿا. مثلا بروٽس جي باري ۾ "Poor Brutus, with himself at war" پڙهڻ سان ارجن تري ٿو اچي، چاڪاڻ تہ ھنکي بہ هڪ اهڙي شخص تي هٿ هلائڻو پيو، جنهن لاءِ دل ۾ محبت هئس. سندس سيني اندر فرض ادائي ۽ ۽ شخصي قرب وچ ويڙهہ جاري هئي. ٻئي هنڌ شيڪسپيئر جڏهن سيزر کي ٿو واڪائي

"I am Constant as the northern Star,
Of his true and fixed resting quality,
There is no fellow in the firmament"

تڏهن ڪرشن جي سمڪ تي ٿي پوي جو گيتا ۾ تہ چوي:

"Unassailable holds on his rank.
Unshaked of motion, and that I am he."

اهڙا اهوالا پيش ڪرڻ تي ڪنهن بہ سچاڻ کي اعتراض

نہ ٿيندو، ڇو تہ اُن مان ساهتيہ جي سروَتا جي سمڪ پويتي، ۽ ثابت ٿئي ٿو تہ ڪوبہ ويچار ڪنھن جاتيءَ جي ميراث ناهي - خاص ڪري شيڪسپيئر تہ سروُتا جو سوامي آهي.

جيٺمل جي اها خوبي هئي جو اهڙا ڇيدا ٻول ڇٽي ڪيندو هو، انهن سان ٻا ٻابي سلسلي سندر ڪوتائون ملائي وشيہ ڪي وٽندڙ ٻڌائيندو هو. سندس نوس نوس شيڪسپيئر تائين محدود نہ هئي. ٽينيسن ۽ ٻرائوننگ مان بہ آتمڪ ويچار ڪيدي ايندو هو. ياياتمڙ هيءَ أي پهريون شخص هو، جنهن جاگيرداري زماني جي نهايت محدود سنڌي ساهتيہ ۾ وديسي ويچار ۽ وهڪرا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن لاءِ جس لهڻائين. ازانسواءِ شريمد ڀاڳوت ۽ مهاڀارت مان ڪٿائون ڪندو ۽ سورداس جون ڪوتائون ٻڌائيندو هو. مون ۾ ڀڳتي مارگي ڀڄن ٻڌڻ جو چاهہ جيٺمل پيدا ڪيو. ور نہ آءٌ اهڙو ڪافر طبع آهيان، جو شرڌالن جي چاٺنٺ بہ ڪين اورانگهيان. آءٌ سندس چالن ۽ چلائڻ کي نظر انداز ڪري، ڪوتائن جو رس وٺندو هوس. سندس ارٿ بہ سدائين لاوا ڪين هئا. مثلا راس ليلا جو ورڻن ڪندي آکيندو هو تہ اها ٻال ليلا ناهي، ٻر ڪو ڪن ڏيئي سڻي تہ دنيا جي اَڻ مٽي دک جي دانهن آهي. ڪرشن آيو ئي تڏهن، جڏهن

پوُپو بار پريو اَت پارِي - سرِو سموهہ سب جاءِ پڪاري
تنهنڪري "وڍيل تي وايون ڪري - ڪنل ڪو ڪاري"
يعني بنسريءَ جا آلاپ وشوَ جا ورلاپ آهن:

"جيتي راڳ، تيتي داڳ - جيتي ڇيد تيتي پيڙ
جيتو شور، تيتو گهور - رؤم رؤم ڇيڇني"

اهو دک تڏهن دور ٿو ٿئي جڏهن ڪا گوپي؛ (مدش) شريَر جا وستر لاهي، گهربار تجي، برهہ پري بنسريءَ جي اسراري آواز جي اوٽ تي پريسنءَ وٽ پهچڻ لاءِ تي ڊوڙي:

"ايڪ اُت دوڙي - ايڪ پول گٿي پوڙي
ايڪ لاکہ پر ڪوڙي - سڌرهي ناهي تن کي!
ايڪ ڪلي وار - ايڪ ڇاتيان اُگهاڙ
ايڪ پوَشڻ ڪو ڌار - چلي دامن جيون گهن ۾"

انهن ڪوتائن سان گڏ سمجهاڻي ڏيندو هو تہ انسان جو اصلي ديس "اور محل" آهي، ۾ سرير جي "پونڊ محل" ۾ واسو ڪرڻ سبب ڏولاوا ٿو ڏسي:

"پول پکي پرديسڙا - تون کهڙي ديسون آوندائين؟
هٿ وچ مرلي پيرين گهنگهرا - گليءَ گليءَ ٻجاوندائين.
اُٿون تون آيا پيرين لنگڙا - اِتان تون پانوز پاوڊائين
جڏان تون آيو پونڊ محل وچ - تڏان تون ڪڇ ڪاوڊائين
جڏان تون آيو بالاپڻ وچ - هر ڪسي نون پانوڊائين
لالا موهن لڄ نهين آوندي - ذرا نهين شرماوندائين

سچُو ذات صفات دي وچ - سهڄون آءُ سماو نداڻين.“
(سچل)

چينمل نهايت جذباتي ماڻهو هو، جنهنڪري ٿياسافسٽي
شرڌالو نه مغزي سمجهڻ جي غلطي ڪندا هئا. اُمنگ
جي غلبي هيٺ سنڌس صادق شخصيت ڀڙڪڻ لڳندي
هُئي ۽ انساني برادري خواهه مسڪين پوريءَ خاطر
هاري ناري ۽ مظلوم سان سات ڏيڻ لاءِ ڪمر ڪشيندو
هو. هنجو قلب ڪنهن گُرو يڪت هوندي به سندس
مغزي شڪ گمان ۽ هورا ڪورا ڏيکارئي ڪين سگهندو
هو، جنهنڪري فيسبين سوشلزم خواهه آتم واد ۽ گپت
گيان جي رهسيه سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هو.
جنهن به سندس دليلي ۽ بحثي، جذباتي ۽ جولاني
جهڙپن جي جهپاٽ جو مشاهدو نه ماڻيو هو، سو حال
في الحال سندس لفظي سيلاب ۾ لڙهي ويندو هو.
سندس ويچارا ڌارا ۾ وروڌي وهڪرن جو سنگم ۽
سلسلو گهٽ هئڻ سبب سندس من جا اُبڪا ۽ اُيڪا
ٿهڪي ٿهڪي ۽ پڙڪي پڙڪي ليئڙجي پوندا هئا.
چينمل جون سياسي ۽ سماجي ليڪتون به مهل ۽ موقعي
انوسار موزون لڳنديون هيون، مگر ويل وڃڻ پڄاڻا
بلڪل بيسود ۽ بي اثر ياسنديون هيون. اخبار نويسيءَ
جو لاڳاپو ئي اهڙن عارضي بي بقا معاملن سان آهي،
جو پاڻ ڪاڏو پاتل قانون چئجي نه واجب ٿيندو. مشڪل

آهي هڪ ڪلاڪ لاءِ به ڪو اخباري مواد ڇهڻي پري.
تنهن هوندي به چينمل جي ٻج ٻج واري جگياسو
من ورتي ۽ هر معاملي ۾ "هڻ نبي ۽ هڻ نبي" وسرڻ
جي ناهي. ازانسواءِ هو اڻ مٽي انساهه ۽ اُمنگ سبب
اهڙا نب ڏيندو هو، جي نعرا نه بلڪ هوڪا هوندا
هئا. "اچيتو محبوب - اچيتو معشوق!" لاشڪ روي بابوءَ
جو آدرسڪار سونهين، پر اهڙي دهلارين واري ڌمال
مغل دربار جي شيدين جي حبوشي جهڙي ٿي پاسي.
چينمل جو من غيب ۾ جهاتي پائي ادرشت جا اسرار
پسڻ لاءِ آتو هوندو هو، جنهنڪري انهيءَ وشيه تي
انيڪ ليک ۽ چوُپڙيون لکيون ۽ ترجمو ڪيون اٿس،
جن مان سندس پنت جي ٻروڙ پوي ٿي. سندس سياءَ
اپياسي ۽ هردو وشال هو ۽ لاثاني همدردي ۽ صداقت
سبب سڀ جو سڄڻ پاسندو هو. هوئڻ به خالق مجهه
خلق جو صوفي عقيدو روحانيت جو نچوڙ آگهي، جو
ٿي خود چينمل جي ويچار ۽ واٽيءَ مان بـڪندو هو.
هتي چينمل جي اڪيچار مشغولين جو خلاصو نه ڏئي
نٿو سگهجي. سنڌ ۾ ڪـا اهڙي سماجي آندولـن ۽
ساهتيڪ سرجوشي نه هئي، جنهن ۾ هن ملوڪ ڀرو
نه ورتو هجي. ريڊيڪ چڙهيو ته اها ريزش به لاهي ڇڏيي.
ان سمي آءٌ وڃيرو هوس. چپ تي هلڪي ريم ۽
قلب ۾ ڪساران جسم، چاڪاڻ تـ اوهي واهيءَ بنا

اڪيلي سر ڀٽي پئي ڪيس. مگر هي ملوڪ سنڌين ۾ ڀهريون ئي سياسي قيدي هو، جو جليانوالا جي مهرڪي ڀڄاٽا (ڪلالڪي مت ”ڪسڻ جو ڪوپ وهي“ ليک لکڻ سبب خون خرابي ڪرائڻ جي ڪوڙي تهمت هيٺ ”ترلنگ جو تيرث“ ڪري آيو هو. اُنهيءَ سمي اها وڏي قرباني هئي، جنهن هنجو ناماچار چوٽ چاڙهي ڇڏيو. ارمان نه ٿورو ئي پوءِ جو اسهيوگ آندولن سان خلافت جو مذهبي معاملو شامل ڪيو ويو، تنهن ۾ متيپيد سبب هنجي مشهوري ۽ اڳوانيءَ کي گرهڻ لڳي ويو - گرچ ”خلافت آفت آهي“ عقل جو آواز هو. ان ڀڄاٽا اهڙي مذهبي جنون مان جو ديس کي ڇيهو رسيو آهي، تنهنجو اندازو لڳائڻ ئي مشڪل آهي. اسهيوگ آندولن هڪ قسم جو سيلاب هو، جنهن ۾ جذبي جي شدت سبب لوڪ لڙهي ويا ۽ اڳ پوءِ جو انديشو ڪندڙ سڄاڻ پنهنجو آب مان کوهي وينا. اهڙي ريت شريمان ڄيٺمل جي سماج اُوج جو سموري مدائتو سماپت ٿي ويو ۽ مسز بيسنت جي هوم رول ليگ خواهہ سنڌس ”پارتواسي“ هڪ افسانو ٿي رهجي ويون.

مون ڀهرين هن ڏگهہ مڙس کي هومسٽيڊ هال ۾ تقرير ڪندو ٻڌو هو. ياد نه اٿم ته ڪهڙي وشيہ تي ٿي ڳالهايائين. هونئن به هو اوپارا لهوارا رايا ۽ انومان،

جيتون ۾ حوالا ڏيندي اهڙي پلٽ پلٽان ۾ پوندو هو، جو مول معاملو رومالن ۾ ويڙهيل گرنٿ وانگر ڏيکجي ويندو هو. باقي رهندي هئي سندس فصاحت ۽ انوکي علميت جي ٻڪار، جا مغز جي ورن پيچن ۾ پئي وراڪا ڏيندي هئي. مان هوس ته بنهه ڪورو ڪاغذ، مگر نئون پانيان ته هنجي اٿاهه علم منهنجي اجاڻ ۾ ڪو خاص اجالو آندو. هن جهڙي ودوان کي سمجهڻ لاءِ جا جاڻ کپندي هئي، سا مون ۾ اڃا پرگهٽ نه ٿي هئي.

# سچل سرمست

”مست رهي مئخاني اندر - منگ وٺي سي مستي
مستي مان ناسر سڄاڻي - لنهنجو ڪم ڪمبختي
ٻيون سڀ ڳالهيون ڪوڙيون سڄا - سچو عشق اَلستي.“

هن بندي جي سر ۾ نہ رهي آهي ڪا مستي نہ ڪا نہ سچ جي پوري پرجهہ، جو سنڌ جي هن ٻي پاڪ شاعر تي مؤثر قلم رائي ڪري. واقعي مون اهو جام اَلستي پيتو ئي ناهي:-

”لطف مئي تو ڪيا جاني واعظ
اڙي صاحب، تولي تو پيا هي نهين!“

جن مؤلا جي مردن اها چڪي چکي، سي سنت ئي سڙهہ سانباهي، وڃي ڪيڇين قراري ٿيا. سقراط اهـا سرڪ پري تہ زهر جو وٽو پيار پائونس ۽ ڪرست کي ڦاسيءَ تـي لٽڪايائون. انهن ٻنهي پلارن تي تهمت هئي تہ جوانن کـي گمراهہ ڪري سماج اندر خلم ٿـا مچائين. فلسطين جي رومن گورنر ڪرست کان پڇيو، ”تون جو سچ جي هام ٿو هڻين، ٻڌاءِ اهو سچ ڇاهي؟“ ويچارو ڪرست اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. هو ڏرماتما هو نہ ڪ ترڪ آتما (Logician)، جو سچ جي وياکيا پيش ڪري. هولنن بہ جي اهڙي هوڙهيائي ڪري ها تہ

يھودي ڪٽر پرست ۽ رومن حاڪم چڙهي ڪين ٿيئس ها. هتي وت سچ جي معنيٰ هئي فلوس پرستي ۽ طاقتور جي حمايت، مگر ڪرست وٽ سچ جي معنيٰ هئي مفلسن ۽ مظلومن سان همدردي. ساڳيءَ ريت نيوٽن، آڪرشن شڪتيءَ (gravity) تي اُپٽار ڪئي ته مذهبين مٿس ڪفر جي فتويٰ صادر ڪئي، ۽ ويچاري گئليلو جو ساهه قبض ڪري ڇڏيائون ڇاڪاڻ ته هن سڃاڻ ڏيو، ته ڌرتي گول آهي ۽ سج جي چوڌاري ڦري ٿي. فرانس ۾ روسو ”ايملي“ ۽ ”سوشل ڪانٽرئڪٽ“ لکيو ته موت کان پاڻ بچائڻ لاءِ روپوش ٿيڻو پيس. هن ڌرم پال ديس ۾ گوتم جي حياتي وهه ڪري ڇڏيائون، گرو ارجن کي تتل تئي تي وهاريائون، ۽ مهاتما گانڌي کي گولي هڻي شهيد ڪيائون. مسلمانن ۾ غزالي، ابن رشد، ابن العربي، امام رباني، مؤلانا رومي جهڙن عالم فاضل بزرگن کي ڪافر ۽ باغي سمجهي ساڻن نهايت اجوڳو ورتاءُ ڪيو. ڪٽرپڻو ڇا نه ٿو ڪري سگهي؟ هن دؤر ۾ هٽلر استالن مسوليني جا ڪارناما پڙهندي لڱ ڪانڊارجو وڃن. لاشڪ سچل تي به رياست جي ميرن جو همت نه هجي ها ته مخدوم ۽ ملان کيس شهيد ڪري ڇڏين ها، يا بلاول وانگر جنڊري گهاٽي ۾ پيڙائي ڇڏين ها.

سچل لامذهب صوفي هو. سندس شعر ۾ مذهب

تي ابڏي نہ تنقيد آهي ۽ تعصب تي ڦٽڪار، جو اڄ تائين بلخ بخارا، سمرقند ۽ استالن آباد جي ڪميونوادي ۽ مومن ڪانسواءِ ڪو اهڙو ساماڻو ناهي، جنهن اهڙو جوهر ڏيکاريو هجي. فرانس جي اينسائڪلو پيڊسٽ جي مذهب تي نڪتہچيني سگهي دليل بازيءَ تي ٻڌل هئي ۽ جرمنيءَ جو ليوٿر نہ هوئي ها تہ جنهن ريفرميشن يعني عيسائيت کي سڌارڻ تي چاهيو. البت والٽيئر جهڙن طنزي ساهتڪارن مذهب تي ڪافي ٺٺولي ڪئي آهي، پر يورپ ۾ اهڙو سرمست ڪو مشڪل لڀندو، جو سچل جيان نغاري تي ڏونڪو هڻي چوي:-

”دين ڪفر اسلام مذهب - اول ڇڏڻ درڪار“

يا

”اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ ٻڌيجي
دين ڪفر اسلام ۾، عاشق ڪڏهان نہ اڙيجي.“

انهيءَ لامذهبيءَ جي جنبش آخر اتي تي پهچي جو چوڻو:-

”جان جان مسجد مندر مناري، نهين سي ويران ٿيون
تان تان راهہ قلندر والا - حاصل ڪڏهان نہ ٿيون.“

روس ۾ استالن مسجدون ضرورت کان زيادہ ڏسي، وڏيڪ مسجدون ٺهرائڻ تي روڪ وڌي، پر جويت نہ ٿيس تہ اڳيئي ٺهيل مسجدون ۽ ڪليسا ڊهرائي مذهب جي بيخ پٽي ڪڍي. روس ۾ اهڙو پرچار ئي

نہ ڪيو اٿن. جھڙڪري مسجدون اڃ بہ قائم پر ويران آھن، ۽ بخارا جي جامع مسجد جو امام نمازين جي عدم موجودگيءَ ۾ ڪانگ وينو اڏائي. باقي يورپي ساھتيہ ۽ ياون يانيٺن جي ڪرتوتن ۽ مدت خارج پراچين پوستڪيءَ جون تڇون اڏايون اٿن. انگريزي ساھتيہ ۾ انھيءَ طعز جو جھڪو عڪس ملي ٿو، ڇاڪاڻ تہ انگريز واپاري ۽ راڏاويڙي (Compromising) قوم آھن. تنھن ھوندي بہ برائوننگ جھڙي ويچاروان ڪويءَ، جا ياون جي افعالن جي اوگھڙ ڪئي آھي، سا پڙھڻ لائق آھي. باقي اناتول فرانس جھڙو نھايت پر لطف ۽ بي باڪ ليکڪ واڄھہ وجھندي بہ انگريزي ساھتيہ ۾ ڪو مشڪل ملي. ھونئن تہ يورپ ۾ فرانس جا رھاڪو وڏيڪ ذھين ۽ تيز فھم آھن، جھڙڪري سنڌن سڌ پڌ، ھوش حوصلي، لطافت ۽ ظرافت، حاضر جوابي ۽ خوش طبعي سان ورلو ڪو پر ميچي سگھندو. شايد انڪري ئي سنڌن اعليٰ نثر جو دنيا جي ٻي ڪنھن ٻوليءَ ۾ ثاني شريڪ نٿو ملي. ٻين وت شعر جھجھو آھي، جو ادبي ذوق جي ابتدائي منزل آھي. اسان وٽ سچل جي دوَر ۾ نثر عدم پيدا ھو، جھڙڪري ان وقت جي شاعرن نثري نوع جي خيالن جي بہ تڪ بندي ڪئي آھي. سچل جي اھا تڪ بندي سندس زماني جي حالتن جو عڪس آھي ۽ اڪثر فوٽوگرافي يا خاڪ ڪشيءَ ڏي مائل آھي.

ان ۾ لطافت ۽ ظرافت عيوض عين حقيقت نگاري آهي، جا سوختھ دل مان ملن جي توڙھ. تنھن لاءِ ضروري سمجھي اٿس:-

(۱) "ملان ڪارڻ مانئين - ميان خطبا پڙھن ٿا خاصا
هلي اچن ٿا ڪٺا جيان - ميان هٿ ۾ ڪيئو هاسا
جڙي وهن ٿا مانئين تي - ميان ڪکيون ڀرن ٿا پاسا
ملا چون ٿا ڪين کيون ٿا - ڪائي وڃن ٿا ڪاسا
سچو سچ چوي تو ظاهر پيئون گھمن ٿا باسا.
(خطبا = اُپديش، باسا = ڪارمنهان، هاسا = منڌي سان ڏگھي لت)

(۲) مسجد دي وچ ڪاڻ ٽڪر دي -"ڏيون بانگ ملواتان
منھن چٻي ڏاڙھي ڏنگي - خام پڙھن خلواتان
عام ليکي روزي رکندي - نت ڪاوڻ ديان آفاتان (مصيبت)
سچل راھ نہ اها سچ دي - بوھ واليان بيا باتيان"

سچل پاڻ جھڙ ۾ لوڻ مرچ وجھي خشڪ نان تي تڳندو هو، ۽ مٽي تي ٽوپي، بت تي چولو ۽ هينان گوڏ ٻڌندو هو. هو مير جو يار هو، جنهن وٽ بوڙ پلاءَ جي ڪمي ڪانہ هئي. مگر هن الله لوڪ جو عقيدو هو:-

• هئي نان جوين مرغ ومزعفر سي زياد هہ
ٽوپي هئہ ميري تاج سڪندر سي زياد هہ
وسعت هئہ ميري گھر ڪي ڪشور سي زياد هہ
هئہ دولت جاويد پسيني ڪي ڪمائي

آئنہ سي اعليٰ همٿ ميري دل کي صفائي.
جنهجي دل آئيني جهڙي صاف آهي، تن لاءِ ديوڊو بہ غنيمت آهي، باقي لباڙي ۽ لغور، دنيي ۽ دغاباز جاوائي شکم پرستيءَ لاءِ آهن. سچل اهڙن شخصن جي خوب گوشمال ڪئي آهي.
سچل ڪنهنجي حڪم وهيٺو نہ هو. هو ڪنهن بہ مذهبي يا سياسي نظام جو مطيع نہ هو. سندس اندر، اهڙو اُجارئل هو، جو هن کي ويد قرآن، پير پيغمبر جي حڪم جي ضرورت نہ هئي. انتر جوت ئي سندس گرو پير هئي. جاتائين تي تہ انسان ذات جي ترقي ۽ روحانيت جو راز روشن دماغ ۽ صادق قلب ۾ سمايل آهي. پيو تہ آزاد روح ئي غلام سماج کي آزاد بڻائي سگهن ٿا، نہ ڪ آهي جن پنهنجي دل ۽ دماغ جي واڳ پور يا ٻئي ڪنهن سوارت لاءِ ٻين جي سپرد ڪري ڇڏي آهي. آزادي، انسانيت ۽ شرافت لاءِ آڪسيجن مثل آهي. ارمان تہ هن هندري ترقي ۽ نيڪمالاجيءَ جي يڪ ۾ ماڻهن سرهوڪ سهنج سک ڪسي حياتيءَ جو مقصد سمجهي زالن وانگر سوچڻ سمجهڻ جي واڳ ٻين جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏي آهي، ۽ خطرن سان پرهل آزاديءَ واري مردائي ڪرتب کان ڪنارو ڪري ويا آهن. اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن ڦهلجندڙ علم جي زماني، ۾ بہ ماڻهو پنهنجي عقل هلائڻ عيوض پوسٽر ۽ پرچار جي

شڪار بڻجي رهيا آهن. سچل اهڙو هيڻو، ڪم عقل ۽ ڪمزور شخص نه هو. هو پنهنجي ضمير کي طلاق ڏيئي ٻين جي پٺ نه وٺندو هو:-

”پنهنجي ۽ ڄڄ نه ڄل - منجهه تماشي نه ٻوڙ
گهوٽ ٿي ۽ تون پار ڪي، ڪر هنگامو هل
ٻول ٻيءَ نه ٻل - وٺج حال حلاج جو“

هي انقلابي روح جو آواز آهي، نه ڪنهن جي ٻاڪار جا ريدار پنيان ٻي ٻي ڪندي ڪهڙي ٻه اوڙاهه ۾ ڪاهي پوندي آهي. سچل اڪيون پوري ڪنهنجي ٻه پوئلڳي ڪرڻ نٿو چاهي، نڪي هٿان، استان ۽ مسولني وانگر سرخ سياهه خاڪي چولا پهرائي پنهنجي پنيان هلڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري. هو نه ڪنهنجو جاهه جلال، شان شوڪت ڏسي جهڪي ٿو وڃي، نڪي ٻين کي پنهنجي عقل علم ضمير خلاف جهڪائڻ ٿو چاهي. اها واقعي هڪ آزاد روح جي اعليٰ خصلت آهي جو نه پاڻ هيسجي نه ٻين کي هيسائي، نه ٻين جي گردن تي سوار ٿئي، نڪي ٻين کي پاڻ تي سوار ٿيڻ ڏئي:-

”پير مريد نه ٿيءُ تون هرگز- ماڻهج موج مستاني
مخدومي ۽ شيخي پيري - خام چڏي ڏي خامي
پٽ دعا پاراتــي واري - نــاهه راهه ربانــي
هرڪو پنڪو پنهنجو رکي - سچل ڪم آساني“

هن سمي جڏهن پانت پانت جا واد وواد ولوڙ ۽

ولولو پيدا ڪري رهيا آهن ۽ جڏهن هتان نسيم خاطر سان لک پهو ڏين جو ڪوس ڪرائي ڇڏيو ۽ استالن تقريبن پنهنجي سيني آڏاتن انقلابي رفيقن کي موت جي منهن ۾ ڏنو، ايتري قدر جو سندس ظلمي ڪارنامن خلاف خود روس اندر ايڏي قلبي بي آرامي پيدا ٿي آهي، جو سندس جانشين اسڪيٽو مان ڪٽي ويا آهن، تڏهن سچل جو مشورو ته ”هرڪو پنڪو پنهنجو رکي“ يعني هرڪو پنهنجي سر سوچ ويچار ڪري سگهي ۽ ڪنهن ديني ڌرم، پوٿي پستڪ، نيتا نبيءَ جي اکيون پوري پيروي نه ڪري، تنهن خاص ڌيان لهڻو. جي ماڻهو پنهنجي سر مغز هلائڻ نه سگهندا ته پارٽي بازي ۽ واد وواد، هڪ طرفي پرچار ۽ بي ضمير گرڻگن جي ونگ ۾ اچي ائين ڪسجي مسجي ويندا، جئن گذريل ٻن عالمگير جنگين ۾ ٿيو آهي. جيڪڏهن انسان سوچ ويچار جي خدا داد ذات تان هٿوار هٿ ڪيو، ۽ اندر جي آواز کي تلانجي ڏيئي روح جي راز نياز کان نا آشنا رهيو، ۽ رڳو تن بدن جي سک کي حياتيءَ جو مقصد سمجهڻ لڳو، ته مهاڻ او ڇتو هٿ ٻروڄن ۾ جو شڪار ٿي ويندو، ۽ پنج لک ورهين جي عرصي اندر جا گهٽي ڪشالي پيا ٿا ترقي ڪئي اٿس، سا تنزل ۾ بدلجي ويندي. هن وقت انسان وٽ ڪافي علم هنر طاقت آهي ته زميني زندگيءَ کي سرڳ بڻائي يا نرڳ، انڪري

سڀ ھر ڪنھن کي پنھنجي سر سوچ ويچار ڪرڻ جي ھدايت تہ ڪري ٿو ۽ اکيون ٻوٽي پوئلڳي ڪرڻ يا سگھڻي اقتدار يا وديا پارٽي يا ليڊر يا مذھب اڳيان سر جھڪائڻ کان منع تہ ڪري. ھو چاھيندو تہ انسان جي حيثيت ۾ ھرھڪ انسان تي ذميواري آھي ۽ وويڪي ۽ ويچاروان بڻجي، ۽ ڪنھن بہ صورت ۾ اھو ڪرلب مذھبي يا سياسي پيشوائن جي ھٿ ۾ ڏيئي لپ چڏي ۽ ائين ڪندي ڪو بہ پاپ داغ نہ ڪري:

سچ تہ چون، ڪنھن کي وٽي نہ وٺي
ڪوڙي دوستي ۽ جو دم، ٻٽي نہ ٻٽي،

عام ريت ڏٺو ويو آھي تہ حريف ۽ ھيجوا اھڙن ئي پاڪ روشن دماغ شخص کي خود خيالي يا چريو چوندا آھن. ھو ايرنڊز سڀ کي سلام ڪرڻ يا جھڙولڳي واءُ تھڙي ڏجي پٺ کي ئي سياڻپ سمجھندا آھن. واقعي اھڙي سولي ۽ سستي ڏاھپ مان جھجھا سھنج آھن. خلق سان گڏجي نعرا ھڻڻ ڪو ڏکيو ڪم ناھي، ۾ پنھنجي پيرن تي بيھي ھالو چالو ويچار وھنوار ورڻ رايو ڏيڻ سان گار مار جو امڪان آھي. ليڪن اھو بہ صاف آھي تہ جيڪي ھالو چالو وھڪرن ۾ وھي وڃن ٿا ۽ طوطي وانگر ٻين جا رايا دھرائين ٿا ۽ روش نقل ڪن ٿا، تنجي ذھني ۽ قلبي ترقي اتي ئي ختم ٿي وڃي ٿي. ان ڪري سڀ تہ چوي:-

”ڇري ڇري ڪين ڇڙ - ڇڙيو آهي لوڪ
جو ڇريءَ لڌو ٿوڪ - سو سچل ناهي سڀ ڪنهين.“

واقعي اهو ٿوڪ (شيءِ) جو ڇريءَ لڌو آهي، تنهن ۾ انسـت جيون جو املـڪ رهسيه سمايل آهي ۽ قومن جي آزادي ۽ خوشحاليءَ جو انوکو راز. اهو ٿوڪ آهي اندر ۾ اڀرندڙ جذبي جو جولان، دماغ اندر جرڪندڙ شعلي جو شرڙات، روح اندر دبيل تمنا جي جهاڪ جا قلبي اندڪار ۾ اجالو ۽ بشري زندگيءَ ۾ آب تاب ٿي آڻي. انهيءَ ۾ قومن جي آزادي خواهه فرد جي ترقيءَ جو اسباب موجود آهي، ڇاڪاڻ ته اهو جنون همت ۽ مردانگي تو پيدا ڪري، مشڪل کي آسان تو بنائي ۽ ناشدنيءَ کي شدني ڪري ٿو ڏيکاري.

هن نندي ليک ۾ مون سچل جي باغي طبيعت ڏي اشارو ڏنو آهي، جنهن مان شايد ڪي ڪم عقل سمجهندا ته هو خودي پرور ۽ آبي شاهه هو. مگر باغيءَ جو مطلب آهي اهو شخص جنهنجي وجود ۾ بي آرامي آهي ۽ جو ٻين کي به بي آرام بڻائي، ڪنهن اعليٰ مقصد لاءِ همڪار ڪري ٿو. قدرت اهڙن شخصن کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪندي آهي ته عوام کي سست ۽ موتر ٿيڻ کان بچائين، جئن دنيا بيننل پاڻيءَ جو دبو بڻجي نـه پوي. اهڙا شخص زندگيءَ ۾ نئون وهڪرو آڻين ٿا ۽ ايامن جي ڪني تيل گند غـلاضت کي ڌوئي صاف

ڪن ٿا. هو آئيندي جا علمبردار ۽ اُتشا جا آثار آهن. هو نه ته آزاديءَ جي معنيٰ چڙواڳي يا هوڙيائي ناهي. نڪي خام خيال جي تجربي ۽ علم جي اڻاڻ سبب غلبو ڪندا آهن. آزادي گهڻي تربيت ۽ محنت، ساڌن ۽ سنجم جو نتيجو آهي.

سچل سنڌ جي هند ڪي وڏي سوغات آهي، جا سڪ سان سانڍڻ اسانجو فرض آهي. ارمان ته اسانجا ڪي پائر هيڙي دلير درويش ۽ روشن فڪر بزرگ، لاثاني اديب ۽ حق پرست جو قدر ڪرڻ نه سگهيا آهن ۽ سندس رسالو جنهن تي ڪنهن به سچاڻ قوم کي فخر ڪرڻ گهرجي، سو تعصب ۽ تنگ دليءَ جو رد عمل آهي. اهڙي روح جي جلال کان منهن موڙي خدا جي برڪت کان منڪر ٿيڻ جي برابر آهي. جن جمار پر جان جلائي جڳ کي جيارو، سي قسمت جي ڪلور سان مري نٿا سگهن. سچل زنده آهي، ۽ هي زمانو جنهن جي در و ديوار خواهه دل دماغ تي سچل جي آزاد روح ۽ برقي خيال جو نقش اُڪريل آهي، سو تعصبي ۽ تنگ دل هرگز ميٽي نٿا سگهن. ڀل ڪٿر شڪتيون عارضي طاقت جي انڌ ۾ انساني جلال جمال، علم عقل، حسن هنر جا عظيم يادگار ميسارڻ جي ڪوشش ڪن، مگر سندن قبيح ڪاررواين جي باوجود سچ جو نعرو سدا بلند رهندو ۽ انسان ذات جو قديم

قافلو انڌڪار مان منزلون طيءِ ڪري روشنيءَ ۽ آزاديءَ طرف قدم وڌائيندو رهندو. مدمغز سچل ۾ جو لافاني سچ آهي، تنهنکي باطل ٻڌائي نه ٿا سگهن. اهو سچ هوائن ۽ فضائن ۾ ڦهليل آهي، آفتاب جي ڪرڻن ۽ ماهتاب جي ترورن ۾ موجزن آهي ۽ هن پلاري زمين جي اُره ۾ اُڪريل آهي. خاطري آهي ته مذهبي مدمغزي ۽ تعصب جي آگ انساني روح جي ازلي آزادي ۽ همدرديءَ جي خصلت کي نگهو سار ڪري نه سگهندي ۽ ادو انسان سوين سؤر سهندي پڻ ٿاٽا ٻه اهڙي انڌڪار اندر اُجالو آڻڻ جي ڪوشش ڪندو.

سچل حق پرست اعليٰ دماغ، فراخ دل، همدرد انسان هو. هن جهڙو آپي شاهي ۽ جبر جو مخالف، دنيا ۽ فريب جو دشمن، آزاد خيال ۽ بي ڊپو شخص واجهه وجهندي ٻئي کو ڳولبو ليي. هن وقت هجي ها ته انقلابي ٻڌجي پوي ها. سندس صدق ۽ دل جي صفائي، محبت ۽ قرب سنگدل کي به موم بڻايو ڇڏي:

”جي هئين عاشق ته پرسِ مينهن محبت جو وساءِ
ساهه جو سانگو ڪرين ته پير هن پڙ ۾ نه پاءِ“

هن الله لوڪ سر تان اڳيئي آهو پلي ڇڏيو هو، تڏهن ته اهڙي بي ڊپائي ۽ جرئت ڏيکاري اٿس. هن پنهنجي جيءَ سان جنگ جوٽي ۽ جڳ جي بڇڙائن خلاف

صدا بلند ڪئي. سندس وقت ۾ مذهبين جو بول بالا هو ۽ شايد هنوقت به ڪن هنڌ آهي، تنهنڪري هن انهيءَ زهري ذهنيت خلاف پڪاريو:

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا -
شيخي پيريءَ بزرگيءَ بيحد ڀلايا
ڪي نمازون پڙهن نوڙي - ڪن ممبر وسايا
اوڏو ڪين آيا - عقل وارا عشق کي."

ڀلا جن روحاني شراب جا جام ڀري پيتا، سي ظاهري ڏيک ۽ ويک ۽ ملمع جي اثر هيٺ ڪيئن ٿا اچن: "جن پيالا پر ڪر پيتا جام - سا دل مستو مست مدام"

هي عاشق صادق عالم فاضل ۽ بي پاڪ هوندي به نهايت نهٺو هو. اها نزاڪت ڪا ظاهري ڍونگ يا ملمع يا ڏيک نه هئي، جا اڄ ڪلهه جي ڪن لکيتن مان نروار آهي، جن لکيت جو اڌ نه رڳو آقائي محترم جي صفت ثنا ۽ بيسود لفاظيءَ سان لبالب آهي. نهٺائي شريف روح جو سينگار آهي، جو قولبندي ۽ بوٽ بوسيءَ مان نه جاڻبي. ارمان ته سنڌي ادب جي آزاد طبعي جا نڪي هوڙهيائي نکي بدفضيلتي آهي، سا درٻارين جي چرب زبانيءَ ۽ بلفضوليءَ ۾ دٻبي ٿي وڃي. اسانجي بزرگن اها ايذنگي ۽ غلام طبع وات نه ورتي ۽ پنهنجي نهٺائيءَ جو اظهار هن سهائيندي نموني ڪيو:-

”پوين آءٌ نہ اصل ڪان آهيان، گولو غلام تنهنجو
آهي ذوق شوق سهڻا - مونکي مدام تنهنجو
جي آهن اوهانجا، سي نا وسارجو ميان
مون تي آهي مقرر - سائين سلام تنهنجو“
يا
”نماڻي دا نڪڙا جيون تيون پالڻا
ميري آهيان، مندي آهيان، بيشڪ بدي آهيان
ڏکين منهنجا ڍولڻا - عيب نہ ڦولهڻا“
ڪيڏو نہ فرق آهي هن سچي نهٺائي ۽ حليمائي ۽
اڄڪلهہ جي آقائي فيض ماب، بلند اقبال وغيره - واقعي
اهي سرون جي اسانجا ليڪ ڀهنجي کوکلي ۽ بيسود
علميت تي ڍڪ پوش وجهڻ لاءِ ڪم آڻين ٿا. تنهن
مان سندن عقل ۽ علم جي اٽاڻ صاف ظاهر ٿيو پوي
۽ غلام طبعي ۽ ضمير فروشي پڻ. سچل بي ڊپو ۽ جرئت
پريو انسان هوندي بہ نهايت حليم هو ۽ اها حليمائي
بلڪل سياڻپ ۽ سول نموني ظاهر ڪئي اٿس.
مون هن ننڍي ليک ۾ سچل جي شعر تي ڪا
تنقيد نہ ڪئي آهي. ڇاڪاڻ تہ سنڌي ادب ۾ آلوچنا
اسري نہ آهي. بيو تہ مونکي رسالا ياد نٿا پون، ڇاڪاڻ
تہ رسالا جوڙيندڙ جهونين روايتون، فلسفا، ڪهاڻيون
وغيره ٿا ڏين، جنهن ور ور ڏيئي کوٽ ڪرڻ ۽
موجوده علم جي اعليٰ افشار کي نظر انداز ڪري ڇڏڻ

واجب نٿو لڳي. باقي ڪافيون ۽ ڪلام بہ جن پيار، جن ۾ لفظن جي اُچار خواہ ڪلام تي ايڏو ڌيان نٿا ڏين، جيڏو گلي جي ورزش تي:
”اگر قران بدين نمت بخواني - ببري رونق مسلماني“
سوال آهي سچل جي قلب ۾ بغاوت جو ڀڙڪو ڪاڏو؟ اهو سوال سڀني سنڌي صوفين سان لاڳو آهي. تصوف جي معاملي تي بحث ڪي صديون اڳ ختم ٿي چڪا هئا ۽ تهانپوءِ صوفي شاعرن عمر خيام جي اوٽ تي شراب ۽ ساقي وغيره ۾ مخفي مصنائون پري حرفت سان راز پي وائڪو ڪيو تہ نڪا جنت آهي نڪو دوزخ، نڪو خدا آهي لڪو ڪعبو جيڪي آهي سو ماڻهو خود آهي ۽ هوءَ ئي پاڻ تان غلاميءَ جو طوق لاهي روحاني آزادي حاصل ڪري سگهي ٿو. مگر اهو زمانو جهالت ۽ تعصب جي انڌڪار سان ڀيسٽيل هو. توهان سيد احمد سرهنديءَ جو نالو بہ و هوندو. هنڪي شاهہ جهان خوفناڪ ڏوهي سمجهي گواليار جي قلعي ۾ قيد ڪيو هو. اورنگزيب جڏهن ملتان جو گورنر هو تہ هنتي انهيءَ شخص جي تعليم جو اثر پيو. انهيءَ سمي ملتان مذهب جو اڏو هو - خاص ڪري ڪرستين جي پاڇ پچائا اُتي تعصب جي باهہ پي ٻري. سنڌ جا ڪلهوڙا بہ انهيءَ تعصب جي وٽ ۾ آيل هئا، جنهنڪري بين زياد تين سان گڏ هنن خود مومنن لاءِ

فرمان جاري ڪيا هئا ته سيدن ڏاڙهيءَ جي ڊيگهه
ڪيڏي هجي. مان انهيءَ زماني جي چرياڻن جي وچور
ڏيڻ واجب نٿو سمجهان. فقط اشارو ڪافي آهي ته
مغلن جي زواليت وقت سڄي ڏيهه جي حالت افسوسناڪ
هئي - خاص ڪري سنڌ جتان نادر ابداليءَ جنون
فوجون لنگهيون هيون، اتي جي حالت دکدائي هئي.
خود شاهه جي وقت ڏاڙيا (مغل) پاڻکي تيسمار سمجهندا
هئا، ايتري قدر جو خود سيدن جي ڪرم ۾ نياڻي
ڏيڻ بي عزتي تي سمجهائون. اهي نسلي غرور ۽ مذهبي
تعصب، لوٽ مار ۽ تاناشاهيءَ جا راڳا ايامن کان سنڌ
۾ چالو هئا. خيرپور جي ٽوڙ ۾ ڪٽر مذهبين جي ڪمي
نه هئي. سچل کي سنگسار ڪري ڇڏڻ ها. مذهبي
ڪلما ماڻهوءَ جي کهڙي به بڇڙائي معاف ڪرڻ کان
هڇڪندا آهن. چوندا الله غفور آهي جو خونيءَ جو
خون معاف ڪري. پر هو ڪفر معاف ڪين ڪندا.
هو سمجهن ٿا ته آزاد خيالي ابليس جي دماغ جي
شرارت آهي. بهترين مومن اهو آهي جو مائوسي تنگ
جي مجاهدن جيان قرآن ڳچيءَ ۾ وجهي آيتون اوڳاريندو
وتي. اوائل کان اسلام جو لاڳاپو وحشي خونريز حاڪمن
سان رهيو آهي. ڪلما انهن حاڪمن جي افعالن تي
روڪ وجهي نٿي سگهيا. منجهن سمرٿي نه هئي جو
هنن جي ظلم ۽ وحش ڳريءَ جو مقابلو ڪري سگهن.

انڪري اشرافن زهر جو ڍڪ پيري ظالمن جي ساراهه ڪري پنهنجي ڪل بچائي. هتي ممڪن ناهي ته صدين جا دوزخي ورق ورائجن، گرچ اها ڄاڻ ضروري آهي. انهيءَ سمي ڪنهنکي مجال نه هئي ته حاڪم خلاف ٻڙڪ ٻاڪي. صوفين انهيءَ زماني جي ظلم ۽ ٽانا شاهي، تعصب ۽ تنگدلي، لوٽ مار ۽ خلق آزار خلاف اٿسديءَ ريت هوا بلند ڪئي، ڇاڪاڻ ته ڪليو وڙهڻ جي منجهن شڪتي نه هئي. ميرن جي زماني ۾ سنڌ وڌيڪ رهائجي وئي. ٽالپر شيعا هئا ۽ بين سان هروڀرو ڪونس بازي نه ڪندا هئا. هو شڪار ۽ ڀنگ جي وٽي تي قانع هئا. مير جي درويشن سان دوستي هئي ۽ خاص ڪري سچل سان الفت. سچل جي سرمستي به ڪاروڃي نشين جي خرمستي نه هئي. هو ڪو به نشو نه ورتائيندو هو. حالانڪ ثابت علي شاهه جهڙو شاعر جو ڀنگ جو وٽو چاڙهي مرثيا پڙهندو هو. سچل ذهين ۽ جذباتي شخص هو ۽ امنگ جي اثر هيٺ شعر چوندو هو. هن جهڙو دلير، سچار، نيڪ دل، آزاد خيال، انسان دوست ڪو ڳوليو لڀي. بهتر ته هرڪو سنڌي هن وانگر پنهنجو هوش هلائي مذهبي ڌنڌلن ۾ ڌڪجي نه وڃي ۽ سماج اندر اڪيچار برائين خلاف بي باڪ صدا بلند ڪري.

# يڌشٽر

يڌشٽر مهاڀارت جو هيملٽ آهي، جنهنکي قدم قدم تي وويڪ جا وڍ ٿا پون. هنجي اندر ۾ ڌرم اڌرم، ڀلي بري جا سوال ٿا اٿن ۽ جيسين انهن سوالن جو ويسهه جوڳو جواب نٿو مليس، تيسين هٿ پير هلائڻ کان نابري ٿو واري. البت هو سولي ۽ سادي جواب ملڻ سان راضي ٿي ٿو وڃي. اهو انڪري آهي جو هو هو ڌرم شاستر ۽ هلي چليءَ جو پابند ۽ پراڻڪ مَن ورتيءَ جو ماڻهو آهي. هو نه بس هندو شاستر انوسار شاستر جي آگيا ۽ ابي ڏاڏي وارو وهنوار ئي ڌرم آهي. اهوئي ست آهي - پوءِ ماڻهوءَ جو عقل ۽ وويڪ مڃي يا نه مڃي. جڳ جا مڙئي مارگ ۽ پنٿ اهڙي آگيا ٿا ڏين ۽ روءِ سوءِ سوچ ويچار کان منهن موڙي، پرپوڙن ۽ پرڀوگ کان هٽي ٿا وڃن. گروءَ جو ٻول ۽ گرنٿ جو واڪ آهي ست وچن - پوءِ اهو نيمن حالتن سان ٺهڪي اچي يا نه. يڌشٽر سچار تيرڻ جو يتن ٿو ڪري - شايد ڪوشش کان وڌيڪ ڏيک ٿو ڪري. سندس سڀاءُ ڍلهڙو ۽ ارادو ڪمزور آهي، جنهنڪري ٻين جي رائي کي حد کان وڌ اهميت ٿو ڏي. هو

بر منتريو، پورڙو، سڏڙيو ۽ ٻچ ٻچيو پيو لڳي. هن کي ڪپي ناموس، جنهن لاءِ بار بار ڀڳيون، دان، ڪريائون ڪري لوڪن جو ڌيان پاڻ ڏي ڇڪائي. هاڻوڪن ليڊرن وانگر سدائين انهيءَ سوداءَ ۾ آهي ته سندس نالو اخبار ۾ پوي ۽ لوڪ سندس ملوڪ مهانڊو ميڙن ملاکڙن تي ضرور ڏسن. اهڙا شخص اشاعت جي خفتان ۾ غرق آهن. شخصي ريت يڌشٽر ۾ نڪي ارجن جي ويرتا ڪشلتا ۽ مٺيان، نڪي ڀيم جي دريتا ۽ دريوڌن جي ٻرٻل اڇا، نڪي ڪرڻ جي غيرت نڪي ڪرشن جي عرفت. تنهن هوندي به هرڪو هن هڏي ٻنا ليڪٺي ماس جي پتلي کي پسند تو ڪري. خود مهرشي وياس جو منش سياءَ جو جاڙو آهي، سو هنکي ”اجات شترو“ جو لقب ٿو ڏئي، ڇاڪاڻ ته منجهس ايڏي همت ئي ڪانهي جو ٻين کي ناراض ڪري. الڪري سياويڪ ٻيا به هن سان شخصي ويـر ڀاو نٿا رکن. يڌشٽر جو خسي پڻو سندس من جي منجهيل اوستا ۽ ڏبل سياو سبب آهي. تنهن هوندي به سندس خواهشون سندس لياقت کان گهڻو وڌيون آهن. واقعي منجهس جوالا ناهي جا سندس ڪامنائن کي ڪاميابيءَ تي رسائي. هو چاهي ٿو ته ڌرماتما ۽ چڪروورتي سمراٽ ليکجي. ليڪن اهو بار پنهنجي پائن جي ڪلهن تي وجهي ٿو ڇڏي. سندس سڦلتا ارجن، ڀيم ۽ ڪرشن جي ڪارنامن سبب آهي.

پنهنجي سر هو پانڊون لاءِ ڪمزوري ۽ ڪشٽ جو
باعث آهي. وڏو ڀاءُ هئڻ سبب هو سنڌن رهبر آهي،
پر ليڊريءَ جي هرگز لائق ناهي. راڄ ڀاڳ، ڀائر ۽ جوءِ
جوئا ۾ هارائڻ تي شرم نٿو اچيس. چوي ٿو جوئا کيڏڻ
کان انڪار ڪري ها ته ڪورو سمجهن ها ته راند ڪرڻ
کان ڊڄي ويو آهي ۽ لوڪ کيس ڪانئر سمجهن ها.
اهو عجيب دليل ڇٽبو. لڙائيءَ ۾ گهيري هيٺ اچڻ
جو ڊپ ٿو لڳيس ته پنهنجي کل بچائڻ لاءِ ابهم ابيمنيوءَ
کي اڪيلو ويوهه ۾ موڪلي جنسي هنجو خون ٿو
ڪرائي. هنجي چوڻ تي ڪو ڌيان نٿو ڏئي ته ويوهه
مان نڪرڻ جو فن نه ايندو اٿس. ٻي دفعي جنگ مان
جان بچائي ڀڄي ٿو اچي ته ٻڌي مرڻ عيوض ارجن ٿي
ڪاوڙ ٿو چڙهي ته سندس ڀڄائيندڙ کي مارڻ کان اڳ
ائين موٽي ڇو آيو آهي. نه رڳو ايترو پر جنگ ۾ هيڏي
خونريزيءَ پٺيان به چڪروتي بڻجڻ جي حرص ۾ ڪرشن
جي چرچ تي اشوميڌ يگيه ڊ ٿاران لڙائيءَ جو سلسلو
جاري ٿو رکي. اندر ۾ وڃي ٿا پونس ته ڪورن سان
جنگ ڪري پاڻ ڪُل هتيا جو ڪلنڪ لڳايو اٿس. پر
جڏهن پنهنجي ناموس جو خيال ٿو اچيس ته سڀ ناس
جو پاپ وساري چوي ٿو "پانڊون ۾ ڪڻ هجن يا نه،
پر جنهن صورت ۾ سنڌن ساراهه لوڪ ٿا ڪن، تنهن صورت
۾ هو بيشڪ ڏنيه ايڪبا." جي اهو ويچار صحيح آهي

۽ دنيا ۾ ڪو اهڙو انياءُ ٿيو ئي ڪونهي، جنهنجي ڪنهن نه ڪنهن سمي لوڪن پٺ ڀرائي نه ڪئي هجي. لوڪ حاڪم ۽ طاقتور شخص جو سمرٿن ڪندا آهن ۽ سندن خامين کي خوبيون ڪري ڏيکاريندا آهن. انڪري ڪين چئبو ته خاميون واقعي خوبيون آهن يا انياءُ نياءُ آهي.

غور سان مهاڀارت پڙهندي معلوم ٿو ٿئي ته يڌشٽر کي وويڪ آهي، پر اهو اهڙو بلوان ناهي جو سندس پراڻڪ من ورتي ۽ ناموس جي چاهنا تي غالب پئجي وڃي. يڌشٽر جي پيٺ ۾ ارجن اوچ پدويءَ جو انسان آهي. هنکي به وويڪ جا وڏ پونشا. ليڪن هو جڏهن چنتا ساگر ۾ غوطا کائيندو ڏسجي ٿو ته انوقت هنکي پنهنجي سرپا ناموس جو اونو نٿو رهي. هو سوچي ٿو ته سندس عمل جو اثر سماج ۽ سيپتا تي ڪهڙو پوندو. هو چگي ٻري جي ڳڻ تور ڪري ٿو جنگ ڪرڻ کان فاٻري واري ٿو. بلڪ جنگ ۾ بي هٿيار ڪرڻ کي مارڻ کان هيڪي ٿو. البت ڪرشن جو سندس ماروت ۽ سالو ۽ جگري يار آهي ۽ جنهن ۾ پورڻ وشواس اٿس، تنهنکي ريتي نٿو سگهي اها به وڏي ڪمزوري آهي، پر خوشگوار ڪمزوري ليکبي. جڏهن ڪو شخص ڪنهن ٻي شخص کي پاڻ کان اوچ سمجهي هنجي قابليت ۽ ڪشلتا اڳيان ڪنڌ جهڪائي هنجي هدايت تي عمل

ڪري ۽ ائين ڪعدي کي پلون ڪري وجهي ته
ڪريل انسان کين ليکبو. جي ڀارت ۾ ناهي مٽيا ته بہ
جي ذهن ذڪا جو نور پسي انجو آدر ستڪار ڪرڻ
بہ هڪ قسم جو گڻ آهي. ارجن ڀاوڪ پرش آهي.
سندس دماغ تيز فهم ۽ چست آهي پر ان کان وڌ هو
پنهنجي قلب جو آواز ڪن ڏئي ٻڌي. هن ۾
انسانيت ۽ شرافت جو جوهر موجود آهي. انهيءَ سمي
جي رسم پٽاندڙ هو وڏي ڀاءُ جو وسيڪو آهي. هو
ايتري قدر همٿ اڏين آهي جو هو جوئا ۾ هڪي
وڪڻي سگهيٿو ۽ سندس پٽ کي ويوهہ اندر موت
جي منهن ۾ موڪلي سگهيٿو. ايتري قدر حڪم جو
پابند هوندي بہ پانڊون ۾ سچو سورمو ارجن آهي جو
سئمبر ور سيا مان دروپدي کٽي اچي ٿو، اڪيلي سر
ديس جو رٿن ڪري نوان هٿيار ۽ انهن کي ڪم آڻڻ
جو هنر سکيٿو ۽ ڪورو کيتر ۾ دشمن کي ماري مات ٿو
ڪري. يڌشٽر کي اشوميڌ يگيہ ۾ ڪامياب ڪرڻ جو
ڪارڻ بہ ارجن آهي. هو پنهنجي فرض اَدائي کان نٿو
گسي ۽ راجيہ ڌرم جو پالن ڪري هڪ براهمڻ کي
گايون ونئي ڏيندي ڀارت تي مصيبت هموار ٿو ڪري،
هن جهڙو جگري دوست بہ ڳوليو لڀي. انڪري
سياويڪ آهي ته ڪرشن جو اگني سنسڪار ارجن ڀاڻ
ڪرائي يادون جا ٻار ٻچا ٻڌندڙ دوارڪا مان ونئي

سلامتيءَ جي هند پهچائي ۽ آخر ۾ سندس پوٽي کي متړا جو راجا بڻائي. سندس وفاداري ۽ صداقت ساراه جوڳي آهي. ارجن جي جيونيءَ جا پيا ٻه ڪي باب آهن، جيمان هڪ اهو آهي ته پوڻي پوش آهي. جو نه اڳي محبت ۾ چڪجي تو وڃي پو پين کي ٻه پاڻ ڏانهن چڪي سگهي ٿو. جيڪڏهن سيدرا تي پاڻ موهت ٿيو ته چترانگد وري مٿس موهت ٿي. سندس پيار ڪنهنجي جو چنڪو ناهي. ان ۾ دائميت آهي. انجي ثابتي اها آهي ته جيتوڻيڪ دروپديءَ کي پنجن ڄڻن جي زال ٿي رهڻو پيو (اها رسم ڪن هند هيتر ٻه آهي) نه ٻه نوڙ تائين سندس سچو پيار رڳو ارجن سان ئي هو. ارجن صاف دل، سچيار، پڌ يمان ۽ وشواسي پوش آهي. هنکي پنهنجي پول چال تي ڪافي ضابطو آهي ۽ پنهنجي سنا اثرائتي نموني ڪم آڻڻ جو مشڪل فن ڄاڻي. اهڙي شخص لاءِ ضرور اندر ۾ محبت ۽ عزت محسوس ڪبي.

مهاڀارت ۾ ووڪ گهڻن ئي کي ستائي ٿو. مگر سيني ڪان وڌ وويڪي آهي وِدر. هو ٻهه اصيل انسان آهي. پلي پلائي ٻه هو پنهنجي وويڪ ورڌ ورتاءُ نٿو ڪري. ان سبب ڌرتراشٽر ۽ دريوڌن جو ناراضپو ڪڻڻو ٿو پويس. وِدر ۾ وڏي وِڌ آهي جو منجهس جرئت ناهي جو مڙس ني اڌرمين جو مقابلو ڪري

بلڪل مائي سياءَ جو هيڻ سبب زالن وانگر سور اندر ۾ پئي ٿو وڃي. موقعي سرڪو پڇيس ٿو ته پنهنجو رايو ايمان سلامتيءَ سان ظاهر ڪري ٿو. پوءِ ان تي عمل نٿو ٿئي يا انجي ابتڙ ڪارروائي ٿي ٿئي ته ٻاهون ٻڌي ٿو وهي. جو پاڻ سمرتي نٿو ساري جو سنا ڌارين جي مخالفت ڪري. ائين هوندي اها سندس خوبي ڇٻي جو پنهنجي ويچار ورتي اڌرمين سان سهڪار نٿو ڪري ۽ هاڻوڪن امن دوستن (Pacifists) وانگر اسهيوگ تي قائم ٿو رهي. هو پنهنجي ڀاءُ ڌرتراشٽر کان بلڪل نرالي سڀاءَ جو ماڻهو آهي ۽ عام ريت اهڙو ڌرماتما سمجهو ويندو آهي جو عملي ريت سنسڪري ٻڻجي پوي.

ڌرتراشٽر ۾ ٻن قسمن جو انڌ آهي. هڪ ته هو اکين سڄو آهي، ٻيو ته پٽن ۾ بيحد موهه جو انڌ اٿس، جنهنڪري ٻڌي - هيڻ ٿي پوي ٿو. جو ڪم عقل ٿاهي ۾ حد کان زياده موهه سبب دريوڌن کي لغام هيٺ رکي نٿو سگهي. پٽن جي موت پڄاڻا پنهنجي ڀل محسوس ٿو ڪري، پر مڃهائن موهه نٿو ڇڏيس. ان ڪري ور ور ڏئي هنن کي ياد ڪري سندن گڻ ڳائيندو ٿو رهي. اهو سندس ٻي لطف حياتيءَ جو آڌار آهي ڀيشم جو بلڪل موتي سڀاءَ جو ماڻهو آهي ۽ ويرونٽ هڪ سڀاويڪ ۽ معمولي ڳالهه ٿو سمجهي،

سو ڪورون جي ساراهه پڻ ڪري نٿو سگهي. هو ڪنهن
به معاملي جي اندرئين تهه ۾ جهاتي پائي نه ڄاڻي. پلا
جنهن شخص دهشاسن جو رت پيتو ۽ ويچارئي نه ڪيو
اهڙي وحشگير انسان جي شان وٽان ناهي، تنهن ۾
اپتري نرمي تهذيب اخلاق ڪٿان ايندا، جو نابين
پيو سن بزرگ جي بي ڪسيءَ تي رحم ڪري. هو
پنهنجي شاريرڪ سگهه جي ايمان ۾ اهڙو غلطان آهي،
جو سوچ ويچار جي شڪتي ٻوٽي پٽجي وئي ٿس.
سندس آڌار جسماني طاقت آهي جنهنڪري ڪيڪ
ڪي ماري سندس عضوا ڏيري ۾ وجهي ڇڏي، يا ڇراسند
ڪي اجوگيه نموني ننگن ڪان جهلي ڇيري به
اڌ تو ڪري نه اهڙ پنهنجي سورهياڻي تو پسي. دهشاسن
جي ڇاتي ڦاري سندس رت جا ٻڪ ڀري پيئڻ ويل
تو چوي ”اڙائي به هڪ قسم جو پکيه آهي، جنهن ۾
هن مرونءَ جو بليدان ٿيو.“ نيڪ. دهشاسن جيڪا
دروپديءَ سان هلت ڪئي سا بيشڪ نرڏ تي هئي.
انڪري هو بد تهذيب ظالم شخص ليکبو. پر ان
عيوض جيڪي ڀيم ڪيو تنهنڪي وحشي ڇنبو ماڻهوءَ
جو رت ماڻهو نه پيئندا آهن. اهو حيوان جو ڪم
آهي انڪري اهڙي شخص دربل ڪراڙي سورداس تي
قياس ڌ. ڪيو نه عجب لڳڻ نه گهرجي.

هاڻي ڌسون ته انجو ڌرتراشتر تي ڪهڙو اثر پيو.

هي آهن سندس ٻول.

”مون ڌرم انوسار راڄ نہ ڪيو. سڀني کي هڪجهڙو ڪري نہ ڄاتم. اندر ۾ ٻيائي رکيم. منهنجي اپراڌ سبب لکين ماڻهن جو ڪوس ٿيو. اناٿن ۽ وڌوائن جي پٽ منهنجي سر تي آهي. مان هينئر نپٽو، ٻڌو، انڌو، نبل ۽ دکي پراڻي آهيان. البت ڪنهن سمي راڄا هوس. هينئر اهو هڪ خواب آهي. منهنجي توهان کي وينتي آهي تہ مون ٻڌي سورداس تي ڪروڌ نہ ڪريو. مون تي ڪميا ڪريو. هينئر اهائي ڀاونا آهي تہ توهين منهنجي چنچل لوڀي دراچاري پٽن جي ڪُڪرمن کي دل ۾ توري، مونکي خوشيءَ سان بن ۾ وڃڻ جي موڪل ڏيو.“

انهن ٻولن ۾ پڇتاءَ سان گڏ دبيل جوش مليل آهي. اناٿن ۽ وڌوائن جي پٽ جو ويچار ڪري، ڌرتراشٽر پنهنجي اپراڌ لاءِ پڇتاءُ ٿو ڪري. پر توهين ”منهنجي چنچل لوڀي دراچاري پٽن جي ڪڪرمن کي دل ۾ توري، مونکي بن ۾ وڃڻ جي موڪل ڏيو“ تنهن مان دبيل جوش ٿو بکي. هو پنهنجي نبل ۽ دکي حالت جنيءَ ويت محسوس ٿو ڪري، پر اهو هرگز نٿو وساري ”ڪنهن سمي آءٌ راڄا هوس“ سندس لفظن ۾ نمرتا آهي، پر ياو ......؟ هي شخص اهت ڪال ۾ پنهنجي ماڻهي هستي وساري نٿو ۽ ٻڌاپي ۾ ڏکيو بکيو رهي

جهنگ ۾ ٿڌي ڪوسي سهڻ پسند نہ ڪري، انهيءَ
کان جو پيم جهڙي بدتميز ۽ بدمزاج جا ڏنڀ سهي.
ڌرتراشٽر غيرتمند انسان آهي جو آخرين دم تائين
پنهنجي هستي ۽ آبرو قائم ٿو رکي. سندس جليل جگر
جا ٻول اهڙا آهن، جو خود شيڪسپيئر انهن کي بهتر
بڻائي نہ سگهي. هو ٻلوان اِڇا شڪتيءَ جو ڌڻي آهي،
جائي خود شاهاڻي خصلت آهي. اوائل ۾ موهہ جو انڌ
نہ هجيس تہ هي ماڻهو وڻڻ جو ناهي. پٽن جي موت
پڄاڻا اهو دري ارادو وڌيڪ پڪو ٿو ٿئيس، جنهنڪري
مال مليدا ميسر هوندي بہ هڪ ويلو ٿو کائي، هرڻ
جي کل ٿو پهري، پٽ تي ٿو سمهي ۽ آخر ۾ يڌشٽر
جي ونتي ريٽي بن ۾ ٿو وڃي. سندس آتم ڪال
بہ معمولي ناهي. ڏسبو جڏهن حياتيءَ ۾ معنيٰ مطلب
نہ رهيو آهي تہ پوءِ ان کي ايڏگهائڻ اڃايو آهي انڪري
جو پنهنجو پاڻهي ٻيلي جي ٻاهہ ۾ ڪپ ڪوڙي ويهي
ٿو رهي ۽ ڀسم ٿي ٿو وڃي. هو ودر جهڙو ڪمزور
دل انسان ناهي، جو اسيم دک جي پيڙا سبب دماغ
جا طاق ڦري وڃيس. ودر جڏهن پاڻ سان گڏ ڌرتراشٽر
گانڌاري ڪنتي ۽ سنجيہ ٻنا اُجهي اوچڻ آهار جي بن
اندر پيٽڪندو ٿو ڏسي ۽ پنهنجي آڳاٽي شان شوڪت
تي غور ٿو ڪري تہ ڪل انسان ذات لاءِ ڪٿ پهچي
ٿو وڃيس ۽ ماڻهن کان نهڻ ٿو لڳي. آخرڪار جڏهن

يڌشٽر کي ٿو ڏسي. جڏهنجا گياني گفتا. ٻڌي دل اندر ۾ سڌ-مان محسوس ڪيو هئائين. نه سوچي ٿو اهوئي ڌرماتما آهي جنهن سڀا سارا ڇهه مهنا پنهنجي ماءُ ۽ ڀين سان گڏ سنڌس ساٿين جي سار نه لڌي، نه اچرج ۾ پئجي ٿو وڃي. سمجهه ۾ ئي نٿو اچيس نه هو اوچتو ڪيئن پرگهٽ ٿيو آهي. پوءِ هنکي ڏسي پڇي ٿو، پوبت ۾ سگهه نه هئڻ سبب وڻ کي ٽيڪ ڏئي ٿو، بيهي نه يڌشٽر جو نوم آواز ڪن تي ٿو پويس: "مهاتما مان يڌشٽر آهيان. اوهانجي درشن لاءِ ڪهي آيو آهيان" نه دل کي ڌڏڪو ٿو اچيس ۽ هنجي شڪل ڏسڻ سان اکين جا تارا ڦاٽي ٿا پونس. ڌرتراشٽر اهڙي ملائم مٽيءَ مان نه ٺهيو آهي. هو سنگمرمر جهڙو سخت آهي، جو سوُر سهي ٿو وڃي. سنڌس بيوسي برفاني آهي، جڏهن ڪري اُوڻاين جي جاڻ هوندي بہ سنڌس لاءِ عزت محسوس ٿي ڪجي.

هنجي اڻ ڇپيل "مهاڀارت جو سار" مان ڪي ورق.

# رشي ديارام

رشي ديارام گدومل ودوان ۽ پراپڪاري پرش هو. جمار نيم نبيتي ۽ قاعدي قانون، جپ تپ ۽ لوڪ سڌار، اڀياس ۽ اونهي ويچار ۾ وتيت ڪئي هئائين. هڪ جج جي حيثيت ۾ هو نه رڳو ڏوهين سان سخت ورتاءُ جو عادي هو، پر خود پاڻ تي به سختي ڪرڻ جو قائل. هن دورانديش بزرگ پنهنجي تپسيا ۽ تياڳ سان جڳ جا گهڙا پريا، مگر پنهنجي قلب جي مٽڪي پري نه سگهيو- بلڪ سندس حياتي پر اپڪاري هوندي به ايوڳي الوٽي، بي رس بي چس رهجي وئي. هن آباڻي رسم انوسار آڪهائتي ڪرم سان شادي ڪئي هڪ اهڙي ساڌارڻ عورت سان، جنهن عام عورتن جيان جمار ڀر قلڪا پچائي پيٽ ڀريا جي قدرت ڀرڻ لاءِ نـاهيا ئي ناهن، تالهيون ۽ ديگڙيون ڏوتيون جي سڌائين جوڻيون ٿينديون رهن ٿيون، نوپا ڏئي ڇهڪ سبيا جي ڪپڙن ۾ ٿيندا ئي رهن ٿا. هن پوتي بهاري سان ايوان ۽ دالان صاف ڪيا ۽ پڻ سندس بارن جو پالن پوشن ڪري سندل ڪل جو ديپڪ روشن رکيو. جمار ڀر هن جيون کي جانبدهه بڻائي اڪمت پورهيو ڪيو.

گويا ڏيکو جيان پهاڙ تان ڇپ لاهي وري .مٿي چاڙهڻ ۾ گنوائي. اهي ننڍڙيون خسيس ڳهرجون، اهي سڀئي ۾ ڏاڍيا ٿُسڻ ۽ اٿو ڳوهڻ ۽ ٻرڻ ملڻ ٿي ته زال ذات جي زندگي آهي، جا لکين ورهيه دونهين ڪي. ڦوڪون ڏيڻ پڄاڻا ته ڪم نصيبا اڃا ختم نه ٿي آهي. مطلب ته سندس پتني هڏ وڏيل گهريلي قربدار عورت هئي، جنهن ۾ گهرڌياڻي ۽ ماتاپڻي جون خصلتون هونديون به اها مٽيا نه هئي جا سندس پتار جي چت کي چوري اکن چکن ڪري. هوءَ سگهڙا سالم، هلي چلي ٿي هوبل ساڌارڻ استري هئي، جنهنجو جيون ساٿي ڪنهن به ڪٽ انوسار ڪو رواجي انسان نه هو. هنجي دماغ ۾ جهان جو علم، امير طبقي جو آداب اخلاق، سنتن مهاتمائن جون پريتائون، گرن جي نرمل نمرتا پري واٽي خواهه فقه (Jurisprudence) جا اُصول پيدل ڪوڊ جا قلم ۽ فتوائن جا حوالا سمايل هئا. اهڙي شخص جي قلب کي قرار ڏيڻ لاءِ ساٿي به اهڙو ڪپندو هو، جو سندس احتياج محسوس ڪري اندر جو خال پري.

ظاهرا ته هن شخص جو شربو سڪل ڪاني جهڙو هو ۽ مهاندو اهو معتبر جو پڳ ۽ گلابند ڪوٽ جي پوش اندر سندس قلب جي گپت گرمايش جو سيڪ ورلو ڪو محسوس ڪري. ازانسواءِ سندس مغز پوري پشچمي گيان سان اهڙو تر هو، جهڙي پاٽياڻي اسپنگر

جي لڳ لڳ دار ڇيڙي. لاشڪ هو خدا ترس انسان هو. ليڪن سندس خدا اهڙو سخت گير هو، جو اڀواڏيءَ کي قاسيءَ تي لڙڪائي سگهي ته هوند ڪا ٿيپ نه ڏيس. انهيءَ خدا سندس روح کي سندس خيالن ۽ خفتن انوسار تاتيو هو، جنهجو سندس من چت بدي ايڏو غضب ناڪ غلبو ٿيو، جو هنکي سمڪ ئي نه رهي ته بت - هي هڏي ۽ چم جو قالب - به ڪا وت ٿيندي آهي. هن انهيءَ بت کي تقريبا وساري ڇڏڻ جي ڪوشش ڪئي هئي - انهيءَ لاءِ ته سندس آتما ڀڪي اُٿي. هڪ دفعي ڪو بالا آفيسر وٽس مهمان ٿي آيو. هو انگريز هو جنهن کي چانهه پيئڻ جي علت هئي. نوڪر ڇيو ديوان کي ساسر ڪانه اٿم، جو معزز مهمان کي چانهه پياريان. ديوان دائري ڪيڏي حساب لڳايو ته ٻيلي ڇهه پئسا ڪتان آڻيا جو ساسر خريد جي. چيائينس حال في الحال تسري ۾ چانهه پياريس ۽ ٻي مهني ياد ڏيارج ته اها رقم پاسيري ڪري رکجي. هي اهوئي شخص هو جنهن لکين روپيا دان ٻلي خرچا، پر پائي تي دمڙي خرچ ڪان ڪيبايائين. جوڳين وانگر دين ڌرم جي اُسهه داب هيٺ اچي، تن کي تسيا ڏئي، هن شخص ٻه پاڻ کي نوڪ نڪر ٻنائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ليڪن اٿاهه علم جو سرمايو ۽ ڌرمي ريت نيت ۽ سڌي سوڙهي ٻيچري تي ٻعد

کي ماڻھوءَ کي جيون مکت نٿا ڪن. ڏرم ته ماڻھوءَ کي موچو مچو، ڪرسو ڪجسو بنائڻ لاءِ اڪسير آهي. اهي ساڌن اندر جي ازلي اُسات دبائڻ تان، پر اُجهائڻ نٿا. ناگاهه ڪو اهڙو موقعو بڻجو پوي جو لوڌيل ۽ ڌڪاريل بت اندر لڪل چڻنگ پرپات بڻجو پوي، ۽ ويچارو انسان جذبات جي غلبي هيٺ بي تاب ٿي پاڻ کي طوفاني طاقتن جي سپرد ڪيو ڇڏي.

شايد اُئين هجي ته اهڙا موقعا هر انسان جي زندگيءَ ۾ نٿا اچن، ڇاڪاڻ ته اُڙ بنگ اُچو پيري جيون شڪتي پنهنجن انوکن تجربن لاءِ ڪا لائق هستي چونڊڻ جي خواهان هوندي آهي. هونئن به خون اندر شيطان ڪگيون ٿو هڻي، جڏهن ڪو وسوڙل پرمنڙيو کهن سدانت ۽ ريت نيت جي مهاڄار ۾ اٽکي، قدرت جي قوتن جو قدر نٿو ڪري. رشي ديارام به اهڙو ئي شخص هو، جنهن ۾ خانداني لڄ ناموس، جڄيءَ جي جوابداري، ڌرم نيتي ۽ سماجي معتبريءَ سندس طبعي جذبات ۽ جسماني حرارت کي دبائي ڇڏيو هو. ليڪن هن ئي شخص جپ جي ٽيڪا سان گڏ عمر خيام جي رباعيات تي مهاڳ به لکيو هو. لاشڪ مرزا قليچ بيگ سان دلي محبت هيس. ليڪن اها ڪافي ناهي. ڏسجي ٿو ڪا ته سندس رڳ ڇڪي، جنهن اهو مهاڳ لکايس. امڪان آهي ته خيام کي ڪو کهڙي نگاهه سان ڏسي ته

کو ڪهڙيءَ سان. ليڪن خيام جو جاندار اُنس جسم جي جاندار جوهر کان نرالو آهي. ڪو به سگهڙ اهو فرق نظر انداز ڪري نه سگهندو. خيام غير طبعي ۽ غير جسماني خيالات - جنجو زميني زندگيءَ سان تورو ئي لاڳاپو آهي - کي اهميت نٿو ڏئي. جاڻي ٿو ته جهان ۾ هرڪا وٿ ۽ هرڪو معاملو ملاوٽي آهي. باقي نج وستو ۽ پورڻ سچ وهم آهي جو رچناتمڪ ڪلپنا ۾ ته آڻي سگهجي ٿو، مگر اُن کي حقيقتي زندگيءَ جو لباس پهرائڻ غير ممڪن آهي. باقي رهي خيام جي شاعراڻي ولاس واسنا، جا عملي ريت ڪام چيشٽا جي شدت سان اهڙي گريت ناهي، جهڙي ڪلپنڪ ڪامڻ ذريعي پاسي ٿي.

خير! اها حقيقت آهي ته ديارام خيام جي رنگين رباعيات تي مهاڳ لکيو. ليڪن وڌ عبرت خيز حقيقت اها آهي ته عملي ريت به خيام جي اسپرٽ کي پنهنجي حياتيءَ ۾ اوچ آسڻ تي براجمان ڪيائين. اُرملا انهيءَ روح جي ظاهري علامت هئي. ور نه هڪ گجراتي گجر ۾ ڪهڙي توفيق آهي، جو هن جهڙي درٻ دُرمشت جو چت چلائمان ڪري. لاشڪ کي گجراتي ڪنيائون اوائلي جوڀن ۾ سرخ شراب سان ٽمٽار جام جهڙيون ٿينديون آهن، جنجي خوشرنگ چمڪ ۽ مهڪ نهايت دل آويز ٿئي ٿي. اهو گجراتي جوڀن ٽالنگر جي گل جيان

ٻوڙو وقت جلوه پسائي جهڪاڻجي ويندو آهي. رشي ديارام سيشن جج هو جڏهن سندس اک وڃي اُرملا جي معصوم ماڪين ۾ اٽڪي، جن ۾ شباب جي تجلي حجاب جي نفيس پردي پنيان وراڪا پئي ڏنا. اُن سمي پرڪرتيءَ انهيءَ ڪنيا جي ڪنورپڻ ۾ گلاب پئي اوتيو ۽ انگ انگ ۾ جنبش آڻي ڦٽندڙ جوڀن جو اظهار لئي ڪيو. هن انهيءَ چنچل شرير جي چلولائي ۽ البيلي سياءَ جي آبشار جهڙي اُجهل ٻڙ ٻڙاهٽ ڏسي محسوس ڪيو ته وشو سنگيت جي ڪا مڌر لئه سندس هردي جي رڳ رڳ کي چوري رهي آهي، ۽ اهي پربل شڪتيون جي دماغيت جي داب لهڪائي ڇڏيون هيون، سي اچانڪ جنبش ۾ اچي ويون آهن. شايد هي پهريون ئي دفعو هو جو سندس شرير پنهنجي سونپ ئي سرهو ٿيو ۽ هنکي لاعلاج محبت جي دام ۾ گرفتار ڏسي، سندس من چت بند ئي ٿهڪ ڏنو.

دنيا ۾ عورتن جي اَڻاٺ ناهي. جيڏانهن نهار تيڏانهن اکيچار عورتون پاڻي ڀرينديون ۽ پتر ڪٽينديون، ٻارن جا نڪ اُگهنديون ۽ روٽي پچائينديون، مڙهن تي پائوڊر لڳائينديون ۽ لائي چائي ڪنديون ڏسڻ ۾ اينديون. هونئن به ماڻهو ته مڙيوئي گوبي پالڪ، ڪڪڙ ۽ چانورن جي گهاٽي رب آهن. بلڪ زندگي به جڙ ٻوٽيءَ جهڙي ئي اُستل اٿن. تنهن هوندي به اتفاق سان زندگي اهڙو

ڪروٽ تي بدلي، جو سنڌ سنڌ مان ٽرنڊڙ گل جي رونق ۽ هبڪار اچيو وڃي. لاشڪ اُرملا هنجي وجود ۾ اهڙي تازگي آندي ۽ پڻ اها انوکي شناس جا محبت جي سر چشمي مان اُڀ اُپرڪندي آهي. باقي پيار ڪرڻ لاءِ ڪو وهڏ ُ وياس جو علم يا ڪاليداس جي ڪلپنا نه کپي. پيار سياويڪ آهي ۽ ڪيڏي مهل بہ قلب جي جذبابي ڪيت ۾ لابارو وجهي سگهي ٿو.

ليڪن رشي ديارام جو نياءِ ڪاري مغز ۽ ڌرمشٽ هردو، نيت مريادا جو مرم ۽ خانداني رتبو بہ ڪا وٽ هئا، جن تان آهو پلڙ آسان نـاهي. واقعي هڪ طرف هئا اهـي آبرودار سماج جا ڪوٽ قلعا تہ ٻـي طرف هئي سارين جـي سر جهڙي لچڪٽي ڪنيا، جنهن ۾ آدي ناريءَ جي پراڪرتڪ ورتيءَ وراڪا ٿـي ڏنـا. ديوان جي اُرڌانگڻي جيئري هئي ۽ سنتان پڻ اُسريل ۽ اولادي. هڪ لڳا پڳنتي سميلن ۾ پڻ جيئري تـــي جيئري شاديءَ ورڻ وياکياڻ ڪيو هئائين. اهي سيئي معاملا واڳوءَ جيان ورائي ويس. انڪري سندس قلب ڪـروڪيتر بڻجي پيو، جتي هڪ طرف پيشم پتامهہ ۽ ودر، درونا چاريہ ۽ ڌرتراشٽر، دريوڌن ۽ ڪرڻ جهڙا پراڪرمي وير ۽ گياني پرش هئا، تہ ٻي طرف هي رسيلو ڇبيلو ڪرشن مراري. ان سبب هن پاڻ ڪان پڇيو، ”اي منهنجا آڌير من، تون اُچر ٻيري اُت جيان گولاڙا

۽ ڳل ڏسي ڇو ٿو ھرکين؟ ڏسين نٿو ته تنھنجي زبون سراءِ جا برج ۽ ڪنگر ھوا جي جھٽڪي ڍھيٽا آھن؟ تنھنجي لنبي جيون ۾ ڪئين قافلا آيا ويا. مگر تون معصوم شاھ جي منار جھڙو اڏول رھئين. سوچ ته تنھنجي سفيد سر تي ڪيڏا نه ڀاري بوجا آھن. تون عدالت جو جج، سماج جو پيلپائو، ڪٽنب جو شرومڻي ۽ پرم پرا پالڪ آھين. جي تون ئي نيت مريادا جا ليڪا اورانگھين ته ٻين کي ڪھڙو ڏوھ ڏبو!" اھي ويچار ڌھرائيندي پنھنجي سفيد سونھاريءَ جي پڇڙي ڪٽي تي ڏنائين ته پاڻ تي ڪل اچي ٿسي ويس. مگر جڏھن اُرملا جي سرنھن جي ڳل جھڙو سھڻو ۽ سارين جي ٻوٽي جھڙو نفيس نازڪ جسم ۽ خماريل اکيون تري تي آيس ته ڏٻري بت ۾ اھا سگھه ۽ ساھس ۽ سيني اندر اھو اڪنڊ ۽ اڪير محسوس ٿي ڪيائين، جي جيون جي آزھڙ ۾ به نه سنبري. اھائي ته عشق جي اعليٰ خصلت آھي، جو انجي اثر ھيٺ ھرڪو ٻڪي سرھو ٿو ڀاسي، بلڪ ڳل ۽ ڳاھ به ٻولتا ٻڻجو پون. ھيءَ اھا چٽنگ آھي جا لالھ ۽ زعفران جو رت رڳن ۾ داخل ڪري، ساھ اندر سرندو ٿي سوري، ۽ ماڻھو ھوائي طوائي ٻڻجي جھنگ جھر ڏوري نھرن ۽ ڪينن سان رھاڻ ٿو ڪري، ۽ ائين ڀيو پائئين ته محبوب جو روپ رنگ، ٻول چال ميناڪاريءَ جھڙو اُمٽ آھي.

اهو آهي هڪ مهانبدي جــو پرمهيءَ جي هردي ني جادو، جنهن مان مها آنند جو انيؤ تــو ٽٽيس. انهيءَ ڪامڻ ۾ اهڙي ڪرامت آهي، جو هڪوار بزدل دلير، بخيل سخي، ۽ رکو روح به شيرين شيرين بڻجو پوي.

ٿوري عرصي پڄاڻا اُرملا شڪارپور جا گل ۽ ميوا خواهه سنڌ واهه جا تڙ ڇڏي مائٽن سان وڃي ڀامبي وسائي. پوءِ شل نه ڪنهن سان اهڙي ويڌن ٿئي! يا هرڪو گياني ڌيالي ۽ ذهين ذڪي اهڙي آزمايش مان پار پوي! ڪيئن ڇئجي؟ شايد اندر جو ڪو اوڙاهه ڪلي پيس، جنهن ۾ انيڪ اڄايل روح هڪ سرڪ لاءِ پاڙائيندا تي ڏٺا. ڏٺائين ته مار، هتي ڪا رڃ تي رڃ آهي، جا ازل ڪان بوند لاءِ پئي تڙڦي. انهيءَ جدائيءَ جيءَ اندر اهــڙي جهوري لڳايس جو اُرملا جي وارن جـي ڇڳ، جپ جي ورقن وچم وجهي، ريشمي رومال ۾ ويڙهي، گلا بند ڪوٽ جي مٿئين کيسي ۾ دل جي لڳو لڳ سانڍڻ لڳو، ۽ پرپات ويل ايش آراڌ ڀندي، ڇڳ چمي زار زار ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو. ڪجهه وقت سندس جيءَ اندر جهڙالين رمر جهم لاتـي. ليڪن ساڳي وقت جنگ بــ جاري رهي ته سماج جي نرد ئــي يوت اڳيان گــردن جهڪائي يا اندر جو خال پري.

ديارام خوب سوچيو. دل ۽ دماغ سان سوچيو. ته اِها سماج کهڙي بڙجي بلا آهي، جنهن ايڏو پريشان

ڪيو اٿس. چند معزز ۽ معتبر جي نار ۾ جو ٽيل ڏڳي جيان هلي چليءَ جو چڪر ڦرندا ٿا رهن، ۽ اهي لباڙي خوشامدڙيا ۽ ٻه چاپڙيا چغل خور جي عهدي ۽ دولت اڳيان چٽ چٽ ڪندا آهن. هنڪي انهن ڪامورن ڪڙن، مڪين مالدارن جي ٽيڏي چال جي ڪافي ڄاڻ هئي. انڪري فيصلو ڪيائين ته هڪ دل آويز محبوب جي شرميلي نهار ۽ قربائتي ڪشش معززن جي هزار سلامن ۽ ادب آداب کان وڌ قيمتي آهي. آخر ڪار چاهن اهي دنيا ساز دنيي جن مٿان هڪ سشيل ومٽيءَ جي حياءَ ۽ حجاب، اُڪير ۽ اُڪنڊ کي بلدان ڪجي؟ هنڪي ڪپيندو هو پيار، جنهن نيات مان نڪرڻ جـي هدايت ٿي ڪيس، انهيءَ لاءِ ته سر پنهنجن جي ڪنين اوڳراين ۽ ڪمت خلق جي اوڪارن جو اثر نه پويس. ديارام جمار پر جي خشڪ دماغي ۽ قلبي گهٽ ٻوساٽ مان ٻنهه ٻر تـي پيو هو، جنهنڪري هڪوار پنهنجي دبيل جذبات کي چيڪ ڇڏڻ ٿي گهريائين. تجربي مان ڏنـو هئائين ته نج مغزي زنـدگي اهڙين انساني قوتن کي ڪمزور ٿي ڪري، جي ڀرپور جيون ماڻڻ لاءِ ضروري آهن. هونئن به شارپرڪ ڪرت ڪار دلاران ٿي ته آدميءَ جو روح پرائي پختو ٿئي ٿـو. انڪري اُمنگ دٻائڻ سـان نڪي موڪش نڪي ست گتـي پراپت ٿئي ٿي. پل ته آنڊو ۽ اوجهري، جگر ۽ جيرانڊي

پنهنجي ورتيءَ انوسار ورتن ۽ هوڪا اُر پنهنجي لياقت اُهو پاڻ ماڻي، جنهن ماڻهو حياتيءَ جي گوناگون خصلتن مان واقف ٿئي. سچ ته شربو جو هڻڻ ئي آتم گيان جي اُپورٽتا تي آلوچنا آهي، جا سچاڻ ماڻهوءَ کي انگيڪار ڪرڻ جڳائي. باقي پيار ۽ نارن چيتنا چست ٿئي ٿي ۽ اندر جا ڪي لڪل چشما ڦاٽ ٽا ڪائن، جنهن اسان کي پنهنجي باري ۾ اها ڄاڻ پوڻي جا شايد هوئن نه پوي. پيار هردي اندر اهڙي ڪو ملنتا ۽ ميناج، ٻروڙ ۽ پوتڙا تو اُپاري، جو انهي سورن مان به سک جو سنديش پيو ملي، ۽ اسين نسوارتي ٻڌجي پنهنجو گرهه به ٻي جي وات ۾ وجهڻ جي خوشي ٽا محسوس ڪريون. واقعي اهم جا بند پيڻ لاءِ عشق جهڙو ڪو اڪسير ڪونهي.

ديوان د يارام پنهنجي پريتما جي وڇوڙي ۾ ڳاراڻو ڳاڙ پندي انيڪ وسوسن جي پوساگر مان اُکري پار پيو، ۽ آخر ڪار عاملڪي اشڪنجي مان پلئه آجا ڪري بندرا ۾ وڃي خميو کوڙيائين. اُتي هن عاشق صادق جو پيهو پنهنجي سڄيءَ سان سمپرڪ ٿيو، مگر پريم جي جوم نهائينءَ جيان ٽپندي به سماج سدار ورتي نه تياڳيائين. چاهيائين ته عشق کي خلق جي خدمت سان ٻيلهه ڪري. انڪري اٺ لک روپيا سيڙائي اِستري جاتيءَ جي اُڌار لاءِ اُرملا کي سيوا سادن ڪولي

ڏنائين. پوءِ سڄائو ٽڙ بہ ٻڌجي آيس، جڏهن دو ٻتيا جي غير حاضريءَ ۾ سندس نياڻيءَ کي پاڪر پيڙو ڪري دارجلنگ جي ونڊڪٽ ڏاڍ ۾ پڌاريو، جتي ڪنچنجنگا جي سائي هيٺ هماليہ جي گود ۾ لائون لڌائين. دارجلنگ سرد آستان آهي. ليڪن هن اُتي اهڙي ڪوسارڻ محسوس ڪئي، جو پنجليءَ جو يوپ، وياس جا سوٽر، جپ جون پوڙيون ۽ گيتا جا آڏ ياءَ پاسيرا ڪري، سهاوني سماگر وپل ڊائريءَ ۾ لکيائين "پل جيت ٿئي عشق جي ۽ قانون وڃي کهہ پوي."

"Let Lova triumph and law be drowned."

چا ٿا ڀانيو؟ ڪٿي آهي انهيءَ سخت گير جج جي فتول جنهن ڪئين ڳيرو ڪاري ڪاريءَ جي ڪيسن ۾ قاسيءَ تي لڙڪايا هئا. ڪن ڏني ٻڌو اهو امولڪ ٻول جڏهن اندر وارو پرش تو ٻاهر مڪ ماڻهوءَ کي اُپديش ڏني تہ ننگ ناموس جو چولو قاڙي اُگهاڙو ٿي نڪر تہ جوتيمان جيون جو رس ماڻين. شايد چمار پر ڀهريو ن ئي ٻيرو پارڻ کي پنهنجي حقيقي اِنساني صورت ۾ ڏسڻ جو موقعو مليس، ۽ انهيءَ هني موُن ئي ڪيس رشي بڻايو - چاڪاڻ تہ رشي آهي اهو جو ڏسي سگهي، ورلو ڪو آهي جو دين ڌرم جي غبارن مان نڪري، ماڻهوءَ کي عين اصلي صورت ۾ ڏسي. انڪري انهيءَ لاڪيٽي ٻول مان ساڪ ئي ملي انهيءَ گنڀير سچ جي، جو

”لنگيون تي سڀ نڪرو - لاهي وهم وجود“ ۾ سمايل آهي. ڪير چوندو ته اها مهاپرش جي مهانتا ناهي جو لوڪ راه ريتي ۽ ڪٽنب پروار جا بندن ٽوڙي، جس ناماچار تان آهو پلي، ماٺهو پڻهنجي اندر جو احتياج تسليم ڪراي ۽ نج پاڻ سان سچو ٿيڻ لاء سڀ تياڳي ڇڏي. اهڙو سوداءُ سوين ڪامرانين کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ ته ان دنارن زندگيءَ جو آفتاب عروج ٿي تو رسي. هو نئن به انين آهي ڇا ته روحاني غبارن لاء استري تياڳ ٻج آهيءَ ۾ ڪامڻيءَ جي ڪوسي ڪيچ لاء آتمڪ وهم تياڳڻ پاپ؟ ديوان ڏيارام ودوان پرش پرش هو، جنهن جڳ جي نيتي شاسترن ۽ گيان گرنٿن جا ورق ورايا هئا. سو ڇيائين ته اپديشڪ يڪ طرفي رت انگائڻ سان معاملي جو سو ڪيم پکش نظر انداز ٿا ڪن. هن ڪونه سمجهو ته جمار جي شيوا ۽ تپسيا ۾ وڳهن وجهڻ لاء ڏيئين ارملا جهڙي ڪامڻي موڪلي اٿس. اهي بورڙن جي کوپريءَ ۾ پوسو پوڻ جون وارتائون آهن. هو ڪو پومي پورڙو نه هو. هنکي پڻهنجي عقل ۽ هوش ۾ پڪو وشواس هو ۽ تڪ لور ڀاڳا ئي اها شادي ڪئي هئائين، جئن يورپ ۽ اميريڪا ۾ ڪي سگهڙ رٽائر ڪري ڀاڳا ئي انين کن ٿا. تعهن هولدي به ڪي اڌ مغزيا هنجي انهيءَ لاثاني عمل کي وقت ڏني نرد وش ارملا جي ستيا ۽ شيل

تي ڪلنڪ لڳائي پنهنجي ڪج فهميءَ جو ثبوت پيش ڪرڻ ۾ نہ ڳتا آهن. اهڙن احمقن جي ڪوڙيءَ ۾ شعور جو ترورو داخل ڪرڻ خود خدا جي وس کان ٻاهر آهي. رشي ديارام جو اهو عمل ڪو ارمان لائق ڪين آهي. واقعي جگر کپي جو ماٺهو چوي "اي قيصر، اها سلطنت توکي نيبهہ هجي. مون لاءِ هيءَ عورت ئي غنيمت آهي."

هن سنسار ۾ انساني زندگي هڪ لنبو خفقان آهي. هتي دک چوي پيج تہ پچون، ۽ سک چوي ڏرٽو ماري ويهہ. انهي دلهول مان نجات ڪو موڪش ناهي. من جي ٽونس دٻاتي اُمنگ اُجهائڻ سان سچي آزادي پراپت نٿي ٿئي. ٻيو تہ هرڪو پنهنجي ذاتي گهرج ڳولهي لهي ۽ انجي آگيا پرچشم ڪري ڪسڪندڙ ڪڻ جو رت چوسي ڪيدي، ڇاڪاڻ تہ حياتي آهي تجربو ۽ تجربو آهي حياتي. ديارام پنهنجي آتما جو سڏ اونايو. ارمان تہ سگ سات نہ ڏنس. هن پيار جي پيالي مان سرڪ مس پري تہ ورڏاتا اُرملا جي ڪومل شريلو ڪي پوپٽ جي رنگن ۽ گلن جي سرهاڻ ۾ سميٽي ڇڏيو. هن اگم جي اسرار جو هڪ اڏ ورق ورائي اڇايل آتما ڪي ڏيک پرايو تہ پيالي هٿن مان ڪري پيس. وهم هوس تہ ٻاڻ اُرملا ڪان اڳ ئي سڙهہ سانباهيندو ليڪن اُرملا رمندي رهي ۽ هيءَ رنڙ ڪانءَ جيان

سڪل لام تي بيدرد دنيا اندر پساهه کڻندو رهيو. هوءَ پنڙو ڇڏي وئي هيس، جنهنکي ٽاٽي وڏو ڪيائين. سندس سرڳواس پيءُ ٽاٽا اهو پڻ راهه رباني وٺي ويو. واقعي ارمان انهيءَ تي ناهي ته ديارام اُرملا جي اُرهه ۾ قرار پاتو. ائين نه ڪري ها ته سندس شخصيت جلويدار ڪين ٿئي ها. ٻئي ڪي پاڻ اَرپڻ سان ماڻهو پنهنجو پاڻ، پاڻ ڪسي ٿي تو اَرپي ۽ ائين ڪندي اهي گپت گڻ ۽ نفيس خصلتون اجاگر ٿو ڪري، جي اڪثر سُتل رهن ٿيون. پيار من اندر قبرو ٿو آڻي. اهڙي جگري لڳاوَ اڳيان جيڏي تي جيڏي خواهه جمار جي لحاظ کان بي جوڙ شاديءَ جا مسئلا اهڙا وزندار نٿا لڳن. انڪري ارمان انهيءَ درگهٽنا تي آهي جو تقدير سندس سات نه ڏنو ۽ ري مدائنتو اُرملا کي ڪال جو بک بڻايو.

رشي ديارام جو وشواس هو ته ”جڳ ماتا نه ڏائڻ، نه ڏکوئڻ هار - جڳ پتا ديالو سک ڀنڊار“ (من جا ڇهبڪ) مگر هن حادثي سندس ايمان ۽ عقيدي کي خوب ڏونداڙيو. ليڪن هو باغي سڀاوَ جو ماڻهو نه هو، جو آڳاٽن عقيدن ۽ مذهبي ڏندڻن خلاف جهاد ڪري. ڏسجي ٿو ته هن گهٽنا ڪيس اهڙو هيسائي ڇڏيو جو پاڻ مان وشواس ئي نڪري ويس، جنهنڪري پنهنجي عقل، علم، آزمودي تي ڀاڙڻ عيوض گرو گرنٿ جو

سهارو ونڻ لڳو. ”من جا ڇهبڪ“. گيان وگيان جو پيدار هوندي بہ هنجي هيسيل هردي ۽ تڪاٽيل ٻڌيءَ جو اظهار ڪن ٿا. اهو ماڻهوءَ جي ذاتي سياءَ تي منحصر آهي تہ هو واردات کي ڪهڙيءَ نگاهہ سان ٿو ڏسي. هن ڏنو، مار! هتي ڪا پيٽي ناهي. هي جڳت اهڙو اونهو ۽ اٿاهہ آهي، جو ڪو گرانٽي واچي ئي نہ سگهي. هن ڪن ڏئي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جوهوءَ جي ڪناري تي ساگر ڪهڙو سر ٿو آلاپي ۽ لهرن جي لوچ ڪهڙو اورڻو ٿي اوري، ڇاڪاڻ تہ سندس جيءَ اندر جولان لڙ لهرون لس ليٽ مان ئي جلوه نما هو. هن انهيءَ گهور گهمسان تي خلوت جي چادر تاڻي اندر ۾ ٿبي هنثين ۽ اهڙي سن اختيار ڪئي جا هرڻيہ گرڀ جي هردي اندرهوندي آهي. لاشڪ هزارين ارمان هئا انهيءَ سن ۾ سمايل. ائين آهي ڇا تہ اها سن اهڙي انت هئي جهڙي يوگيءَ جي شونيہ، جنهنجي نڪا آهي آد نڪا انت ۽ جنهنجي نشاني آهي ٻڙي (ديارام جو تخلص هو Zero) جا بلڪل پالهي هوندي بہ ٻرهمانڊ جون سموريون شڪتيون پاڻ ۾ تي سمائي.

# لوڪشاهيءَ جا ليڊر

"ڏڻ تہ ڏٽي، نہ تہ وڪڻ ڪٽي." اهو انهيءَ لاءِ چيو اٿن جو ڪوبہ ڪم جنهن ۾ گهڻن جو ساٿ کپي، سو اڳوان بنا پوريءَ ريت نباهڻ اسيؤ آهي. جنگ ۾ سالار، ڪمپنيءَ ۾ مئنيجر، ڪارخاني ۾ فورمين، پنچائت ۾ مکي، پارليامينٽ ۾ پردان منتري کپي، ورنہ ڪم ڏانوانڊول ٿي ويندو. اهڙيءَ نموني ڪم هلائڻ لاءِ انتظام کپي ۽ انتظام رکڻ لاءِ ناظم جي ضرورت آهي، جو عملي ڪي ضابطي هيٺ رکي چڱيءَ ريت ٻڌائي تہ ڇا ڪجي يا نہ ڪجي ۽ اهو ڪهڙيءَ ريت ڪجي. جيڪڏهن سماج جو چرخو اهڙن جي ور چڙهي ويو، جي ڪنهنجو بہ حڪم يا هدايت مڃڻ لاءِ تيار ناهن ۽ ڪنهن بہ رٿا يا نيم پٺاندڙ هلڻ نٿا چاهن تہ بدانتظاميءَ سبب سماج ترقي ڪري نہ سگهندي: اهوئي سبب آهي جو هر ملڪ جي واڳ ڪنهن ليڊر جي هٿ ۾ رهندي آهي. تاريخ شاهد آهي تہ جڏهن ڪو بہ ملڪ برجستي ليڊر کان وانجهجي ويو آهي تہ اتي بدامني ۽ بدحالي پيدا ٿي آهي ۽ پرجا مجبور ٿي ڪنهن پيشوا جي ضابطي هيٺ هلڻ ۾ ٿي پنهنجي ڀلائي

جاتي آهي. پر ڪي لوڪشاهيءَ جي هام هڻي ماڻهن کي گمراهه ڪن، مگر اها حقيقت آهي ته ليڊر بنا ملڪ جو چاڙهو ناهي. لاشڪ هر شخص ڪي وجهه ملڻ گهرجي ته پنهنجي ذهن ۽ لياقت، علم ۽ اخلاق ذريعي ترقي ڪري، ۽ قانوني ريت به هر ڪنهن سان هڪ جهڙو ورتاءُ ٿيڻ گهرجي. سماج بلڪ خود ماڻهوءَ جي ڀلائي لاءِ اهڙي سمانتا ضروري آهي. مگر پيشوا ۽ پوڄا وچ ۾ اهڙي سمانتا جو سوال ئي نٿو اٿي.

سوال آهي ليڊر ڪهڙي ڪجي؟ موروثي ليڊر يعني وڏو پٽ پيءُ جي گدي سنڀالي هڪ آڳاٽو طريقو آهي. انگلنڊ جي راڻيءَ جو رتبو انهيءَ موروثيت تي بدل آهي. هيٺئن ڪارخانن ۾ پڻ پيءُ پڄاڻا وڏو پٽ ئي سيٺ جي گدي سنڀاليندو آهي ۽ پنهنجي خاندان ۽ زندگي جي ناماچار خاطر ڪا به قرباني ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو آهي. اتفاق سان جي وڏي پٽ ۾ لياقت نه هجي ته لاچار موروثيت ۾ تبديلي آڻيندا آهن. عملي ريت موروثي ليڊر کي خود مختيار نه ٿيندا آهن. هنن کي ڪنهن ضابطي هيٺ رهڻو پوندو آهي، جئن انگلنڊ جي راڻيءَ کي پارليامينٽ جي ضابطي هيٺ رهڻو پوي ٿو. آزمودي مان ڏٺو ويو آهي ته جتي حاڪم تي ڪو ضابطو ناهي يا آپي شاهه آهي، ته اُتي وقت بوقت بغاوت متو آهي. ليڊر لاءِ ضروري آهي ته ماڻهن جو

سندس ليڊريءَ ۾ وشواس هجي. جيڪڏهن ماڻهن کي هن جي لياقت ۾ شڪ شبها هوندا، ته هو ڪو به ڪم سر انجام نه سگهندو.

اڄڪلهه چونڊن جو زمانو آهي ۽ چونڊن ڏٺارا ئي عيوضي قانون ساز جماعتن ۾ ڀرو ونهي سگهن ٿا. ليڪن چونڊن ۾ ڪاميابيءَ لاءِ فصاحت ۽ خوش خلقي، رسوخ ۽ پئسو گهرجي. انهن گڻن کي قانون سازيءَ جي ڪم ۾ ڪا خاص اهميت ناهي. انڪري اهي شخص جي اهڙن خصلتن سبب پارليامينٽ ۾ چونڊجي وڃن ٿا، سي بيڪار آهن. هوندا به جنهن شخص کي چوٿين يا پنجين سال هڙ ان ڳچ ناڻو خرچي ووٽ لاءِ در در ڀڪيا مڱڻي پوي ٿي، سو ليڊر ٿي نٿو سگهي. ليڊر ملڪ جي بهبوديءَ لاءِ موقعي سر ماڻهن جو ناراضپو به ڪٽيندا آهن. جو شخص ووٽ لاءِ خوش ڪري جاڻي، سو ليڊريءَ جي واڳ سنڀالڻ لائق ناهي. چونڊن ذريعي ليڊر بڻائڻ غلط طريقو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڪارخاني جي مالڪ کي چونڊن وسيلي پنهنجو اڌڪار قائم رکڻو هجي، ته هوند بهترين ڪارخانو به هڪ سال اندر ڏيوالو ڪڍي. جيڪڏهن رواجي ڪاروبار هلائڻ لاءِ چونڊن جو طريقو ناقص آهي ته ملڪ جي وڏي ڪاروبار لاءِ تهائين وڌ ناقص ليکبو. اهڙو ڪو به احمق ناهي جو چوي ته جنگ ۾ سالار جي چونڊ سولجر ڪن

يا پورهيت مُنيب چونڊن. هن وقت گهڻن ملڪن ۾ سياسي ڌرين جو مول ڪارڻ پارٽي بازي ۽ ان سان لاڳو چونڊن جو سرشتو آهي. خود آمريڪا، جو نهايت ڀاڳيو ۽ طاقتور ملڪ آهي، اُتي چونڊ جي سرشتي سبب پريزيڊنٽ ۽ ڪانگريس اڪثر هڪٻئي سان سهمت نه هوندا آهن، جنهنڪري سندن وديشي نيتي سندن ديس خواهه ٻين ديسن لاءِ سر دردي‌ءَ جو باعث بڻبي آهي. ڪڏهن نه ڪي سال سانده هڪڙي ڪا نيتي ئي نه هوندي آهي، جنهنڪري گهوٽالو ۽ مونجهارو پيدا ٿي ويندو آهي. انڪري آمريڪا جي ڀيٽ ۾ وري به انگلنڊ جو طريقو گهٽ خطرناڪ آهي، جتي پردان منتري اڪثريت جو عيوضي هوندو آهي. گرچ اها اڪثريت رڳو پارليامينٽ جي عيوضين جي هوندي آهي، ۽ امڪان آهي ته چونڊن جي طريقي سبب پرجا جي هڪڙي اڪثريت نه به هجي.

ليڊر چونڊڻ جو هڪ ٻيو به طريقو آهي جو اڳاٽي زماني کان چين ۾ شروع هو ۽ هن وقت ڪاروباري سرڪردا چونڊڻ لاءِ خاص ڪري فرانس ۾ چالو آهي. انهيءَ طريقي کي مشعبريعيت چوندا آهن. مشعبرين لفظ عتري جو بگڙيل روپ آهي. انهيءَ طريقي انوسار ڪو به شخص جو مکيه ڪارپرداز ٿيڻ چاهي، تنهنکي انهيءَ خاص ڪم لاءِ امتحان ڏيڻو پوندو آهي. ظاهري

ريت اهو طريقو چڱو ٿو لڳي، ڇاڪاڻ ته هر ڪنهنکي اهڙي چٽاڀيٽيءَ ۾ هڪ جهڙو وجهه ٿو ملي. مگر عملي ريت اهڙو ڪو امتحان ئي ڪونهي، جنهن دئارا ماڻهوءَ ۾ ليڊريءَ جي گڻن جو اندازو لڳائي سگهجي. ليڊر شڪتيشالي ۽ هر هنريو، وشال هردي ۽ ٻڌي وارو چست ۽ دور نظر، پڪي ارادي وارو ۽ چرپروان شخص هئڻ جڳائي. ڪيترن مدبرن جو رايو آهي ته موجوده ڪاروبار جون انيڪ خاميون چونڊن ۾ سکڻين ڊگرين کي اهميت ڏيڻ سبب آهن. ٻيو رستو آهي مدي انوسار بوتري ڏجي. پڌرو آهي جيڪڏهن ماڻهو ڪند فهم، سست ۽ ضدي ناهي ته ڄمار آهر آزمودو ٿيندو ويندو. مگر پوڙها به ڀانت ڀانت جا شخص ٿيندا آهن، جنهنڪري ڪو به ڪونه چوندو ته ماڻهوءَ جي لياقت جي پرک سندس جنم پتريءَ جي تٿ ڏسڻ سان ڪري سگهجي. هنن مان وري به چونڊ ڪرڻي پوندي ۽ چونڊ ۾ خاص طرح انهيءَ ڳالهه تي ويچار ڪيو ويندو ته هنن ڪم ڪرڻ جي ڪيتري شڪتي آهي- يعني ته پيريءَ ۾ پنهنجو جوڀن ڪيتري قدر قائم رکي سگهيو آهي، جو آزمودي سان گڏ هن جي ڪليل دل ۽ تجربيڪار دماغ جو جوڳو فائدو وٺي سگهجي.

ليڊر چونڊڻ جو هڪ ٻيو به طريقو آهي، جنهن

مطابق بادشاهہ يا پريزيڊنٽ پارليامينٽ جي رضامنديءَ، سان پرڌان منتري چونڊيندو آهي؛ ۽ پرڌان منتري پنهنجي وزارت ۽ وزير ۽ پنهنجا سيڪريٽري وغيره. ڪاروبار هلائڻ لاءِ اهو طريقو گهٽي قدر ڪارگر ثابت ٿيو آهي، گرچ ٿورن ماڻهن جي هٿ ۾ طاقت هئڻ سبب باقيت پراڻين ۽ پوس رهجي وڃي ٿي ۽ لوڪشاهيءَ جي مراد نہ ڪاروبار عوام جي هٿ ۾ هجي پوري پوري نٿي ٿئي. پرجا کي اهڙو موقعو اُني نٿو ملي، جو پنهنجو عقل هلائي ڪاروبار هلائي. آخرڪار ڪابہ حڪومت عوام جي خوشحاليءَ لاءِ آهي؛ اها خوشحالي ٿيسين ڪين نصيب نہ ٿيندي، جيسين هو پاڻ حڪومت هلائڻ جو ڪم نہ پرائيندا. انهيءَ ڪري مهاتما گانڌيءَ جو رايو هو تہ حڪومت جي واڳ ٿورن جي هٿ ۾ ڏئي باقيت کي پر اڏين بنائڻ سان ڪوبہ مسئلو دائمي ريت حل ٿي نہ سگهندو. انڪري هن هڪ تدريجي سرشتو جوڙيان ۾ آڻڻ ٿي چاهيو، جنهن مطابق ڳوٺ پنچايت تعلقہ پنچايت چونڊي ۽ اها وري ضلع پنچايت چونڊي جا پرانت سڀا ۾ عيوضي موڪلي ۽ پرانت سڀائون لوڪ سڀا ۾ عيوضي موڪلين. اصولي ريت اهو ڪاروبار جي ورڇ ۽ ذميواري جو ويڪاز عمدو آهي ۽ ان بنا لوڪشاهي طلسم آهي. هن وقت روس ۾ اهڙو ئي پنچائتي سرشتو آهي. ليڪن موجوده

حالتن هيئن هندستان ۾ اهو سوشلسٽ يڪدم عمل ۾ آڻڻ شايد لاڀدائڪ نه ٿئي، ڇاڪاڻ ته عوامي اخلاق وسائل تي ڀيتل آهي ۽ پنچائتون بلڪل بيڪار بلڪ هاڃيڪار ثابت ٿيون آهن. البت ڪجهه عرصي جي تربيت پڄاڻا ماڻهن ۾ اهڙي لياقت پيدا ڪرڻ جو هو سماجڪ ڪم خوبيءَ ۽ ديانتداريءَ سان سنڀالي سگهن ۽ پنهنجا ليڊر پاڻ مان پيدا ڪن، اهڙو مشڪل ڪم ناهي جهڙو هيئنر ڏسڻ ۾ اچيٿو. تنهن هوندي به اهو ممڪن ناهي ته سالار ۽ جج، ماهر ۽ ڄاڻوءَ کي عوام جي رحم ڪرم تي ڇڏجي. باڪرا بند ۽ پلائي لاءِ ڄاڻو گهرجن، جي لياقت ۽ ديانت جي ڳڻن سبب مقرر ٿيڻ گهرجن. اهو ضروري آهي ته مکيه ڪارپرداز ايماندار ۽ چڙهوان هئڻ گهرجن - پوءِ هنن جا ديني ڌرمي عقيدا يا شخصي رايا ڪٽي ڪهڙا به هجن. لوڪشاهيءَ ۾ وڏي خامي اِها آهي، جو رشوت رسوخ ۽ رشتيداريءَ کي اهميت ڏئي لياقت ۽ چرتر جو پورو قدر نٿو ڪيو وڃي، جنهنڪري قوم کي گهڻو ڇيهو ٿو رسي ۽ ٿورو ڪم گهڻي خرچ ۽ گهڻي دير پڄاڻا ڪيو ٿو وڃي ۽ ڪاروبار اهڙن هاتڪن جي هٿ ۾ ٿو اچي، جي ملڪ جي بهبوديءَ عيوض پنهنجا کيسا پُر ڪرڻ ۾ ٻڙ آهن ۽ ٻي ڪا جوابداري محسوس نٿا ڪن.

مگر ليڊر ڪو سڪڙو ڪارپرداز ناهي، هنجو ڪم

آهي ته بين کان ڪم ڪيئن وٺجي ۽ ڪهڙي خاص ماڻهوءَ تي قوم کي وٺي هلجي. اهڙي ڪار لاءِ ڪهڙا گڻ گهرجن تنهن جي ڄاڻ ضروري آهي. پهرين ته ڪو به شخص جنهن جي اڳيان شڪتي پربل ناهي، سو ليڊر ٿيڻ جي لائق ناهي. ليڊر ۾ اها لياقت ضروري آهي ته موقعي سر ڪنهن قطعي فيصلي تي اچي سگهي ۽ مخالفت يا رنڊڪ سبب ڍلو ٿي نه وڃي. البت فيصلي تي اچڻ کان اڳ پوري ڄاچ پڙتال ڪري ۽ هر ڳالهه مان بخوبي واقف ٿئي، ۽ جيسين ڪا اهڙي مشڪلات جا حل ٿي نه سگهي، پيش نه آئي اٿس، تيسين پنهنجي فيصلي تي پڪو رهي. ليڊر جو سدائين من تن تو هٽي، سو پنهنجي پوئلڳن کي گيدي تو بڻائي. نازڪ وقت مشڪل معاملن جو فيصلو ڪرڻ آسان ڪم ناهي. اهڙا فيصلا اڪثر گهٽي ڍڪ جو باعث بڻبا آهن. ليڪن اعليٰ مقصد ۽ قوم جي بهبوديءَ خاطر انهن کان منهن موڙڻ ليڊر جي شان وٽان ناهي. هن ۾ اهڙي اخلاقي همت هئڻ گهرجي جو مخالفت جي پرواهه نه ڪري، پنهنجي فيصلي تي قائم رهي. البت ائين ڪندي هڪ ڪي سختيءَ کان ڪم وٺڻو پوندو آهي جا قوم جي بهبودي لاءِ جائز آهي. سختيءَ جي معنيٰ ويرياءُ يا ضد پاڙڻ ناهي، جو خسيس طبع ۽ نيچ سڀاءُ جي علامت آهي. جو شخص سوارٿي ۽ خود غرض، وهو ونو ۽

ضدي، پارٽي باز ۽ نہ پٽائي آهي، تڏهنلاءِ ڪنهن جي بہ دل ۾ محبت پيدا نہ ٿيندي. ڪو بہ ڪوڙو ڪپتيو، بہ منهون، اڙٻي ڦڙتي ڪندڙ آپ سوارٿي ليبڊري ءِ لائق ناهي. گهڻو ڳالهو ۽ گهڻ متيو بہ وشواس جاڳائي نہ سگهندو. اثرائتي ليبڊري گهٽي سمجهہ ۽ سگهہ تي گهري. عزت لائق بڻجڻ ئي بهترين طريقو آهي عزت حاصل ڪرڻ جو. ليبڊر اهڙي ممتاز شخصيت جو صاحب هئڻ گهرجي ۽ سندس صداقت ۽ ديانت داري اهڙي آفتاب جيان عيان هجي، جو سندس مخالف بہ سندس ايمانداري ۽ نيڪ سيرت ۾ شڪ آڻي نہ سگهي. اهڙو شخص جيڪڏهن ڪم خرچ ۽ هڏ ڏوکي ۽ سپتيو هوندو، تہ سندس مٽتا وڌندي ۽ ماڻهو ڪمر ڪشي سندس ساٿ ڏيندا. ڪاروبار جو سڪڻو ڳاڻو گهڻ ڪا ليبڊري ناهي. پٽي تي ڳاڙي پٽي گهلبي. ليبڊر ڪو سڪڻو عهدو يا پوزيشن ناهي. هنکي اوچ مقصد ۽ رٿا لاءِ عملي ۽ ساٿين - بلڪ ورو ڏين جو سهڪار هٿ ڪرڻو آهي. هنکي پنهنجي لياقت جي حدن جي بہ ڄاڻ هئڻ گهرجي، جنهنڪري گهٽن معاملن ۾ هٿ انڪائڻ عيوض اهو ڪي ڪري جو ڪشلتا سان ڪري سگهي. انڪري گهٽي سوچ پڇاڻا ڪم ڪٽي ۽ پوءِ مڙس ٿي مشڪلات ڪي منهن ڏئي ڪاميابي حاصل ڪري.

ليبڊر ڪي ڄاڻ هئڻ گهرجي تہ رواجي ماڻهو مورڪ

ٿيندا آهن. هنڪري اها ٻه ڄاڻ هئڻ گهرجي تہ حريف، ماڻهن جي مورڪتا جو ناجائز فائدو وٺي، سندس مقصد ۽ مراد ويچار ۽ رٿا مروڙي سروڻي لوڪن کي گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. لوڪشاهي سرشتي ۾ هر معاملي تي آلوچنا ۽ اوگهڙ جو امڪان آهي جو شايد سندس دل کي صدمو رسائي. هنڪري اهو سوُر سهڻ گهرجي. ڪم ۾ ڪاميابي خاطر من ماري، آبرو ۽ ۽ ايمان تياڳي پڪي ارادي سان واڳہ سنڀالي. ليڊرزي امانت آهي- ملڪ جي ملڪيت آهي- نہ ڪ شخصي وڏ مـاڻهپي ۽ ايمان جو هٿيو. ٻيو تہ ڪاريہ جي سڦلتا لاءِ گهڻي غور ڀڄاڻا جيڪي ماڻهو چوندي، تن لـي پورو ڀروسو رکـي. ڪيس ڄاڻ هئڻ گهرجي تـہ ڪو بہ ماڻهو ڀرپور ڀرپورڻ ناهي. خود تجربيڪار ۽ ماهر پڻ غلطيون ڪندا آهن ۽ ڪن حالتن ۾ سـندن حڪم جي تعميل اڏوري ۽ لاپرواهيءَ سان ٿيندي آهي. ماهر جو لاڳاپو سندس ڪم سان هئڻ گهرجي ۽ منيجر جو مت نظر، پالسي ۽ سموري سڦلتا سان. هنڪري اهي ڳالهيون ڌيان ۾ رکي اهڙا ماڻهو هٿ ڪرڻ گهرجن، جي سندس لاءِ گهڻي ۾ گهـڻو ڪارگر ٿين. هنڪري اهڙن ماڻهن جـي شخصي هلت چلت يا راڄين طرف ايترو ڌيان نہ ڏيڻ گهرجي، جيترو هنن جي سچيائي ۽ ڪم ڪرڻ جي لياقت تي. جيڪڏهن اهين نہ ڪندو تہ چاپلوس ۽ ٻ

چاڙيا سوارتي ۽ مڪار وڪوڙي ويندس، ۽ سندس مرادون ۽ مقصد نشقل رهجي ويندا. در حقيقت ليبر کي هر گروهه سان جاڻ پڇاڻ هئڻ گهرجي ۽ اُنهن گروهن ۾ جيڪي واقعي ڪارگر ڪارڪن هجن تنجو ساٿ هٿ ڪرڻ گهرجي. جو شخص رڳو پنهنجي پارٽي يا فرقي مان ڪارڪن ڳولهي ٿو، سو ديس لاءِ ڪمزوري جو باعث ٿو بڻجي. لياقت ڪنهن خاص ذر جو ورثو ناهي. قوم جي ڪاري لاءِ سڀي قوم جو سهڪار کپي. امڪان آهي ته ائين ڪرڻ سان سندس خاص ذر ناراض ٿئي يا زبردست جي هوندي أي هڪ ٻئي کي سهندا ناهن سي رنج ٿين. مول ڳالهه آهي ڪاري يا مقصد. انڪري چڱائي هر ماڻهوءَ جون طبعي خاميون نظرانداز ڪري پنهنجي هم ڪارن ۽ زبردستن ۾ ڪم لاءِ اُتساهه جاڳائي ۽ هنن اڳيان شخصي هلتي چلتي ذريعي سهڪاري ڪم جو مثال پيش ڪري. جنهن ليبر ۾ ڌيرج ناهي ۽ سياڻپ ناهي ته پانت جي ماڻهن مان ڪيئن ڪم ڪڍجي، يا نٿو ڄاڻي ته ڪهڙو ماڻهو ڪهڙي ڪم جي ڏانو جو آهي، سو پنهنجي ڪم ۾ ڪامياب نه ٿيندو.

لوڪشاهي سرشتي ۾ ڪو به شخص ڪنهن چيڪيءَ ڪان آجو ناهي. مخالف ذر وارن جو پيشو ئي آهي ته ڪاروباري ذر جي ليبر کي ڪڍي واڳون پنهنجي

هٿ ۾ آڻن. انڪري هو اڪثر غير واجبي نڪته چيني ڪندا آهن ۽ هنجا خيال ۽ مقصد اُلٽا سُلٽا ڪري ماڻهن کي گمراهه ڪندا آهن. اهڙي قسم جي نڪته چيني صحتمند نه چئبي. ليڪن موجوده حالتن هيٺ اُنهن مان پلئه آجا ڪرڻ به مشڪل ڪم آهي. اهڙي غليظ ذهنيت ۽ غير صحتمند نڪته چينيءَ جو علاج آهي ته ماڻهن کي صحيح حقيقتن مان واقف ڪجي. البت ليڊر مٿان ملڪ جي معاملن جي ذميواري آهي ۽ موقعي سر ڳالهيون مخفي رکڻ ئي مصلحت آهي. ڪوبه ليڊر سيني معاملا ڪليءَ ريت پرجا اڳيان رکي نٿو سگهي. هنڪي ڪن موقعن تي ماٺ ۾ رهڻو آهي ۽ گنڀير نموني سوچ ويچار ڪرڻو آهي. ليڊر ۾ اهو ڪم هئڻ گهرجي ته ڪهڙي موقعي تي ۽ ڪهڙي نموني ڇا ٻڌائي ۽ ڇا نه ٻڌائي، جو ماڻهن جو منجهس وشواس قائم رهي ۽ مخالفن جا پول به پڌرا ٿي پون، اهو مشڪل فن آهي. گرچ موجوده سرڪار وٽ ايڊا ته اشاعت جا ذريعا آهن، جو ان ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو افلاطون جو دماغ نه کپي.

ڪاروباري ليڊر کي پنهنجي شغل ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ اِتهاس، ساهتيه منو وگيان وغيره جو ٿورڙو اڀياس ڪرڻ گهرجي. آرٽ ودِيا مان انگن اکرن ذريعي مالي حالتن جي چارٽ پوندس ۽ ٻين جا ويچار

۽ تجربا جاچي ڏسڻ سان پنهنجي ويچارن کي درست ڪرڻ جو موقعو ملندس. البت هنجو وقت قيمتي آهي، جنهنڪري گهڻو وقت ايپاس ۾ لڳائي نه سگهندو. ازانسواء هنکي ڪافي ايڪانت کپي جو ٿـڌي سيني سوچي ويچاري سگهي. ڪو به شخص جو ايڪاگر ٿي ايڪانت ۾ سوچڻ جو عادي ناهي، سو ليڊري قائم رکي نه سگهندو. گوتم ٻڌ ايڪانت ۾ ۽ حضرت محمد بيابان ۾ پنهنجي سر ڌيان لڳائـي سوچيندا هئا. هيئنر به ڪي ليڊر پهاڙن طرف لـ ڪي دور ديسن طرف من ٻي پاسي وجهي تازو توانو ٿي ڪم ۾ جنبي ويندا آهن. ليڊر کـي جڳائي ته ديس پرديس جي احوال خواه نرالن ويچارن جي ڄاڻ لاء ماهر رکي، جي ٿوري ۾ هر ڳالهه مان کيس واقف ڪن. البت هو خود به تيزفهم ۽ ذهين هجڻ گهرجي ۽ هلت چلت ۾ سگهڙ. جيڪڏهن هنجي دماغ کي ڪافي تربيت مليل آهي ۽ من جا در کليل اٿس ۽ زنده دلي سبب هـر معاملي ۾ دلچسپي اٿس ته ماڻهو سندس عزت ڪندا ۽ مخالفن جي تڪته چيني هنکي بوغلائي نه سگهندي. آخرڪار ليڊري به هڪ پيشو آهي، جو سمورو وقت ۽ سموري شڪتي ٿـو گهري. انڪري ليڊر کي ٻي ڪنهن بـ ڌنڌي جو خيال ڪرڻ نـ گهرجي. رپورٽون پڙهڻ ۽ سماچار ٻڌڻ ۽ فائيل نيڪال ڪرڻ ۽ عملي ڪسان ڪم ونڊڻ ۽ رٿون رٿڻ ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ لاء جوڳا طريقا

اختيار ڪرڻ، مخالفت کي منهن ڏيڻ ۽ طرفدارن کي ڪيئڻ، عملي خواه عوام مٿان نظر رکڻ ۽ سوچ ويچار پڄاڻا ڇتو حڪم صادر ڪرڻ، خاص ماڻهن سان ملاقات ۽ موقعي سر ٿورو ٿورو ٻهرو ونڊڻ، هر قسم جي گهرن تي ويچار ڪري فيصلو ڪرڻ ته ڇا ڪجي يا نه ڪجي ۽ ڪيئن ڪجي ۽ اوڪي گهڙيءَ مڙس تي مشڪلات جو منهن ڏيڻ وغيره ليڊريءَ جي پيشي جا انگ آهن. ليڊر سست ٿي نٿو سگهي، نڪي عيش عشرت ۾ وقت وڃائي ٿو سگهي. ساڳي وقت ڪنهن به واد يا سڌانت، مرشد يا گرو، پنٿ يا مذهب جي سخت پابندي به هن لاءِ مفيد ناهي. پارليامينٽري سرشتي جا ڪي ڪامياب ليڊر وڏي آورجا جا شخص ٿي گذريا آهن. سندن ڪشادي دل، روشن دماغ ۽ زنده دلي جاتيءَ لاءِ غنيمت سمجهي ڪين اسي نون ورهين تائين چست قرت رکيو آهي. ڪي گلئڊسٽن ڪليمنشو چرچل جهڙا اهڙي هٺ سبب انت تائين ڪتاب لکندا رهيا. هوندي به اونهي اپياس بنا حڪومت جو ڪاروبار هلائڻ هوڙهيائي آهي.

اهڙا ليڊر جاڳن ٿا ته سنسار ايامن ڪان بدين سان پيل آهي ۽ پاڻ اهي سڀئي پيڙاهون دور ڪري نه سگهندا. ماڻهو اهڙا مورک، لوڀي ۽ پاجي آهن جو ڪو به مهاتما سڀني کي سڌاري نٿو سگهي. ليڊر کي پنهنجي

قوتن جي حدن جو پورو احساس هجڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح لوڪ ڪلياڻ لاءِ خواه ڪاروبار جو ڳاڙو رهڙهڻ لاءِ جيڪي ڪري سگهي سو ضرور ڪري ۽ باقي اُسرندڙ ٽهيءَ جي حوالي ڪري. اهڙو نيتا جو پنهنجي زمان مڪان جون حدون ڄاڻي قدم وڌائي ته سوئي ڪامياب ڪاروباري ليڊر ٿيندو. هو نڪي هوا ۾ لغڙ ته اُڏائي نڪي آسمان مان ٽِيڙو ڪٽيون ڇني ماڻهن جي جهول ۾ وجهڻ جا بيهودا ۽ بلڪل باطل اقرار ڪري ڄاڻي. هو عملي ڪم هٿ ۾ ته ڪڻي ۽ اُن لاءِ ماڻهن ۾ واجبي اُتساه ڄاڳائي سندن سهڪار هٿ ته ڪري ۽ ائين ڪندي قوم جو ڳاڙو سڌي سليمي ڳس تي هلائي، امن امان ۽ انتظام ذريعي لوڪن جي خوشحالي ۽ رتائنتي ترقي جو باعث ته بڻجي. ڪير چوندو ته اِنسان ذات کي اهڙن سگهڙ ليڊرن جي ضرورت ناهي يا اُنهن بنان ساڌارڻ لوڪ پنهنجي سروڏيڪ ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا. هن وقت جڏهن اسان جي ديش ۾ مفلسي ۽ بيروزگاري ڀرشٽاچار ۽ بدانتظامي چوٽ چڙهيل آهن تڏهن جڳائي ته اسين مٿين ويچارن تي غور ڪريون، ۽ ڪاروبار جون واڳون اهڙن سگهڙن جي سپرد ڪريون جن ۾ اهي گڻ هجن.

هن ليک اندر خود لوڪشاهي سرشتي جي خامين خوبين تي اپٽار ڪري نه ٿي سگهجي. اڄڪلهه هرڪو

ديس لوڪشاهيءَ جي هام هڻي ٿو. پلڪ بڪنيٽرشپ ۾ عيوضي پٽي جو ڪو ملمعو رچي ٿي. هو لڪن ٻه جيترا آهن ديس اوترا آهن سياسي ڪاروبار جا سرشتا. ڪن هنڌ هڪ پارٽي ته ڪن هنڌ ٻه يا گهڻيون پارٽيون، ڪن هنڌ پريزيڊنٽ ته ڪن هنڌ پردان منتري سرشتو چالو آهي. لوڪشاهي باهرين چيڙي آهي. اڳ يونان جا سرگرم سوچوان مارڪيٽ ۾ گرماگرم بحث ڪندا هئا ۽ هرڪو بالغ ان ۾ ڀرو وٺي ووٽ ڪندو هو. زالن ۽ غلامن کي اهڙو اڌڪار نه هوندو هو. هن ملڪ ۾ پنچائتي سرشتو به اهڙو ئي هو، جنهن ۾ هرڪو سڌيءَ ريت ڪاروبار ۾ ڀرو وٺي سگهندو هو. ليڪن اهي ٿورڙا ماڻهو هئا. هيئنر ڪروڙن جي سنکيا سڌيءَ ريت ڪاروبار ۾ ڀرو وٺي نه ٿي سگهي. پرجا پنجن سالن ۾ هڪ دفعو ووٽ ڪري ڪنهن کي چونڊي ٿي. اها چونڊ به ڪا پرجا جي ناهي. اڪثر هرڪا پارٽي پنهنجا اميدوار کڙا ڪري ٿي يا ڪو ذاتي طرح رسوخ وارو اليڪشن لڙي سگهي ٿو. انهيءَ سرشتي ۾ ڏاڍا ودوان ۽ سوچوان، سيواڌاري ۽ پراپڪاري، ماهر ۽ سپيتيا چونڊجي نه ٿا سگهن. اليڪشن لاءِ ناڻو ۽ ذات پات جي پنيرائي، پارٽيءَ ۽ پونجي پتيءَ يا ٽريڊ يونين جي پٺتي ڪپي، جنهن ڪري اڪثر حريف ۽ تڙيباڪ، سوارٿي ۽ ڏيتي، چرتر هيڻا ۽ گهر گهلا چونڊجي وڃن ٿا.

سرڪاري ڪاروبار ڪن ٿورڙن پارٽي ليڊرن ۽ بالا عملدارن جي هٿ ۾ آهي. اڪثر عملدار جي عملي ريت دفتر ڏٺي آهن سي ڪي پنهنجي جوهر ۽ جاکوڙ، لياقت ۽ همت سبب اوچ آسڻ تي نه رسيا آهن، پر رسمي ڪاروبار جو پرزو هڻڻ ڪري ڪاغذ اٿلائڻ جو تجربو پرائي چڙهندا ويا آهن. هنن کي پرجا جي پرورش ۽ ديس جي بهبوديءَ جي اون ناهي، پر شخصي پوزيشن ۽ خسيس سوارٿ سڌ ڪرڻ جي. انڪري هو سياسي حريفن ۽ مالدارن جا هٿيا بڻجي پون ٿا. عملي ريت ڪاروبار جي واڳ انهن ليڊرن ۽ عملدارن جي هٿ ۾ آهي جي شاهوڪارن ۽ ليبر ليڊرن سان سمجهوتو ڪري پرجا کي سکڻن اُپديشن ۽ انجامن وسيلي پيلائن ٿا. هن وقت لوڪشاهي خلاف ناراضپو وڌيل آهي، مگر آپي شاهي به ڪو علاج ناهي. انڪري ملڪن ۾ پريشاني پئي پسجي. پڌرو آهي ته ڪو به ليڊر جو گاڏو گهلڻ لاءِ هلنديءَ وارن شخصن ۽ ڌرين کي خوش ڪري ۽ پرجا جي گهرجن جو به جوڳو بندوبست ڪري سو ملڻ مشڪل آهي. ٻيو ته جن ملڪن ۾ اٿو لٿو اجهو ڏيڻ ڏيڻ لاءِ سرڪار بدل آهي ته ويچار ۽ وهنوار جي آزاديءَ تي روڪ آهي، ۽ جن ملڪن ۾ ويچار جي آزادي آهي (جا واقعي ڪي ٿورڙا ماڻهو ڪم آڻي سگهن ٿا پر آهي نهايت ضروري) ته اتي پل پک ۽

ٻيروزگاري سبب ماڻهو مري وڃي ته سرڪار مٿان ڪا،
جوابداري ڪانهي.

مطلب ته هن وقت دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ ڪو اهڙو ڪاروباري سرشتو ڪونهي جو ساراهه لائق ليکجي. حال في الحال لوڪشاهي لفظ خود گمراهه ڪندڙ آهي، ڇاڪاڻ ته ملڪ جي واڳ عملي ريت عوام جي هٿ ۾ ناهي، نڪي عوام جي ڀلائي ڪي انهن ڪا اڳواڻي ملي ٿي. ٻانڪ ڪي انهن مکيه معاملن تي ڌيان ڏيڻ جڳائي.

# انقلابي ليڊر

ليڊر گهڻن قسمن جا ٿين ٿا. ڪي اهڙا آهن جن ۾ دماغي قوت ۽ جگري همت سان گڏ حرفت ۽ چترائي جي خاصيت موجود آهي. اهي شخص ڏيک ويک، چمڪ دمڪ، نرڪي پڙڪي ذريعي لوڪن کي ڪيرو ڪندا، تماشن تي قوت ضايع ڪري عارضي ڪاميابيءَ تي راضي رهن ٿا. هو چراغن جي جهومر، مائيڪ جي ٻڙ ٻڙ، سرگرم خاصيتن ۽ خادمن جي چيچ ۽ مگڻهارن جي ٻ ٻ ۽ ٻمڪ دمڪ دڏاران پنهنجو رعبو قائم رکن ٿا. ليڪن ڪو به شخص جنهن جو اوچ آدرش ۽ روشن آئينده جو واهڻ نه ٻڌيو آهي، سو مهانتا جي اوچ آسڻ تي رسي نٿو سگهي.

ٻيا آهن جيڪي جام، جي گويا ماءُ پيٽان ليڊريءَ جو پروانو کنيو اچن. ممڪن آهي ته جمار ۾ پنهنجي خداداد لياقت جي نمايش جو موقعو ئي نه ملين، ڇاڪاڻ هڪين نه قدرت ڪين موڪري قالب ۾ گهڙيو آهي ليڪن هو اهڙي ذهن ذڪا جا صاحب آهن، جو مهل سر سيئن ڪان گوءِ کنيو وڃن. هو اٽڪل شڪل، چالاڪي چترائي جاٽن تي ڪانئي، پر قلبي صداقت ۽ دماغي

سطحي مانداڻ ۽ نُڪسان سبب اڪثر ڏيکيل ۽ نظر
کان غائب هونديون آهن. اِڪري جيَ ڪو ماڻهو انهن
بنيادي سادين حقيقتن طرف لوڪن جو ڌيان ٿـو
ڇڪائي، ته هو انتي ويساهه نٿا ڪن يا انکي غير عملي
سمجهي مٿهن ڏيري ٿا وجهن. سندن سمجهه ۾ اهـو
شخص چريت آهي، مغز خراب ٿيو اٿس يا ڪنهن شر
سندس شرير ۾ واسو ڪيو آهي، جو اهڙا اڻپٽانگ ٿو
بڌائي. مگر سو جي ڏسبو ته انهيءَ عجيب انسان جي
سوداءَ ۽ ماليخوليا ۾ اها بينائي، ڏاهپ ۽ دانائي سمايل
آهي، جا اڪابرن جي علم ۾ عدم پيدا آهي. اها ڪا
دماغي آواره گـردي، موجي من مستي، فڪري
غبار يا ابرآباد ناهي- بلڪ اهڙو شخص انسان ذات جي
آس جو ڪرڻو، آزادي ۽ انصاف جو فرشتو، روان روح
جو لاثاني رهبر آهي. هو شرر انگيز شخصيت جو خاوند
آهي، جو اُلٽ پلٽ لاءِ اتساهه جاڳائي، اهڙي ٽانگهه
اٿپن ٿو ڪري جا چالو ريت نيت سر انجامي نه سگهي.

اسين ڄاڻون ٿا ته سنسار جي ظاهري مانداڻ اندر
گپت شڪتين جي اڻ ترڻ آهي، جنهن جي ڄاڻ ڪن
جزوي شخصن کي هوندي آهي. اهي شخص آهن گويا
رازدان يا دويه جوت جا رکپال. هڪوار اهڙي منش
جي هردي اندر اهڙي جوت جاڳي، ته هن کي سک
سمهڻ نه ڏيندي.

سچائي ۽ سونهن، سڏيو منهنجي ساهه کي
وندر ۽ ورونهن، مون لئه پيار پرينءَ جو.

پوءِ اهو آدمي انهيءَ ادرشٽ ۾ سدا موجود جوت ۽ گپت شڪتيءَ جي آڌار اُمنگ ۽ عقيدي جي وهڪرن ۾ ويندو ڏڪبو، ۽ سڀ اوسانگا لاهي تن- من- ڌن انهيءَ ڪاريه ۾ ٻلي ارپي ڇڏيندو.

ڏنو ويو آهي ته هالو چالو آچار ويچار، مان ناراضپو، ماحول سان ناسازگي، انياءَ جو اونهو گهاءُ، اهو پڌيــر سياو تي بي احساس دنيا جو دٻاءُ ليبر پيدا ٿو ڪري. هن ڪري ڪتان نه ڪتان ڪا چٽڪ لڳي ٿي جا واهون بديل ۽ گهٽ پوساٽيل سبب دونهون پيدا ڪرڻ پڇاٽا ڳجهوئي ڳجهو پيپت ٻٽجي پوي ٿي، ٽانجو رواجـــي هڏي ۽ ماس جو پتلو هڪ زنده جوالا مکي ٻٽجيو پوي، جو جتي به قات ڪانئي ته زلزلو اچيو وڃي ۽ زمين جو صورت حال بدلجو وڃي.

”چٽڪون اُڏاٽيون ڪڏهن ڪنهن مچ مان،
پيپت متا ٻـــره جا - خدايون ڪـــاٽيون“

عام ريت خلق ڪانئين جي ۽ ۾ جهڙي موٽر آهي. ظاهرا منجهس آڳ ڏسڻ ۾ نـــ ايندي، نڪي خـــود سڙڻ جي خواهان آهي. ۾ هڪوار ان ڪاٺ گدام تي ڪا چٽڪ ڪري، ته فورا اهڙو مچ مچي ويندو، جو زمين آسمان لوساٽي وجهي. ليبر اهڙي چٽڪ، آسماني

وڃلي، لافاني آتش جو اُلو آهي، جو بي احساس ۽ نيم جان، نابين ۽ بي زبان، بد بخت ۽ بد حال عوام جي وجود ۾ داخل ٿي، انهيءَ ڪاٺين جي ڍير کي شعله ور ڪري. هو ٻاڻ سڙي ٻري ڪاري ڪوئلي مان هيرو ٿيو آهي - گويا خاڪ جي مٺ کي آفتاب جي درخشاني نصيب ٿي آهي. عجب ناهي جي اهو ديپڪ ٿي انڌڪار ۾ اُجالو آڻي، مثلن ۾ ساھ ڦوڪي ۽ صديون جا انياءُ ۽ ڪداچار پنهنجي تيج ۽ تپس دئاران ساڙي ڇڏي.

اهڙو ليڊر طبيعتا باغي آهي. سندس من - چت جي اَڌ هالو چالو وهنوار ورڻ آهي. انڪري سندس هردو سدائين اَشانت آهي. هو چاهي ته اها بي چئني دور ٿئي، مگر حالتون آرام ڪرڻ نٿيون ڏين. پوءِ هو پنهنجي ڪل بچائڻ خاطر دنيا کان گوشه نشين ٿو ٿئي.

اڪيلو آهيان ماڻهوئن جي ميڙ
اجا ڄاڻم ڪيڏي، ڇو آهيان، ڇا هيان
آهيان يا ناهيان، سو نه آيم سمجھ ۾.

وڃي ڪڏ پوي! منهنجو ڇا ٿو وڃي؟ مان سرشٽيءَ جو سرجنهار ته ڪين آهيان، جو ايامن جو انياءُ ڪدايون ۽ بيهودگيون دور ڪريان. مگر مان ڪري به ڇا ٿو سگهان؟ هڪ مسڪين اڪيلي سر ڇا ٿو ڪري سگهي؟

جي تو مچايان مچ تہ يار دوست عزيز خويش مڙهن موڙي ويندا. وڃي کھ پوي! چار ڏينهن حياتيءَ جا ڪاٽي چڙهيا. مونکي اهڙي جنجال ۾ اٽڪڻ ئي نہ کپي.

مگر جنهن شخص جي مغز ۾ اهڙو مانداڻ آهي، سو بہ آخر ڪار هڪ ماڻهو ئي آهي. ڇا بہ ڪري نہ انهن ماڻهن سان ئي گهاڙٽو اٿس، جن جي ٽيڏي چال پسند نہ اٿس. پلا، وڃي بہ ڪيڏانهن! پرٿوي پٽ زمين تان پر ڪري اڏامي تہ ڪين ويندو؟ سندس لاءِ ڪٿي ڪا نئين دنيا نهي تہ ڪانہ رکي آهي. سو اهو سور اهو ڪنڊو ڪيڏڻ سندس وت کان ٻاهر آهي. هو ڪوشش ڪري خلوت نشين ٿو ٿئي ۽ خيال ڊوڙائي آشانت چت ۾ شانتي ٿو آڻي. پر اها ٻاهہ ڳجهو ئي ڳجهو وڃيس ٿي ساڙيندي، تانجو جيرا جگر ڪباب ٿي وڃن تا ۽ هو بنا جاڻ انهيءَ رڪ جي پير مان هڪ نئين هستي بڻبو ٿو وڃي. هرڪو اعليٰ ليڊر جو واقعي قوم جو قطب نما ۽ امام بڻجڻ لايق آهي، سو انهيءَ اوڙاه مان لنگهي ٿو، جتي نفساني خواهشون ۽ خسيس مرادون ۽ عارضي مطلب سڙي وڃن ٿا ۽ ان عيوض وجود جي نهايت اونداهين گهراين ۾ غيب مان روشن ڪرڻو داخل ٿيندو ڏسي ٿو.

پهرين اها ڪرڻ ڪڙڪبيتي جيان چمڪ ڏيکاري الوپ ٿي وڃي ٿي ۽ سالڪ اوندهہ ۾ ان جو اِنتظار

ڪندو رهي ٿو. پوءِ نراس ۽ مايوسيءَ جي فضا ۾ اها ڪرڻ وڃي ٿي ته ليجسوي ٿيندي، تانجو ڀڪندڙ آفتاب ٻڏجيو پوي -

سهسين سورج چمڪيا، ڪيا چنڊ چٽاءَ
ماٺهوئڙن متاءُ - اڃا اونده نه لٿي!

جڏهن آدمي ايڪانت ۾ انهن روحاني منزلن مان لنگهي ٿو ته يقين جمي ٿو وڃيس، ته ظاهري جوڙ جنسار ڪانسواءِ بي به ڪا شڪتي آهي جا سندس دل کي ڇڪي ٿي ۽ ان سان توڙ نباهڻ ئي سندس جيون جو مول ڪرتب آهي:

نسريو تنهنجو نينهن - وسري وات وجود جي
محبت مونکي ماڳ جي، ساوڻ سندو مينهن
آهيان راتو ڏينهن - پانڌيڙو پرينءَ جو!

اهڙي سوجهه ٻوجهه پرائڻ تي پوءِ ئي ڪو ماڻهو اعليٰ شڪتيءَ جو واهڻ ٿو سمجهي ۽ اعليٰ مقصد جي سرانجامي لاءِ هرڪا قرباني ڪرڻ لاءِ تيار - چاڪاڻ ته هيئنر هو فقط انهيءَ روحاني راز جو آواز آهي:

”ڇپن ڇوريو ازل جي آواز ڪي
مهرون لڳيون مهن تي - ڳوڙهن ڳالهايو
پرينءَ پهچايو - اسان نيا پو نينهن جو.“

لاشڪ منزلون گهڻيون آهن ۽ اونداهيون اڪيچار- آزمائشون به اهڙيون آهن، جو سالڪ حيران رهجيو

وڃي. ورلو ڪو انھن ۾ پرکيائن مان پار پوي . مون رڳو اِشارو ڏنو آھي تہ ڪارو ڪوئلو ڪيئن پڇي ھيرو ٿو بڻجي.

سچ آھي تہ جيسين نفسانيت جو ذرو بہ موجود آھي، تيسين پوکہ ۾ پاس ٿيڻ مشڪل آھي. ھتان ھتان بڌي يا پستڪ واچي آدارا ويچار اوچارڻ سان ڪو بہ مھاپرش يا رھبر نٿو بڻجي. سنسار ۾ ويچارن جي اڻاٺ ناھي ۽ انيڪ نکر پيا انھن سان کيڏن. انھن آدارن ويچارن جي وائک سان لوڪن جي دل کي لوڏو نٿو اچي. جيسين قلب ۾ جنبش، مغز ۾ سوداءُ، جسم ۾ آنڌ - ماند اٿپن نہ ٿي آھي، تيسين ويچار پنھنجو رنگ نٿو لڳائي ۽ جيون بي رس بي جس رھجو وڃي. پر ھڪوار ڪو آدمي انھيءَ ويچار کي تاتي سرخ خون جون سرڪيون پرائي رشت پشت ڪري، تہ اھو ھوائي طوائي خيال رتل نيڻ ڪٽي نيزي جيان قلب ۾ گھاءُ ڪندو ۽ درديلي آلاپ سان ووڪ کي ڏوتڏاڙي مغز ۾ دم جھم لڳائيندو. پوءِ اھو خاڪي آدمي بجليءَ جي بلب جيان نور جو واھڻ بڻبو. ھو رواجي ماڻھوءَ جيان شڪل شبيھ ۾ تہ ساڳيو ئي ھوندو، پر اجاتي نھايت اشرف افضل ھستي بڻجي پوندو - جا منش وڪاس جي ھينئين ڏاکي کي مٿيري منزل سان ڳنڍي ٿي. واقعي ھرڪا ممتاز ھستي آھي ھڪ پُل، جنھن

ڏٺارا اِنسان جيون گنگا جي هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تي رسي ٿو ۽ اهڙي ريت ترقيءَ جون منزلون طئه ڪندو وڃي ٿو. گوشه نشيني ۽ خلوت جي گهڻي عرصي بنا ليڊري جي لياقت پرائڻ مشڪل آهي. اها ايڪاگرتا آتم وشواس تي وڌائي ۽ گهڻ شڪتيءَ جو پندار پري، ذهن ۾ اضافو ٿي آڻي. ڏٺو ويو آهي ته جنهن شخص جو گذر قلب جي رڄ سڄ مان نه ٿيو آهي، سو آتم آتما جي پدويءَ تي رسي نه سگهندو يا پهچي - ڪو به آدمي جو انهيءَ منزل مان نه لنگهيو آهي، سو ڪامران ٿي نه سگهندو:

”واسينگن جي وات جو آهي سفر سڄ جو-
ڪئين ٿيا ڪات هلندي حبيبن ڏي.“

مون چيو هو ڪو نيتا باغي آهي، باغيءَ جو مطلب آهي شخص جو چالو وهنوار ۽ سرشتي خلاف بغاوت ٿو ڦهلائي، ۽ لوڪن جي قلب ۾ استنوش پيدا ڪري جد وجهد ۽ جفاڪشيءَ لاءِ ٿو آياري. هو وڪاس جو واهڻ، سر جهڪ شڪتيءَ جو ڏسنو، مڪش اُنتيءَ جو علمبردار آهي. منش سياه ۾ تمس جهڄهو آهي. وس-پهچندي ماڻهو هٿ پير نٿو هلائي. احتياج تو من چلائمان ڪري شرير جي موٽر مشين کي هلائي - ليڊر رواجي ماڻهن کان نرالي استنوش هستي آهي، جا ڪل ڪائنات جو درد سيني اندر سانڍي لوڪن ۾ اهو الجهن اٿپن

ٿي ڪري:

”سانڊيا منجهي ساهه- ڏکڙا ساري ڏيهه جا.“

پرڪرتي اهڙا پرش پيدا ڪري وشو جو ميزان قائم رکندي آهي. هڪوار انهن انوکن انسانن کي جڳت جي ڪاروبار مان خارج ڪجي ته جيوت موڙ بلڪي پوندي ۽ سماج بيئل پاڻيءَ جي ڍ ٻ وانگر غليظ ٿي پوندي. ماڻهو ننڍا چاهين ته سانئيڪي جيون تيا-اڳي پاڻ لاءِ جو ڪائنتي جاکوڙ هموار ڪن. مگر باغيءَ جو ٻي - ڇڻ قلب ”اصل عاشقن جو سر نه سانڍڻ ڪم- هي هڏ و ۽ چم پڪ پريان جي نه پڙي.“ واري ڌاتت پيو تنواري. ان سبب هو نه رڳو پنهنجي ڪنڌ تي ڪاتي وهندي ڪنبي نٿو، پر دعوت ٿو ڏئي ”جي اٿئي سڌَ سُرڪ جي ته ونءُ ڪلالڪي هَٽِ لاهي رک لطيف چوي متو مانيءَ وٽ سِر ڏيئي سٽ، پيئج ڪي پياليون.“

اهڙي اڻانگي ڪم ۾ ڪاميابيءَ لاءِ سرويچن جون ڪوڙيون ڪپن، جي بنا هڪڪ، پتنگن جيان مچ ۾ ڪاهي پون. ان لاءِ هو ور ور ڏيئي سوز مان ٿو سڏي-

”تنگيون ٿي سي نکرو، لالچ ڇڏي لوڀ،

سپيريان جي سوڀ - تندن ڪندي نا ملي.“

ڪار ساز هرڪو ليڊر ڪنهن خاص ڪاريه لاءِ ٿو خلقي. ڪو به ليڊر سيئي ڪم سر انجام جي لياقت نٿو رکي - گرچ ليڊر جي دل ۽ دماغ اڪثريت کان اعليٰ ٿيندا آهن. قدرت هنکي وڏي قالب ۾ گهڙيندي

آهي. مگر اهو سانچو انهيءَ کم جي ڏانوَ جو هوندو آهي، جو حياتيءَ ۾ هنگي ڪرڻو آهي. اهڙا ڪار بہ ڪرتا تہ پاڻ ۾ ورهائي سگهجن ٿا. ٻهريون آهي اوائلي درجو جنهن ۾ ليڊر لوڪن کي آگاهہ تہ ڪري تہ فلاڻي مقصد خاطر اٿي کڙا ٿيو ۽ مدجهن سرجوشيءَ ۽ سرفروشيءَ جو مادو پيدا ڪري طوفان جي تيزيءَ سان وڏڻ جي طاقت تہ اپائي. اهڙي ليڊر جي ايام ۾ ٻلڪ ان پهاڙا بہ ڪئين ڪوٽ قلعا ڪرن ٿا جهنگ ٻيلا سڙن ٿا، خان مان چٽ ٿين ٿا ۽ سيپتائون ۽ سدسڪرتيون ناس ٿين ٿيون، عادتون ۽ اخلاق، ماڻ ۽ ماپ بدلجن ٿا. ڪوبہ شخص اهڙو ڪرال ڪال يا ٻونچال آڻي يا انجو اڻ سڌيءَ ريت باعث بڻجي، سو نٿين يڪ جو آدي گرو يا ٻوج پتا ليکبو. گوتم ٻڌ، ڪرست، محمد، ڪارل مارڪس ۽ ڪي قدر گانڌي بہ انهيءَ ٻدويءَ جا ليڊر آهن. هو ڪو خاص پيغام ڏين ٿا. جنهن دئارا استاپت سماج اندر انقلاب اچي ٿو.

اهڙي پيغمبر پهاڙا ايندو آهي شارح جو هن جي پيغام جي شرح وچور سان ٻڌائي ۽ دليل خواهہ عمل ۾ جي ڪوتاهيون ۽ نقص، وتيون ۽ خال هوندا آهن سي پريندو آهي. البت ڪوبہ شارح پنهنجي گروءَ جي سؤ سيڪڙو پيروي نہ ڪندو آهي، هو ان ۾ پنهنجي عقل انوسار ڪاٽ ڪوٽ بہ ڪندو آهي تہ اضافو بہ

آڻيندو آهي. مگر اهي درستيون ڪندي ڏيکاري ڏيندو آهي ته سندس ويچار ڇا سندس ناهن، پر آدي گروھ جي واٽيءَ مان ورتل. روس ۾ لينن ۽ چين ۾ مائوسي تنگ ۽ هندستان ۾ جواهرلعل تقريبا انهيءَ پدويءَ جا ليڊر هئا. هڪڙن جو آدي گروهو مارڪس ۽ ٻئي جو گانڌي. هڪوار اهو خاڪو نهي تيار ٿيو ته ڪاريہ ڪرتا پرگهٽ ٿيندو آهي، جو استالن وانگر انهيءَ رٿيل ست انوسار نئون مانداڻ، نئون قانون، نئين سماج اڏڻ لڳندو آهي. هو سوچيندو آهي ته انقلابي آبي آڳاٽن فيلسوفن جيان پنهنجي، زماني جي حالتن جو وستار ڇنو بدائي بي چئي پيدا ڪئي، مگر ضرورت سڪٽي سمجهڻ سمجهائڻ جي ناهي، پر اهڙا اپاءَ سوچڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ جي، جيڪي ڪاروبار جو ڍانچو الٽ پلٽ ڪن. انڪري هو عملي ريت نئين سماج جي پلان (رٿا) ڪي عمل ۾ آڻڻ جو يتن ڪندو آهي. سنسار ۾ مٿش اڌار لاءِ انهن قسمن جا ليڊر ضروري آهن. روس انهن ٽن ڏورن مان لنگهي رهڻي ڪرڻي ۾ انقلاب آندو آهي. هينئر هو شخصي ليڊر عيوض ڪميٽي يا پارٽي ليڊري وڌيڪ موزون ٿا سمجهن. باقي چين ۽ هند جو انقلاب اڃا اڻ پورو آهي، جنهڪري جبري انقلابي ليڊر جي ضرورت آهي.

هتي ياد رکڻ گهرجي ته ٽئين قسم جي انقلابي

ليڊرن ۾ انهين ڏورن جون کي خصلتون موجود هونديون آهن - يعني ته پيغمبر پنهنجي سرشارح ۽ معمار به آهي ۽ شارح پڻ پيغمبري ۽ معماريءَ مان واقف ۽ معمار پڻ ٻين جي ڳڻن ۾ پاڳي پائي. ليمن ۽ مائو کو مارکس جو اکيون ٻوٽي نقل نه کيو، نکي اسٽالن ليمن جا انڌا پيرا يا نهروءَ گانڌيءَ جي مشق پچائي. هر کنهن ۾ پنهنجي خاص کم سر انجام ڏيڻ جي لياقت سرسيري هئي، بنسبت ٻين لياقتن جي. کنهن به ٻگهه جي سقلتا لاءِ انهيءَ ترموريءَ جو هئڻ اشد ضروري آهي. اتفاق سان انهن مان کو ٻوٽي پنجي ويو- جڏهن هندستان ۾ آثار ٿا ڏسجن - ته ٻگهه چکر اڌوروئي ويندو ۽ گهٽي جاکوڙ مان تورو لاڀ ملندو ۽ عمارت پڪي ۽ جٽادار نه ٿيندي.

هاڻي ائين ناهي ته ٻانگي جي سڏ لي کيڏي مهل به نمازي اچي کنا ٿيندا آهن. ملو مهلائتي ٻانگ ڏيندو ته نمازين جون ڀيرون اچي کنيون ٿينديون. ٿهڙي ريت ليڊر کهڙو به لاکيڻو هجي ته موقعي ۽ مهل ٻنان کو سڏ نه او نائيندس. کڏهن ته زمين ۽ آسمان جگر ڏاري دانهن کندا آهن ته کو وهج اچي مرض جو علاج کري، پر طبيب عدم پيدا هوندو آهي، "تن طبيب نه تون - جو سڏ نه لهين سور جي." هر وقت هر علاج لاءِ طبيب هڪيو نه هوندو آهي. پل

۽ ماڻهو پڪاري ساڻا ٿي پون. اتفاق سان ئـي ڪو اهڙو نڙ ٻڌبو آهي جو ويڄ اچي سهڙندو آهي ۽ مريض جو علاج شروع ٿيندو آهي. مطلب ته موقعي ۽ مهل بنا رهنما جي رهبري ۽ هاديءَ جي هدايت بيسود ۽ ۽ ڪشالو وئوڻ آهي. ليمن ۽ گانڌي ۽ مائـو انقلاب لٺا آڻن. ڪوبه اڪيلو ماڻهو انقلاب آڻي نٿو سگهي. هو ڪن حالتن جو جوڳو تدارڪ ڪري سگهي ٿو.

اڄڪلهه لوڪشاهيءَ جو زمانو آهي ۽ هرڪو انهيءَ شاهيءَ ۾ ميڙ جي هام ٿو هڻي. ليڪن اهـو سرشتو صحيح آهي يا غلط سو وڏو اهم سوال آهي. لوڪشاهي نالو ته هڪڙو ئي آهي پر سرشتو هڪ نـاهي. واقعي جيترا آهن ملڪ اوترا آهن انجا روپ. اسانوٽ انگلنڊ جي اوٽ ٿي پارليامينٽري سرشتو جاري ڪيو اٿن، سو ٽيهارو ورهين جي تلخ تجربي پڄاڻا گهٽي قدر ڪسو ثابت ٿيو آهي، جنهن ويچاروان ماڻهن کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. مشڪل آهي چوڻ ته ان دئاران هتي جي مفلسي ۽ مرض، پوشتاچار ۽ بيروگاريءَ جـا مسئلا حل ٿي سگهندا.

شايد پنتي پيل ملڪن ۾ ڪوبه ڪاروباري سرشتو جبري ليڊر ڪانسواءِ ڪارگر ٿي نه سگهندو. لوڪشاهيءَ جو مطلب ناهي ته ڀورن جا ڌڙ هجن ۽ ڌنار هجيئي ڪونه. ٿهڙي ريت بوجستي ليڊر بنا قوم اُسرندي ٿي

ڪانه." نڪي اوکيءَ ويل مشڪلات جو مقابلو ڪري سگهندي. ڏسجي ٿو ته پوري جيون ۾ شيپ پاونا، سٺيه ورتي ۽ اتم چرتر، جو نيمان بدي ۽ اوچ اديش واري منش جو اٽل ارادو ۽ ساڌن ئي ليڊريءَ جي لياقت اپائي ٿو. اٽل اڇا يا محڪم ارادي ۾ وڏي شڪتي سمايل آهي. اها ڳالهه سمجهائڻ مشڪل آهي، پر انهيءَ دئارا جاڻڻ اسنيؤ ناهي. هن سنسار اندر سداچاري ۽ دراچاري شڪتين وچ ۾ دائمي ڪشمڪش جاري آهي. اتم پرش ڪي اڪثر هالو چالو وهنوار جي آبتڙ ۽ طاقتور هستين جي برخلاف هلڻو پوي ٿو. هن جو سياءُ به اهڙو غيرت مند هوندو آهي، جو ان سبب ڪيس دک ملڻ جو وڌ امڪان هوندو آهي. ڪئين ورهيه ساندهه وڙانيءَ ۾ گذارڻو پوندو اٿس ۽ ڪو سنگي ساٿي ملڻ ئي مشڪل ٿي پوندو اٿس. البت بين ماڻهن جي ڀيٽ ۾ سهن شيلتا ۽ سؤمان، صداقت ۽ بي ڊپائي ۽ رحم ۾ فولاد پڻ سرسيرو هوندو اٿس. اڪثر ليڊرن جو قلم ۽ زبان پڻ اثرائتا ٿيندا آهن. تنهن هوندي به قسمت يا تقدير جي اڻ ڏٺي امداد بنا ڪاميابي ملڻ محال اٿس.

سڀئي ليڊر ڪي ڌرمچاري نه ٿيندا آهن. انهن سمجهڻ ۽ قدرت رکو اشراف جو ساٿ ڏيندي، سو آزمودي جي آبتڙ آهي. نيڪي بدي انساني دماغ

جي ايجاد آهن، جو رڳو انساني وهنوار سان واسطو اٿن. قدرت انهن کان اوچي آهي ۽ ان کي پنهنجا ماڻ ۽ ۽ ميزان آهن، جن جو سداچار ڪداچار سان تعلق ناهي. ازانسواءِ اسين نٿا ڄاڻون وشوءَ جي وشال هردي اندر ڪهڙيون ابهلاکائون ۽ اڇائون اتپن ٿيون ٿين. تنهن هوندي به جڳت جي انتر ۾ ڪو نياءُ اوس آهي، جنهن ۾ رڳو پوڻ سان ميزان ٺهي ٿو پوي. ليڪن آهي اها انوکي هستي جا انهيءَ تُل ميزان کي درست ڪري، منش جيون ۾ سُکه سوڀيا، اتساهه ۽ همت ٿي آڻي. ٻي حالت ۾ آهي ڳراوٽ ئي ڳراوٽ.

# گنڌرو ڪلا

گنڌرو ڪلا ڪا هندي ذهن ذڪا جي تخليق ناهي، بر ڪلاڪارن جن وشين جي نقش نگاري ڪئي آهي، سي هندي آهن. جنجي ڪٺي ته جسم آهي يوناني ۽ روح آهي ڪي قدر هندي. B.C. 325 ۾ سڪندر جي موت کانپوءِ پڄاڻا سنڌو ماٿريءَ جي اترئين ڀاڱي تي يوناني اثر هو، ۽ ان پڄاڻا خود موريه سمراٽن جا ماهر انجنير يوناني هئا. ڪجهه عرصي پڄاڻا وري يوناني مينندر حڪومت قائم ڪئي، جنهنجي راڄگدي مٿرا ۾ هئي. ليڪن گنڌرو شلپ ڪلا ڪُشان شاهي سمراٽن جي مهاياني مت لاءِ سرجوشيءَ سبب وجود ۾ آئي، جنهنڪري شلپي اڌ يوناني ۽ وشيه سڄي هندي اٿس. اها ڪلا هندستان ۾ ڪانه قلبي قولي ۽ انجا يادگار سرحد (گنڌار) ۽ افغانستان ۾ ئي رهجي ويا. البت آڳاٽين هندي شلپين تي انجو گهرو اثر پيو ۽ انهن ۾ نوان انگ داخل ڪرڻ سان هندي ڪلا ۾ نئين جان آئي. خاص ڪري پنجين عيسوي صديءَ ۾ اتر هندستان جي ڪلا تي انجي گهري ڇاپ لڳل آهي. هن وقت جنهنڪي گپتا شلپي ٿا چئون، سا مهاياني يوناني، سٿين،

هندي ۽ امراوتي شڪلين جي ملاوت آهي. الهيءَ ملاوت چوٿين صديءَ ۾ اهڙا يادگار پيدا ڪيا، جن کي هندي ڪلاسڪ ڪلا جا بهترين نشان ٿو سڏجي.

هندي يوناني ڪلا جا ٻه دؤر آهن (۱) پهرين ڪان ٽين صديءَ وارو عرصو، جنهن ۾ خاص ڪري شسٿ (Schist) جا بت ٺهيل آهن. (۲) پاڇاڻو ٽين ڪان پنجين صديءَ وارو عرصو جڏهن پٿراڪوٽا ۽ اسٽوڪو ۾ پرتمائون ٺاهيائون. اها ڪلا مرڪزي ايشا ۽ چين طرف به ڪجهه وئي. مگر اتي جي ڪلاڪارن انهي هندي وشيشتا ترڪ ڪري انهجي آستاني نيمن انوسار انکي اسرايو. انهيءَ ڪلا جا اسانجي ديس کي بهترين سوغات ڏني آهي، سا آهي گوتم ٻڌ جي مورتي. يوناني ڪلا جي اها خاصيت آهي جو انساني شڪل مان ئي اوچ آدرشن کي ساکياتڪار ڪندا آهن. انهي ورڻ هندو ٻڌهجا ڌرمي عقيدا ظاهري علامتن ذريعي ظاهر ڪندا آهن - جهڙوڪ گهٽا سر معنيٰ گهٽا هنر يا علم. ٻڌ جي مورتيءَ ۾ اهي ٻئي وصفون آهن، سهڻي صورت ۽ اوجل آتما. سندس بت يوناني انگر کي ۾ ويڙهيل آهي، جنهن ۾ هڪ ڪلهو اڌ پيڪيل هوندو آهي. سندس صورت جا روش ٺاهوڪا ۽ شانتي ميه ۽ اکيون اڌ پوريل آهن جنمان آتمڪ آنند ٿو بکي. مٿي جا وار يونانين وانگر گهنڊيدار ۽ تارونءَ تي ويڙهيل چوٽي. وارن جي

سيبند ساچي پاسي وربل اٿس ۽ چوٿو مشعال وانگر ان ڪري آهي جو دسمر دئار لي جوت جو شعلو آتم شڪتي جي علامت ليکبو آهي. سمي پڇاڙي دکن جا ڪلاڪار اُپي چوٿي عيوض ڪنول ۽ گل يا رڳو شعلو ڏيڻ لڳا. هندو ورتين ۾ جي اهڙيون علامتون ڏسجن ٿيون تنجو آرنڀ يوناني بت سازن ئي ڪيو - بلڪ مورتي پوڄا جي شروعات ئي اتان ٿي. واقعي بت پرستي آهي ئي ٻڌ پرستي. ور نه آڳاٽي آريه ڌرم ۾ مورتي پوڄا ڪانه هئي. آڳاٽا آريا رڳو هون ۽ يگيه ڪندا هئا. البت هندي سنگتراشن ڪي تبديليون آنديون. مثلا يوناني بتن ني گهنجيل ڪپڙا هئا جي هنن خارج ڪري ڇڏيا، ڇاڪاڻ ته هن ملڪ ۾ لسن ڪپڙن پائڻ جو رواج هو. آخرڪار گپتا سمي ۾ اهي ڪپڙا به بلڪل غائب ٿي ويا، ۽ ٻڌ جا روش افريدي عيوض هندي ديول جا ٺهڻ لڳا. سمي پڇاڙي وري چيني بت سازن پنهنجي مشاهدي ۽ فن ذريعي ڪي اثر پيدا ڪيا، جي پڻ داخل ڪرڻ سان اها ٻڌ جي مورتي ٻڌي جا هيئتر جڳ پرسڌ آهي.

يوناني مهارت ديسي ڪلا ۾ تئين جان آندي، جنهن ڪري هتي جا بتگر شلپ شاستر ۾ ڄاڻايل نيمن جي بوجه مان آجا ٿي پرتمائن ۾ سچيوتا ۽ سياويڪتا جا گڻ داخل ڪرڻ لڳا. بهرحال هن وقت گندرو ڪلا

جا جيڪي مشهور ساڪياتڪار موجود آهن، سي آهن افغانستان جي سوات نديءَ جا استوپ، گندار جو منتري (ٻوڌي ستو) ۽ سرحد جو بستون. جو نيم ڪارنيٿين شئلي جو آهي. گندرو ڪلا جون ڪي عمديون مورتيون دهلي ميوزيم ۾ به آهن. انهن مان هڪ مورتيءَ ۾ ٻوڌي ستو جي چپن تي مڇ ڏيکاريون وڃي ٿو آهي، جو آتمڪ جوت جي جاگرت ٿيڻ جي نشاني آهي. انهيءَ مورتيءَ ۾ گوتم جو اکيون ڪي قدر ننڍيريون ۽ روش نهايت نفيس اٿس. چيلهه وٽ سندس ڌوتيءَ تي ڪمر بند بدل آهي جنهن تي شينهن جي تصوير اُڪريل آهي. سندس چمپل اسپارٽا واسين جي جو تي جهڙو آهي ۽ مٿي جي وڏهيل چوٽي تي زيور اٿس. ٻين بتن ۾ سندس سنياس جي نقش نگاري ڪيل آهي، جنهن ڪري سندس منهن مان جوين ڇڏي ويو آهي. انهن مورتين ۾ پير اُگهاڙا چوٽو ننڍو، وار گهنڊيدار منهن تي الڪائتي مرڪ، چرن هينان ڪمل ۽ پوڄاري اٿس.

ٻيان پتلا آهن هڏا (افغانستان) ۽ ٽڪش (سرحد) جا، جي پڻ انهيءَ سمي جا شاهڪار شماربا آهن. انهن مورتن ۾ هڪ منگولي شڪل آهي جا ڪنهن راڪشس جهڙي ٿي لڳي، مگر چهري تي انوکي گنڀيرتا اٿس. انهيءَ ۾ بت گر ڏيکارڻ چاهي ٿو ته بڌ ڌرم جي اثر هيٺ وحشي ماڻهو به ويچاروان ۽ دياوان ٿيڻ لڳا.

باقي منگول کي راکشس جو روپ ڏيڻ آئياني هندو ورتيءَ انوسار آهي، جنهن مطابق رڳو اڻ آريہ ئي راکشس شمار ٿيا هئا. چوٿان ايبد مدرا ۾ ٻڌ جا پتلا آهن، جنجا مهانڊا ۽ اوڇڻ يوناني عيوض هندي آهن. انهن پتلن ۾ رڳو وارن جي سيٽ يوناني ڊول جي آهي. اتي ٻڌ ڪمل تي پدم آسڻ لڳائي ويٺو آهي، مستڪ جي پنيان جوتي چڪر انس ۽ تري تي سوستڪ جو نشان. پٺيان پتلا گندرون (فرشتن) ۽ اپسرائن (حورن) جا آهن، جنجي سونهن ڏسڻ وٽان آهي. انهن مورتين ۾ منگولي يوت ڪانسواءِ بين رولاڪ ۽ وحشي ماڻهن جون بہ مورتيون آهن، جن مان ٻڌ ڌرم جي تاثير سبب رو دانيمہ ٿي بکي. هڪڙو رولاڪ تہ يورپ واسي گال يا ڪيلٽ تو ياسي، ۾ مهانڊي ۾ اهڙي گمبيرتا انس جهڙي وچولي زماني جي عيسائي شاهڪارن مان بکندي آهي.

انهن ڪانسواءِ بيون بہ ڪي نهايت سهڻيون مورتيون آهن، جن ۾ گوتم ستيہ جي ڳولا لاءِ سنياسي ٿيو آهي تہ مدت پڄاڻان بت جون پاسريون ۽ هڏا ٻاهر ۽ اکيون ڏرا ڏئي ويون انس. انهيءَ دربل شرير ۾ پاسرين جو عدد وڏيڪ ڏيکاريل آهي ۽ نسون بہ پوري هند تي ناهن، شايد بت ساز کي جسم جي بناوت جي اڌوري ڄاڻ هئي. تنهن هوندي بہ اندر ۾ تانگهہ ۽ آلد مانند

جو نقش ڪڍڻ سان ڪمال ڪيو اٿس. انهيءَ مورتيءَ ۾ بڌ جي ڳلن تي هٿ جيڏي ڏاڙهي ڏيکاريل آهي ۽ روش بہ بلڪل نرالا اٿس. جن هنڌ ڪن پٿرن جون پٺن سبب چڪيل پاڙيون شاهاڻي ڪرت جي علامت ليکيون آهن، تن اها ڏاڙهي بڌ جي جوڳي پڻي جي نشاني آهي. ڪن هنڌ گوتم بکشن وانگر پڻ نڪتو آهي، نہ هٿ ۾ ڪشڪول اٿس. ليڪن انهن سيني مورتين ۾ اموالڪ آهي اها پرتما جنهن مان گيان پرڪاش جي جوت ڇهلڪي ٿي ۽ جنهن اڳيان پوڄاري اتيست شردا سان پيشا رکي نمستي ڪن ٿا.

گندرو ڪلا جي نهايت دلڪش بت سازيءَ جو اثر خاص ڪري متراءِ سوات جي شلپ ڪلا تي پيو. ڪو وقت مترا ڪشان سمراٽن جي راڄڌاني هئي ۽ ڪنشڪ خود پوڌي ڌرم جو پيلپائو ليکيو آهي: ليڪن مترا جي اوائلي بت گري اهڙي جاندار ناهي. هتي يڪش ۽ بڌ ٺاهيا آهن ۽ سڀني زندگيءَ جون ريکائون ڪم ياب آهي. عرصي پٺاڻان اُليجي سنگتراشن ۾ ڪر آيو نہ پٿر جي بت مان انساني جذبا ڪيئن پرگهٽ ڪجن. انهيءَ مهارت اچڻ پٺاڻان واهہ جو ڪي پتلا گهڙيا اٿن. انهن جي بيهڪ سياويڪ ۽ منهن مٺيا وارو آهي. پانچي پيو نہ سنهي ململ جي هلڪي اوڇڻ هيٺان شرير جو ماس سري پري پيو ۽ جنهن خواهہ اکين

مان لڪل آرزو جهاتيون تي پائي. نارين جا بت سبز ۽ ترنگي آهن. سمي پٺاڻان اها ترنگي بيهڪ هندي ڪلا جو خاص انگ بڻجي پئي. مرد بہ ڪي گهڻ شاندار ناهن. مٿي تي چوٽو اٿن ۽ ڪپڙا بت سان چهٽيا پيا اٿن. زالون تہ بلڪل ننگيون نيون پاسن يا اهڙي نفيس ساڙهي اٿن جو انجي لڪ ٿي نٿي پوي.

ڪنهن سمي امراوتي آندرا جي راجگدي هوندي هئي، جنهن ڪري اتي جا رهاڪو يوناني ۽ مور يہ ڪلاڪارن جي اثر هيٺ آيا تا ڏسجن. هتي جي نارين جا بت پرط متڙا جي ڪاٺيٺن جهڙا موهيندڙ آهن. امراوتي جي سنگتراشن شاستر جي نيمن جو الڳهن ڪري سگهيون علامتن عيوض حقيقي حياتيءَ جا سچا پتلا ناهيا آهن. هڪ هند ڏيکاريو اٿن تہ جانڙا (ڪرم = Sperms) اڇي هاٿيءَ تي رکيل هوديءَ ۾ ٻڌ کي کڻي ٿا اچن تہ هو پنهنجي ماءُ مايا جي گرڀ ۾ داخل ٿي مدش جامو پهري. سندس اڳيان ديوتائون نچندا ڳائيندا، ترين ۽ وڄائون وڄائيندا، شادمانا ڪندا هلن ٿا. سندن ڪيش يونانين جهڙا آهن ۽ ڪن جي مٿي تي ڳري پڳ پيل آهي. سندن منهن ۾ خوشي، بت ۾ چستي ۽ جان ۾ جنبش ٿي ڏسجي. اهو درشيہ نهايت زوردار ۽ اثرائتو آهي. ٻي هند هڪ دنارپال جي هٿ ۾ گدا آهي، گرچ قد جانڙي جو

اٿس. مطلب تہ يوناني (گنڌرو ڪلا) جو ناڻو پراڻن تي نرالو اثر ٿيو، ان سبب جا نرالي شڪلي اُتپن تي سا گپتا ڪال ۾ بہ چالو رهي. شروعات ۾ ڌرمي ڀاونا زور هئي. پوءِ نج سونهن تي ڌيان ڏيڻ لڳا جنهن جي ثابتي غفائن اندر ۽ ٻاهرن جي پٿرن تي چٽيل چترن مان ملي ٿي. انهن مان ڪي غفائون ڇهين عيسوي صديءَ جون آهن، تہ ڪي ايلورا، يوگيشور، بادامي، ايليفنٽا وانگر اٺين صديءَ جون. انهنجي وستار جي اڳيئي گهٽ ڪي جاءِ آهي، جنهن ڪري ڌهراءُ واجب نہ ٿيندو.

# اها هڪ اڻوسرندڙ ڪهاڻي...

مون ڪهڙي بهترين ڪهاڻي پڙهي آهي، سو چوڻ اهڙو ڏکيو آهي جهڙو ٻڌائڻ ته مون ڪهڙو لذيذ ترين طعام کاڌو آهي. ڪاڄ جي لذت رڳو ڪاڄ ۾ ناهي، پر پيٽ ۾ بک ۽ هير جو به ان ۾ وڏو دخل آهي. جي ماڻهو آهي بکايل ته بصر به مٺا لڳندس، پر جي آهي ڍاول ته بوڙ پلاءُ مان به اُبڙا ايندس. شايد اهو به اڌورو سچ آهي، ڇاڪاڻ ته ماڻهو ڪيترو به بکايل ڇو نه هجي، پر جي آهي ويشنو ته بوڙ پلاءُ کي جمال گهوٽو سمجهي ٿُهي ويندو.

مون ڄمار ۾ ايڪ قسمن جا شراب چکيا آهن. جتي ڪا نئين جنس ڏسان ته ذائقو ضرور وٺان، پر پيمان مُور ڪونه، ڇاڪاڻ ته شراب خلاف اندر ۾ ڪٽ ويٺل اٿم. منهنجو ڏاڏو خيرپوري دارونءَ جا دڪ پيرائي، ميٽ لڳائي، مٽائن سان لکي ڀري جي زمين ۾ پوري ڇڏيندو هو. ايئن ڪرڻ سان شراب سوادي به ٿئي ته خمار به سرسبرو اچي. سو جڏهن هو ڇوڪري اندر اُنهيءَ سانڍيل نوش مان سرڪ پيئندو هو، ته ان جي جسم پنهنجي ٻڌائيندي سندس هردو هيڄ مان پيو هسندو

هو ۽ پيچ مان لطف دوبالا ٿي پوندو هوس. آخرڪار پيري ۾ انهيءَ اجهل أسات سندس مغز جي ڪل ليڙي چڙي، جا آخرين دم تائين سنئين نه ٿيس. هڪ دفعي ڪا جهڪي آهس، جو مياڻ مان ترار ڪڍي لڳو پلٽي بازي ڪرڻ. اسين اهڙو ڏيجي وياسون، جو گهر سندس حوالي ڪري ٻئي هنڌ وڃي ويٺاسون. انهيءَ حادثي مونکي ننڍپڻ ۾ ٿي چرڪائي ڇڏيو، جنهنڪري ڪي نهايت لذيذ شراب چکيندي به پيئندو ناهيان. وسڪي وغيره لاءِ هير ڪيم. مونکي نه ڏنکچر آيودن جهڙي لڳندي آهي. آءٌ جاڻانٿو ته ذائقا پانت پانت جا ٿيندا آهن ۽ انهن جي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري ٻڌائڻ ته ڪهڙو بهترين آهي، سو تقريبا غير ممڪن آهي. مثلا چيني ڏب واري مڇي کائڻ پسند ڪندا آهن ۽ فرنگي اهڙو پنير (cheese) جنهن ۾ بڇ بو ڪيئان هجن. هندي وري لڪا مرچاني کاڌا کائڻ جا عادي آهن، جنهنڪري جيترو نوڙ ٽان ريشو وهين، اوترو ٿي سواد سوايو اچين. انڪري چئبو ته ڪنهن به وت جي لذت رڳو انهيءَ وت ۾ ناهي. توهين پل مرغيءَ جي شوروي جي گٽن جي ڪيتري به واکاڻ ڪريو. پر گاهه خور جي ذهنيت ان ۾ اوگڻ ٿي پسندي، جي واقعي شوروي ۾ ناهن، پر هن جي خاص تربيت ٿيل مغز ۾.

ڪهاڻين سان ب ساڳي ڪار آهي. ڪهاڻي ته بلڪل هلڪي وقت آهي. اخبار وانگر گهڙيءَ اندر من تان ميسارجو وڃي. واقعي پاڻ ڪاڏو پاتل ڦاٽي. ليڪن سموري سندر ساهتيه جو لطف رڳو ساهتيه ۾ ناهي، پر ماڻهوءَ جو ادبي ذوق ۽ ذهنيت پڻ ان کي رس ميه يا بي رس بڻائن ٿا. ڪي ڏسو ته جاسوسي ناول پڙهندي ڍاپن ئي نه، ته ڪي انهي اوڏو وئي نه وڃن. ناول ته ساڳيا ئي آهن، پر ذوق ۽ ذهنيت نرالا. ڪي ساقي ۽ جام تان ٻلهار پيا وڃن، ته ڪي ڪتي ڪا اڌوري سٽ ديس ڀڪتيءَ يا انقلاب تي پڙهندا ته واه ٽڙي ويندن. بيسود آهي انهن کي سمجهائڻ ته ڪي خاص لفظ ڪم آڻڻ سان شعر نٿو ٿئي، نڪي پنگل جا نيم ئي ڪا ڪويتا رچي سگهن ٿا. پل ڪو شخص نيمن پٺاندڙ ڪهاڻي يا ناٽڪ لکي ۽ انهيءَ ترتيب جي حمايت ۾ جڳهه جي ودوانن حوالا پيش ڪري، پر انهن ۾ رس پورڻ لاءِ اهو ڪي ڪيي جو سندس روح ۾ آهي، يا سندس انوکي احساس دئاران ساهتيه ۾ پلٽجي پيو آهي. دردمند ئي دل ۾ درد پيدا ڪري سگهي ٿو. البت اهو سيڪ ب ان کي ئي ايندو، جنهن جي ڪا اهڙي رڳ چڪجي. ورنه ڪن لاءِ واڳڻ وائي ته ڪن لاءِ بادي آهن. هتي ته درد مند داناءُ ڪيي، جو واجهه وجهندي ب مشڪل ملي.

ساهتيه جو رس ماڻهوءَ جي رسيدگيءَ تي ب منحصر آهي. ڪشور اوستا ۾ جي ڪهاڻيون وڻن ٿيون، سي

اُسريل وهيءَ ۾ بي معنيٰ پيون لڳن. مثلا اما (ڏاڏي) جڏهن ڊيمبي ڊيمبيءَ جي ڪهاڻي ٻڌائي پوڻ وجهندي هُئي ”هيءَ جو ماريو ڊيمڙو واڻيءَ ڦِتو. جا وات، جا وات...“ توهين ڄاڻو ٿا ته اها وات نه رڳو ڪنير ۽ ۽ رازا - بلڪ سيئي به پيرا پيا لتاڙن. مگر آءٌ هوس جيتامڙو جو ٻه چار ڦيرڙيون پائي سمجهندو هوس جڳ، جي پرڪرما ڏئي آيو آهيان. عجب اهو آهي جو هينئر به وينو آهيان هڪ هنڌ، پر خيال ۾ سڄو جهان لتاڙيندو ٿو وڃان. خير. وري جو ڏيڏريءَ ڏنو ڏاگهو، سو واڻِڙي ٿي وئي ۽ وڃي سيٺ کي ٻڌايائين:

”آدا يوڄراج، پلا پلن سيٺ. هي جو ماريو اڇو پيرو، ڪين ڪنيرو، ڄار چرندڙو، چپ لڙندو، بول ٽڪو، ڪندو وڃي وڻ. هيئنان نه ڏسي ته ڪا حُور ٻائي وڻي آهي.“ انهيءَ سميءَ منهنجي حُور ٻائي جسي هوندي هئي. جنهنکي جس هجي جو سمت اُي پکه پلاڻي وئي. حياتي جي لهرن لوڏيس ئي ڪونه. سچ ته اهڙيون اکاڻيون دل جي پٽيءَ تان مور نٿيون ميٽجن. مون ”Alice in wonder land“ به پڙهي آهي ۽ گلبرشن ڪاميڊيءَ جا لقاءُ به ڏٺا آهن. ليڪن منهنجي دماغ جي جڙت گهڙت گهٽي قدر انهيءَ الائيس جهڙي هئڻ سبب جي ”وچتر نگريءَ“ جو رهواسي ناهيان ته ”ابرآباد“ (Cloud Land) ۾ واسو ته اوس اٿم. جيڪڏهن حياتيءَ

جي تلخ تجربي سبب آءٌ مسٽر مڪابر وانگر پنهنجي آئينده جا سونهري سپنا نٿو لهان، نه هن نوجي دنيا جي سوچ بنائڻ جي خفت مونکي گهٽي قدر هوائي طوائي نه بڻائي ئي ڇڏيو آهي. مون ”هتو اپنشد“ ”الف الیلیٰ“ گرم جون ”پرين جون آکاڻيون“ (Fairy tales) به پڙهيون آهن ۽ راڪاسن جا ڏهڪائيندڙ ڪارناما به ٻڌا آهن. انهن راڪاسن جو روح هڪ طوطي ۾ هوندو هو، جو ستين سمنڊ پار پڃري ۾ بند هوندو هو. ننڍي هوندي اهي قصا اهڙا وڻندا هئا، جو وڏي هوندي اهڙي آکاڻي نه سجهم، جنهن منهنجو چت ايتري قدر چوريو هجي.

هاڻي جيڪڏهن انهن انيتانگ آکاڻين جو ادبي جائزو وٺبو ته پاڪون ئي پڪو. ڪي بلڪل ”ناشدني“ پاسنديون، نه ڪن جو ڏڙ نه ملندو بِسس سان. تهڙي ريت سٽر سفر جون ڪهاڻيون به ڪي ڏهت عجيب ناهن. ارمان نه اِسٽيونسن وانگر مون ڪڏهن گڏه تي چڙهي گردش نه ڪئي آهي. ڪو اهو لطف وٺي ڏسي نه وٺائي فقير وانگر چنگ چڙهي ويندو. ليڪن هتي جا ماڻهو اهڙا ڪرتگهن آهن، جو گڏهه جو لفظ ٻڌندئي نڪ موڙي ويندا. ورنه شريمان گڏهه جهڙو ذير جوان، برد بار هڏ ڏوکي، ڪم خرچ رفيق ڳوليو لهي. ايران ۾ نه مشهد ۽ مولانا آبرو دار پڳ ۽ (چوغو) پائي،

هاء ڪورٽ جي جج جيان سنئين ڪنڌي بالم ٻڌجي گڏهه تي وهندا آهن ۽ اڳيان نوڪر "پوش پوش" ڪندو، ڊوڙندو ويندو اٿن. اها به ماڻهن جي عجيب ذهنيت ڇٽي جو هڪ ملڪ ۾ گڏه جو ايڏو مان آهي ته ٻئي ۾ اپمان. لنڊن هوندي به مون شخص برف ۾ ريتيءَ جا بيابان لتاڙيا آهن، جتي سڄ پٽي واڪا ڪري. هڪ دفعي "شوُرگز" جي پسگردائيءَ ۾ جتان نادرشاهه هندستان تي چڙهائي لاءِ پنج لک فوجي وٺي آيو هو، اتي نرم ريتيءَ سبب موٽر جو ڦيٿو اڳتي چري ئي نه پيو، جنهن ڪري پيٽرول اتي ئي ختم ٿي ويو ۽ اسان کي ڇوويهه ميل پري "فارح" جي ڳوٺ پيدل وڃڻو پيو. هڪ ته واريءَ تي پير ڄميئي نه، ٻيو سج جي تپش ساهه سڪائي ڇڏيو. مونکي به لڳي اُڃ، سو ڍب تي سمهي پيس ۽ ننڊ ڪجهي وئي:

"ڪوسي لڳيس واءُ - ويا انگڙا ڀڄي."

جيڪڏهن مرزا عباس رلي رلي وياڪل ٿي هڪ لانگهائو اوليءَ وٽان گاسليٽ جي دٻي ۾ پيل پاڻيءَ مان ڍڪ نه پياري ها ته "شوُرگز" جي ريت ۾ ئي دفن ٿي وڃان ها. پوءِ پڪ آهي ته هن ليک لکڻ جي تر تر ڪان به بچي پوان ها. اها به هڪ علت آهي. البت انهن اتفاقن سبب موت جو ڊپ ئي لهي ويو آهي.

',Death once dead, there is no dying the

پيو ته اڄڪلهه ڪي ڪرامت جو لفظ ٻڌندي ئي ٻُڌڻ بي پاسي ڪيو ڇڏن، ڇاڪاڻ ته جائي جم ڪان ڏکي وانگر هڪ نئي چڪر ۾ ڦرڻ سبب، حياتيءَ ۾ ڪا ڪرامت ڏسڻ ۾ نٿي اچين. ورنه هي جهان ايڏي ڪرامت آهي، جا ڪنهن ولي اولياءَ جي وس ۽ وس کان ٻاهر آهي. انوکي اَڪ ڪپي جا ڪارلائيل وانگر چوي ”اي احمق، توکي ڪا ڪرامت ڏسڻ ۾ ئي نٿي اچي. مان جو هيءَ ٻانهن ڌ ڳهيڙي سگهان ٿو، سا ڪرامت ناهي ته ڇاهي؟“ مون ته رڳو ڪيترو جون اڳ ڪتيون ۽ ڪرامتي ڪهاڻيون پڙهيون آهن، پر منهنجي دل کي قدر غيب سان انڪيل هئڻ سبب ڪرامتون ڏٺيون به آهن. سچ ته آءٌ خود پاڻ لاءِ وڏي ڪرامت آهيان، جا اڄ تائين سلجهائي نه سگهيو آهيان. انڪري اي دوست، مون کان نه پڇ ته مون ڪهڙي بهترين ڪهاڻي پڙهي آهي. جي تو چوان ته پاڻ لاءِ آئُنُ ئي خود بهترين ڪهاڻي آهيان يا هر ڪنهن جي حياتي خود بهترين ڪهاڻي آهي ته ماستر صاحب جي هر معاملي جو رڳو گرامر وينا رلن سي مڃيندا ئي ڪين ليڪن آهي ”جيون ايڪ ڪهاڻي بندي - جيون ايڪ ڪهاڻي.“ ۽ اها ڪهاڻي ئي بهترين ڪهاڻي آهي. شايد اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄڪلهه ماڻهو جڙتو ڪهاڻين ۽ ناولن مان بيزار ٿي، آتم ڪٿائن ۽ جيونين پڙهڻ سان

پنهنجو وقت سڦلو ڪرڻ لڳا آهن.

مونکي ڄاڻ آهي ته دنيا ۾ ڪهڙا بهترين ڪهاڻي نويس ٿي گذريا آهن ۽ انهن جي سٺين ڪهاڻين جو ادبي ڪهڙي نموني جائزو ورتو آهي. لاشڪ مون چيخاو، گوگول، موپاسان، اوهينري وغيره جون ڪيتريون آکاڻيون پڙهيون آهن ۽ انهنجي ادبي ڪٿ جي ب، چڱيري ڄاڻ اٿم. ليڪن مان ڇو ويهي پراوا ويچار اوڳاريان؟ جڏهن ڪي اهي رايا پڙهندا هجن، سي ڀلي سوءِ پڙهي سگهن ٿا. هن وقت گهڻيون آکاڻيون جنجي گهڻي سارا ڪئي ٿي وڃي، سي مونکي ته ملمع پيون لڳن. منجهن زندگيءَ جي سچائي ڪمياب آهي. البت هڙئي هلاڪ ناهي. ليڪن ڪي ته رڳو اکري راند آهن ۽ ڪي شطرنج بـــازي، جنهنم آخرين جملي جي ڳوٽ سان ليڪ شهه مارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اها حرفت به لائي ناهي. ليڪن آڪـاڻي اثرائتي تڏهن ٿيندي جڏهن حقيقي حياتيءَ جي سرچشمي مان ڦٽي نڪرندي. ورنه سڪٽو ورپيچ يا داءَ ئي رهجي ويندو.

هاڻي هيڏي وستار ڪانپوءِ به اهو نرنئه ٿيو ئي ڪون ته مون ڪهڙي بهترين ڪهاڻي پڙهي آهي. گــذريل ٻن هفتن کان پنهنجي هڪ ڪتاب جو نقل پئي ڪيو اٿم. مان اهڙن اِندن پرڻ تي هريل ئي ناهيان. شــايد ان ڪري رات جو ننڊ ۾ ڏٺم ته آڱريون گسي گم ٿي

ويون آهن، ۽ باقي ٽوڙي وڃي ٻچي آهي. هاڻي ٽوڙي
ڇپا لکندي سو توهان جهڙا اڪابر پاڻ ئي سمجهي
سگهن ٿا. ليڪن صبح جو اُٿڻ سان هوري آيم ”ماڻهوءَ
کي ڪيتري زمين کپي.“ مونکي رهڻ لاءِ پنهنجو گهر
کپي ۽ مسواڙ مان ڇوٽڪارو. شايد انڪري اها آڪاڻي
سجهي آئي. اها آڪاڻي ٽالسٽاءِ جي لکيل آهي. ڪهاڻيءَ
جـي مکيه ڪردار پاخوم کي مفت زمين جـي لالچ
قفقازيا ۾ ڇڪي آندو. هنکي اُتيجي امير چيو ته صبح
کان شام تائين جيتري زمين لتاڙي ايندين اوتري توکي
مفت ملندي. شرط اهو آهي ته جتان پنڌ پوندين اتي
سج لهڻ کان اڳ موٽي ايندين. جي انهيءَ ۾ گٿين ته
هڪ وال زمين جو به نه ملندءِ. پاخوم شرط مڃيو ۽
۽ ٻئي ڏينهن سج جي ڪني ڪڍڻ سان پنڌ پيو. ٽڪرو
ٽڪرو ويو زمين لتاڙيندو. مگر لوڀ سبب ايڏو پري
نڪري ويو جو موٽندي ساڳي هنڌ پهچي نه سگهيو-
بلڪ سهڪي، واٽ مان رت جون اُلٽيون
ڪري مري ويو. انهيءَ آڪاڻيءَ جو پس منظر اتهاسڪ
آهي ۽ هڪ نهايت اگري حقيقت جو گواه تــ ماڻهو
لوڀ وچان هڻ ڇاڙ ڪندي ترقي ترقي مري ٿا وڃن،
۽ جنهن مقصد لاءِ ايڏي جفاڪشي ڪن ٿا، سو بر صواب
نٿو ٿئين. چاهين ٿا سک ۾ ملين ٿو دک، چاڪاڻ ته
هيءَ ماڃيڪا آهي. ٽالسٽاءِ اها ڪهاڻي لکندي ڪئي

۽ لفظي چٽ ڏکو نہ ڪٿي آهي. ٻاخوم خواه امير جو سياءُ ۽ ٻول ۽ چال اهڙي سياوڪ نمولي چٽيو اٿس، جو هو جيئرا جاڳندا ماڻهو ٿا ڀاسن. امير لاپرواه آهي ۽ ٻاخوم لوڀي. مگر اهي وصفون سندن افعالن مان ڏيون بکن. سندن هلت چلت سياويڪ آهي. ٽالسٽاءِ جي لکڻ جو نوع بلڪل سليس، سادو ۽ سڌو سنواٿو هوندي بہ نهايت مائيدار آهي. ورلو ڪو گرنٿ ڪار هن سان برميچي سگهندو. شايد انهيءَ ڳالهيءَ جي حمايت ۾ ٻيا دليل بہ ڏئي سگهجن ٿا. ليڪن ڪنهن بہ شخص جي پسندي يا ناپسندي ڪا عقل تي ٻڌل نہ ٿيندي آهي. دليل پوءِ جي پيداش آهن. ٻهريئن آهي پسندي. انڪري منهنجي دليلن کي ڪا اهميت ناهي. رميش ريتا کي پائيٺين ٿو ۽ اهو پائڻ ئي آهي هنجي بهتريءَ جو باعث.

# ساهتيہ سرج

هي وگيان ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو سمو آهي، جو پشچم اندر اَنيڪ پريوگن جو ڦل آهي. اُني ١٨ صديءَ ۾ سنڌ ٻهي ۽ پريوگي من ورتيءَ ورڌ رومان ۽ رهسيہ لاءِ چاهہ اُتپن ٿيو. ليڪن ١٩ صديءَ ۾ جگت جي سوڪيم ورتي سمجهڻ لاءِ رومان واد عيوض وگيان ۽ پرتڪ واد جريان ۾ آيا. پوءِ ڪلاڪار انهيءَ وچور ۾ ايڏو آجهڙي پيا، جو چانهہ ۽ چاڪليٽ جي نمونن لي ويا ورق ڪارا ڪندا. نيٺ انجي رد عمل ورئي سنڪيت ۽ رهسيہ واد جو روپ اختيار ڪيو. چيائون وٿن جي وستار کي اهميت ناهي. پر خود اسانجي هستي ئي مهتو پورڻ آهي ۽ سمورو سنسار آهي انجو عڪس. انهيءَ ٻوڌ ٻرگسان جي سرجڻڪ ستا جو درشن ۽ سچيتيءَ جي اروڪ وهڪري جو وچار ڦهلائي، سموئيءَ جا پور ۽ من جا رهڪ ۽ اُمنگ جا اُپرڪا اندرين خود ڪلاميءَ وَسيلي وائڪا ڪيا. اهڙي لکڻيءَ جي اروڪ گست ۽ بي ترتيب بيان دئارا هنن ڪارڻ ۽ ڪاريہ، آرنڀ ۽ انت سميٽي ڇڏيا - بلڪ ستا ۽ فارم کي ٽلانجي ڏئي ٻوليءَ جي پيهڪ ۽ جملن جي بناوت ڊانوا ڊول ڪري

چڙهي. انهيءَ وچ ۾ ڪي اُتي واد ۽ اُتپن ٿيا. فوائد ۽ ڀنگ جي اوٽ تي من چيدي رچنائون پڻ لکجڻ ۾ آيون. انهن انوکين ڪاوشن جو اٽل نتيجو اهو نڪتو جو سارتر ۽ ڪامو جيون کي نراس جنڪ ۽ ارٿ هيڻ ڄاڻي، عين ٻين حياتي جنين جو تئين پيش ڪرڻ لڳا. سندن ويچار هو تہ ماڻهو پنهنجو ڪرتا ڌرتا پاڻ ئي آهي ۽ تقدير ڪجهه بہ ناهي. هڪ خيال ڪان اها ڪرم شيل چت ورتي چئبي، جي ماڻهوءَ جي من ۾ ڪا مراد هجي. البت جي من اندر ڪا مراد ئي ڪانهي تہ جيون بلڪل بي مقصد بڻجي تو پوي. ليڪن ماڻهو ڪو اڪيلو اڻ لاڳاپيدار جيءُ ناهي هو پرڪرتيءَ جي گهيري اندر وڪاس جي اُڻ تڻ جي اُپج آهي. انڪري هر اِنسان جي ظاهري زندگيءَ پٺيان سموري اِنسان ذات جو اِتهاس لڪل آهي. اسانجا ويچار ۽ ڀاو، ڀرپورتائون ۽ ڪلپنائون انهي انت ورتي جي بخشيش آهن. پشچم اندر يثارت ۽ رهسيہ، رومان ۽ گمان، نشيد ۽ پرتڪ، سنيڪت ۽ سؤتنتر، پرڀاو ۽ آتم واد، هستي ۽ نيستيءَ جي سدانتن جي وڏي پلٽڻ آهي، جنهنجو جيتامڙي سنڌي ساهتيہ اندر نالو نشان ئي ڪونهي. واقعي سنسار ساهتيہ ڪا ٻاراڻي راند ناهي، جا ڪنهن ملڪ جا ٽوٽڪا، هڪ اڌ شاعر جا ڏوهيڙا ۽ بيت دهرائڻ سان سکي سگهجي.

ڪن سگهڙن جو رايو آهي ته سنڌي ساهتيڪار ٻيا سڀ سڀ سميٽي رڳو سنڌيت جي سمرن ۾ سورن. جنم ڀوم جو وڇوڙو آهي ڪوڙهه، جو ڪڏاچت ڪين ڇٽندو. ڪن سنڌ سنڌوءَ ۾ پرواهه ڪرايا ته ڪن ڪئي پڪار:

"اڄيان آرچ، نه لاهي اُچ، ٻنيان آ سُڄ،
وات تي واري ڙي واري.
سياست سانگ پوُن ءَ پڙيانگ،
نچي ٿو نانگ ــ ڪرت آڪاري ڙي ڪاري.
حيالي هاءِ هاءِ هاءِ ــ حيالي هاءِ هاءِ هاءِ!

سو ڇيائون سنڌ ۾ نه آهه ڪلا نه ڪيميا، نه ڪاريگري نه ڪارخانو، نه گيان نه وگيان. جزوي ذرمسي ڌارڻائن ڪانسواءِ ڪي ڪيڏهي. هتي وري لاڪن ماڪن مان اهو ساءُ نه آين جو خيري ۽ خانوءَ مان ايندو هون. ٻوميءَ جو اثر گهرو جذبو جاڳائيندو آهي، سو غوطا ڪائيندي سنڌي نينگريءَ جي منهن مهتاب اکيان وچ لالي، ڳل گلاب ڇال متواليءَ جا ڇت ڇور ڇترءَ بروچ جي جانٺي جسم ۽ ڏيل ڏيا جا خيالي اُناءُ قلم بند ڪيائون. ائين پراچين پوڄاريءَ جيان اُونداهي ڪنڊ هر ۾ روماني رنگت اولي ٻاڻ تي ارمان ڪاڻ لڳا ته نهايت نفيس جذباس هوندي به قسمت جي ڪلور ساڻن وڙ وهايو آهي. سنڌ هتي ڏ يڏري ته هي ديس آهي ڏاڍو. جراف جيان ڪڏن

ڏکو ڪندي ۽ اُنو مٿو نہ ليي. ايڏي اجگر سان پيچ اڙائڻ آسان ناهي. هتي ماڻهو نوان مسئلا، نوان ماحول نئون، بول چال نئون. اڪثر سنڌي سپيتا ۽ ڪلچر خواه گيان اگيان جا شيدائي نہ هوندي ۽ پاڻ کي اوچ سمجهڻ جو لطف ماڻيندا آهن. ڪڏهن پاڻ کان پڇو ئي نہ اٿن لہ ڪهڙا اٿن ملهہ ۽ ماڻ، يا زندگي سندن لاءِ ڪهڙي ٿي معنيٰ رکي. لاشڪ هي جهان سکڻي حقيقت تي ٻڌل ناهي. ان اندر خيال ۽ خفت، ڪلا ۽ ڪلپنا جي ٻہ ملاوت آهي. تنهن هوندي ۽ نوس حقيقت تي اک پور ڪري نٿي سگهجي. هي آهي پٿر جو مٿو ڦوڙي وجهندو. هزارين وهم ۽ ڀرم، عقيدا ۽ ايمان ہِڪ طرف لہ پٿر ٻئي طرف وجهڻ سان ساهميءَ جو پڙ ان طرف جهڪندو. انڪري آهون ۽ دانهون بيسود سمجهي ڀار ڙي مرڻ کان لڙي مرڻ بهتر ڄاڻي سنڌ جو نار نيسر وساري، ڊناموءِ موٽر جي ڏن تي هرڻ لڳا. نيٺ سنڌ جا گوسہ ۽ هتي جي شهرن ۾ وسري ويا. هاڻي ڪوبہ ڪفني پائي نٿو هلي. خود مونکي دليءَ جهڙو پيارو پيارو هند ڪونہ سُجهي. ائين جيون گنگا جو شانـدار وهڪرو سيني کي گهليندو ٿو وڃيءَ ماڻهو ماروءَ عيوض ملهار ۽ بسنت آلاپڻ لڳا آهن اديب ڏنو جي حياتي رڳو سڏڪو ناهي نہ انجو لاءِ ساءُ، رنج راحت پڻ سچائيءَ سان چٽڻ واجب آهي. اوائلي ڏاريب ۽ مفلسيءَ سنڌ ين جي

ذاتي مينهاج ۾ ڪتر نہ وڌي آهي. پوءِ جو ملبس . مهڻي سهڙي ڪوار تہ ماربو چو نہ مرڪي ۽ چو ڪين سندس پيرو ڇوڙا نُورا پائي جهمر وجهن.

سنڌي ٻولي ۾ لکڻ جي مراد ناهي تہ ساهتيہ جو وشيہ بہ سنڌي هجي. سهڻي سسئي سؤ سيڪڙو سنڌي آهن. پر اهي اڻ اُسريل اَبوجهہ ڇوڪريون ڪلا جو چيهہ ناهن. هوئين بہ آڳاٽن رومانچن تي ڪيسين لڳنداسون. پل ڪي ڏاهر ۽ لاڏلي تي فدا ٿين. اهو وطني جذبو بہ لائو ڪينهي. مگر ڪلارڪ جو ڪم ڪندي عيڪي اک سان اکت اَنگن جا ٽوٽل ڪري، ڪوسي چانهہ جا ڍڪ پيري ۽ سگريٽ جا سوٽا هڻي ڦقڙ ساڙي واپس ٿو وري، سو ڪل ڪائنات جو ڪرشمو آهي ڇا؟ ڪنڊلا ۽ ڪنياڪا جو ڇڪڙو بامبي جي برقي ٽرين جهڙو تيز ٿو هلي ڇا؟ ڪوليڪ پوڇيل جيون سچي روپ ۾ ڏيکاري، ورتمان جي وڳوڙ ۽ آرٽڪ اُلجهن ۽ مانسڪ پيڙا جو چٽو ورنن ڪري تہ واکاڻ لائق آهي. زندگيءَ جي باري ۾ ڪوڙ نہ ٻولڻ پڻ اُتاءُ ڏنارا وڻاءُ پيدا نہ ڪرڻ آهي پتارت. اهڙي حقيقت پردازي سوجهہ جي ڪمي هوندي بہ لائي نہ ليکبي. پشچم ۾ بن جنگين جي ساڙ بار پچاڻا بہ پرٿويءَ لي مدش جي ني انداز روڳن پوڳن جو صحي جائزو وٺڻ ڪان منهن موڙيو الن. ونن وگيان آهي پر گيان ناهي. مهارت سک سوچيءَ

جي نعمت بخشي اٿن، جا سياڻپ جي اڻاٺ سبب سرِدرديءَ جو باعث بڻي اٿن. ٻيو تہ ليڊرن جون ڪتابون ۽ ڪلاڀاڙيون ڏسي موڙهو ڪلچر ۽ سينيما مان ئي وسواس نڪري ويو اٿن. الڪري ڪي هالو چالو سرشتي کي الٽ پلٽ ڪرڻ جا خواهان آهن تہ ڪي آفيم جي ڳوڙهي ڳهي سرت سمهاري ڇڏن. ڪي اڻ ڏوتل ٻت ۽ اڻ سيڱ ٻيل ڏاڙهي ۽ ڇڳن وسيلي پوتڻات ٿا بڻجن. ڪي ٻو ريت ۽ ٻي وسيءَ ڀيڙڻ ۾ ئي ٻڌڙا ڪيا آهن. هلي چليءَ کان ٿاهہ ۽ ريل ڇيل رڍڪن تي روڪ وجهڻ کان ڪيباءَ مڇهائن نيڪ بد، نياءُ انياءُ سڀ ڪوڙ جي ساڃهہ گم ڪري ڇڏي آهي. ڪيتري جيان ڪرفتيءَ ۾ ڪلول، روڳي، نوڳي ڀوڳيءَ خواهہ پاپي پاڳل پاڄيءَ جو پار تو بڻائين، جنهنڪري ڪو جهانيءَ جي وارتا مان نتا ڀاپن. لاشڪ هيءَ ڌرتي بهشت ناهي، نڪي ماڻهو آهن ملائڪ. انهيءَ سوجهہ لاءِ ڪو افلاطون جو مغز نہ کپي. ڪروڙين ورهين جي ڌيمي وڪاس پڇاڻا ماڻهو گهڻي قدر موزون ٿي آهي. لاشڪ اِنسان ۾ پسون پڻ پوبل آهي. اها خود آزار جاڻ ماڻهوءَ کي ڌير جوان گياني گنڀير تي بڻائي. نہ ساهتيہ نہ گڻت جهڙو اڪيارتو عمل ناهي جو اروپ ڪروپ جا ڪل امڪان اُتلائي، اَڌ مغز يا اپيوگ ڪري علمي غبار ۽ اخلاقي اندڪار ٿهلائي. ڪلا شستر آهي سوپيا

سُرت ساڳيو جو. ليڪن چالو ادب ۾ مانسڪ روڳن جو ڪاٿو ئي ڪونهي. ڪي نوبنا جي سوداءَ ۾ نعرا ٿا هڻن، جي نشي جي گهومات جهڙا ٿا لڳن. ونن ڪو مقصد آهيئي ڪونه. نوان روپڪ ۽ شبد ساڻ لاوا ڪيڻهن، جي سياويڪ هجن. ليڪن اسياوڪ ٻول ۾ استعارن جي ڏنب ڏنب، آڏاڪرين جون اڙيون نڪرائي ۽ بد ذوق جي نمايش آهن. هنن ڪي وڪاس شيل وڻن ۽ وشين ۾ چاهه ناهي. سمجهن ٿا هي جڳ سندن جم پچاڻا ئي وجود ۾ آيو آهي. هي ڇوڙا جمڻ سان ئي هياتيءَ مان بيزار ۽ هر ڪرت ڪار مان خفي پيا ڏسجن. ڪي شِر پسندي ۽ شودا پڻ ۾ اڳرا ٿيڻ ٿا چاهن. جنن شيدي چاهيندو آهي هرڪو گورو لئي جي پٺ جهڙو ٿئي، تئن هي پڻ پرشت بڌي ۽ ڪڏي چال جي جار پکيڙڻ ٿا چاهن. سندن اهنڪار جي ڪا حد ناهي جو پنهنجي من مستي ۽ ريچڪ کي ئي ادبي ذوق جو آخرين معيار ڄاڻائي الهڙ اڻ آزمود ڪارن کي احمق ٿا بڻائن. ڪلا پاڻ کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ جو واهڻ آهي ۽ مت ملين ڪرڻ جي چترائي. ان ۾ ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي سچائي ۽ صداقت، جا نرمل درشٽي ۽ سنيم بنا ملڻ محال آهي. باقي اهو ٻه پدرو آهي ته لال جو پنجڙو، ليئون نوبڻ جي جم ساکي ۽ ڪافي ڪلام اچوڪي اديب جي مغز لاءِ معجون ناهي، مدعي خارج

جي مداح مڃيو ٻڌائيندي. اهڙي سيني جي سوڙهه
ساهتيڪار جو ساهه گهٽيندي. جڳ جهان جي نور شعور
۽ علم فن کان الڳ ٿيڻ سياڻپ ناهي، لکي هن سمي
جا شڪتي شالي آڪرمڻ پريوگ، ڪلائون، ۽ وشو جا
ٻلوان وهڪرا وسارڻ واجب آهن. طاقتور هستيون
جي جيون ساگر ۾ ولوڙ وجهن ٿيون، سي سمپردائڪ
يا پرانتڪ ناهن. انڪري ديد جو دائرو وڌائي، آزمايش
جو ميدان موڪرو ڪرڻ گهرجي. آستان ۽ جاتيءَ کان
مٿ ڀرو آهي قوم ۽ انسان ذات. ديس جي بهبودي
۽ مانو جاتيءَ جو ڪلياڻ آهي مقصد. ساڳي وقت مٽش
هردي اندر پورڻ ۾ قلتنا لاءِ آلڊ مانـڊ آهي ۽ ساهتيہ
آهي انجو ساڌن. جيون جهڙي نهايت اڻاڳو فن آهي
۽ ان اندر جوهر اوترا ٿهائين ڏکيو. سؤجهه سرت ۽
روحاني رمز ساهتيہ سرجي ٿي، پرک ٿور ۽ ڇانٽ ٿي
انکي وزندار بڻائي ٿي. اهو اجائل ميزان آسان ناهي،
انڪري اهڙي درشٽي ڏار جا سهٽي سرشٽي سرجي.

# وِڪاس

ڪهڙا سبب آهن جو قومون ڪرن ٿيون، مباڻهو مردود ٿين ٿا ۽ حياتيءَ جو گلشن اُجاڙ ٿئي ٿو؟ ڇو آبادي ويران ٿئيٿي، سُکيا اَڻ سُکيا ٿين ٿا، ۽ جيون موت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو؟ يا ڪهڙن اُپاون وسيلي مريض تندرست ٿين ٿا، سڪل جسم ۾ ساهہ پوي ٿو، ۽ ذليل ملڪ آسودا ٿين ٿا؟ ملڪ ۽ ماڻهن جي صحت ڇا ۾ آهي؟ سدارو ڇاهي ۽ بگاڙو ڇاهي؟

اهڙن سوالن جي جواب لاءِ اڪثر جدا ملڪن جي اِتهاس جا ورق ورائبا آهن، ڇاڪاڻ تہ ان ذريعي ماضيءَ جي ڄاڻ، حال جي حقيقت ۽ آئينده جي سمڪ پوڻ جو امڪان آهي. تاريخ مرض ۽ مريض جي هسٽري وچور سان ڀڏائي ٿي. ليڪن اڳاٽيون تاريخون شاهن ۽ اميرن جي بيسود جهڳڙن کي ضرورت کان زياده اهميت ڏئي بيهودا غبار پيدا ڪن ٿيون، ۽ هاڻوڪيون تاريخون يا تہ پراڻن جهنجهٽن جي شرحِ آهن، يا ڪنهن مت متانتر انوسار گذريل واقعن کي نئين نوع ۾ ڏسڻ جي ڪوشش. انهن مان جيتري اِتهاسڪار جي فڪري قوت ۽ علمي فضيلت جي ڄاڻ پوي ٿي

اوتري اصلي حالتن ۾ گهڻائن جي پروڙ نٿي پوي. اها حقيقت آهي ته جيتري ليکڪار ۾ وڌ علميت ٿيندي آهي، اوتري حالتن تي گهڻ روشني پوندي آهي، البت ڪئميرا جيان فوٽو ڪيڏڻ ۾ ڪا خوبي ناهي نڪي اتهاسڪار ڪي مشين جا پرزا آهن، جو عين بين عڪس ڪيڏي سگهن. انسان جو دماغ هر چيز کي پنهنجي سڀاءَ انوسار ٿو رنگي، جنهڪري ڪڏهن ته آڳاٽي رچ سچ به سبز پوي ٿي ياسي ۾ موجوده ساوڪ به سچ ۾ بدلجو وڃي. اها به فطرت جي سحر انگيزي آهي جا دنيا کي عين انهيءَ صورت ۾ ٿي پسي جا خود هر هڪ انسان جي اُي درشٽي آهي. انهيءَ ڪارڻ چئجي ڪٿي ته جيتريون آهن درشٽيون اوتريون ئي آهن سرشٽيون.

تنهن هوندي به اسين ڄاڻو ٿا ته آڳاٽي انساني شاهدي قومن وچ ۾ گهڻ اڙهه وچڙ، وڏن فاصلن طئه ڪرڻ لاءِ واهڻن جي اڻاٽ ۽ پانت پانست جي رڪاوٽن سبب ناقص ۽ اڻ پوري آهي. اڄڪلهه جي اسڪولي ودياارٿيءَ کي به ڪيترين حقيقتن جي پوري ۽ صحيح ڄاڻ آهي جا آڳاٽن ودوانن کي به نه هئي. ازانسواءِ پراچين اتهاسڪار کي پنهنجي راين ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي آزادي نه هئي، نڪي معلومات هٿ ڪرڻ لاءِ واجبي سهولتيون. سنڌ ن لکيتون به کي اصلي حالت

۾ اسان وٽ موجود ناهن، جاڪاڻ ته ڪيترن وچ وارن انهن ۾ پنهنجي ٽپ ٽپ ڪئي آهي. ازانسواءِ انهن گرنٿن جو وڏو انداز شاهي خاندان جي شبدن، درباري فتنن، جنگين فسادن ۽ فضول ڪارروائين سان ڀريل آهي يا ڪنهن پنٿ جي پرچار يا دين جي اشاعت ۾ سرگرم هئڻ سبب حقيقتن تي نقاب وجهي خود اهڙو ساختہ نقش پيش ٿو ڪري، جو اعتبار جوڳو ٿي نٿو سگهي.

اسان وٽ ڪوبہ اهڙو پستڪ ڪونهي جو آد ڪان انت تائين سڀائي حقيقت سڻائي. هيءُ پرٿوي جڳن ڪان هلندي اچي. مگر انساني لکيل شاهدي ايائي هزار سالن جي مس ٿيندي. سچ ته هن ڪرم ڪيترو جو انهاس اَڪال جي صاف صفحي تي لکيل آهي ۽ سج چنڊ تارا انجا شاهد آهن. البت اتفاق سان ڪو انگوڙو مصر جي بيابان ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا ڪٿي ڪو هڏو يا ڏاند، نڪر يا ٺرونو ملي ٿو جنهن جي آڌار تي پراچينتا جا پعدت آڳاٽين سڀيتائن جو چٽو چٽن ٿا. ليڪن اهي چٽو آڳاٽن انسان جا آمدگ ۽ آشانون، خفت ۽ چنتائون جٽياري سگهن ٿا ڪي اسان ۾ اها لياقت آهي جو هزارها ورهيه اڳ ڪنهن دفن ٿيل پراڻين جا پساهه ڪڍي هنن جي اَک سان ڏسي ڪن سان ٻڌي نڪ سان سنگهي سگهون ٿا. هرڪو جيءُ پنهنجي ماحول ۾ ئي پنهنجي نڪ سان ساهه ڪڍي ٿو

۽ پنهنجا سور پاڻ ڀوڳي ٿو. انهيءَ ڪارڻ پراچين اسان
لاءِ هرگز پنهنجو ٿي نه ٿو سگهي - گرچ زندگيءَ جي
زنجير ۾ هڪ ڪڙي هئڻ سبب، انجي اثر کان بلڪل
بچي نٿا سگهون.

خير، انهن اوٽاين هوندي به جيڪي تاريخون اسان
وٽ موجود آهن تن مان شايد ڏُکي ئي ڪي انومان
ٺاهي سگهجن ٿا. مثلا ڪن جو انومان آهي ته جگت
جو وهنوار چڪر مثل آهي، جنهن ۾ پراڻي آد کان
انت تائين ڦرندا رهن ٿا. ٻوڌين انهيءَ ويچار کي استول
روپ ڏيڻ لاءِ پرارٿنا چڪر ٺاهيا جي تبت ۽ مرڪزي
ايشيا جا بکشو اجنائين سمرتيءَ جيان ڦيرائيندا
آهن. اسانجي قومي جهنڊي تي اشوڪ چڪر پڻ
انهيءَ گول ۾ ڦرڻ جي نشاني آهي. ڪرشن جي
سوَدرشن چڪر ۽ ٻوڌي چڪر ۾ فرق فقط ايترو آهي جو
سوُدرشن چڪر پنهنجي دائري کان ٻاهر وڃي به وري
ساڳي هنڌ موٽ ٿو ڪائي ۽ ٻوڌي چڪر ڪڏهن به پنهنجي
دائري کان ٻاهر نه نڪري فقط پنهنجي محور تي ڦرندو رهي
ٿو. سودرشن چڪر ڪرم مارگين جو نشان آهي ڇاڪاڻ ته ڪرم
مارگ جي سکيا آهي ته سنسار ۾ ورتندي به جيءَ کي
پنهنجي سُڌ بُڌ ۾ استر رهڻ گهرجي ۽ ٻوڌين جو عقيدو
نه جيتري قدر ٿي سگهي اوترو نشڪرم ۽ نش چنت ٿي
پنهنجي نج آستان تي ئي قائم رهڻ گهرجي، جو گيان

مارڪ جي ٻڌيءَ لاءِ ضروري آهي.

مگر اڄوڪن ودوانن جو رايو آهي ته جيون سرجڻڪ شڪتيءَ جو وڪاس آهي. ۽ اها سرجڻڪ شڪتي ته نه رڳو لڳاتار رچنا رچڻ ۾ مشغول آهي، پر پوءِ تئين پوءِ پنهنجي رچنا کي بهتر پڻ بڻائيندي وڃي ٿي. وڪاس وارن جو رايو آهي ته پراڻي انتي ڪندا رهن ٿا ۽ انهيءَ اُنتيءَ جو ڪو ڇيهه ئي ناهي جو انساني تصور ۾ اچي سگهي. هو ٻُڌن ٿا ته گذريل ڪن صدين اندر انساني سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ڪافي سهوليتون ميسر ڪيون آهن ۽ انسان جي زندگي گهٽ عذاب ۽ ۽ وڌيڪ لطف واري ٿيڻ لڳي آهي. ممڪن آهي ته انهن اثرن هيٺ ۽ سکيا جو بهتر پربنڌ ڪرڻ دوارا خود منش سماج ۾ ڦيرو اچي وڃي ۽ انسان نه فقط پاڻ لاءِ ڪا خوشتر دنيا تعمير ڪري سگهي، بلڪ خود به ديوتا سروپ بڻجي پوي. اها وڪاس وادي آدِ ۽ انت ۾ پرپنچ ۾ نٿا وڃن. ڇو ته ممڪن آهي ته هي برهمنڊ هڪ گول چڪر آهي جنهن ۾ واري سان ساهه جي نڪرڻ ۽ کڄڻ وانگر منڊن ۽ کنڊن ٿيندو تو اچي ۽ اهڙو گول چڪر ۾ ڦرندڙ پراڻين لاءِ ترقي ۽ تنزل بي معنيٰ لفظ آهن. ليڪن اها آدِ انت جنهن ۾ ٽاڪيو وڃڻ جي ٿو وڃي ۽ وڃڻ پڇاٽا بيهر ڪلي ٿو، تنهن سان منش جاتيءَ جو ڪو خاص سمبنڌ ناهي.

مٿس آهي وچ جي ڪڙي جا ڪرڻ سان رسالن تي پهچي ٿي ۽ اُنتي ڪرڻ سان مٿي چڙهي ٿي. انهيءَ ڪارڻ مٿس جاتيءَ جي اُدار لاءِ وڪاس وادئي صحيح ٺهرايو آهي. هتي ضروري ناهي ته وِڪاس جي نرالن مٿن تي بحث ڪجي اهو وڪاس ماحول جي اثر هيٺ آئي ٿو يا جيون جي ميل ملاوت مان نئين جنس جي پرگهٽ ٿيڻ دئاران يا ماڳهين سرجڻ ڪ شڪتيءَ جي گپت اڻ تڻ دئاران. چا به هجي! چالو زماني ۾ وِڪاس وڏي وت سمجهو وڃي ٿو.

# هندي وڪاس - وماني نگاهه

هن لوڪ پرڀ وشيه تي ديسي ۽ وديسي اتهاسڪارن لکيو جهجهو آهي، پر وگيانڪ ترتيب سان ڪوچ گهٽ ٿيل آهي شايد اهوئي سبب آهي جو چالو پستڪن ۾ طبعي لاڙن ۽ شخصي عقيدي جي اوٽ ۾ قياس آرائي ۽ رائزني وڌ ۽ نوس حقيقتن تي روشني گهٽ ڏسڻ ۾ ٿي اچي. آڳاٽن هندواسين ۾ اتهاسڪ واردات قلمبند ڪرڻ جو رواج نه هو. جنهنڪي هند اتهاس ليکيو آهي سو يا ته ڪن راجائن جي ونشاولين تائين سيمت آهي، يا من گهڙت افسانن سان لبريز. انڪري آڳاٽي اتهاس جون ڪي جزوي جهلڪون جي موهن جي دڙي، هڙاپا، ڪالي بنگن وغيره کنڊهرن مان ملن ٿيون يا ويد متن مان جو ڪجهه پڙهي ٿو، تنهنجو اتهاس سان ڪو سڌو لاڳاپو جوڙڻ مشڪل آهي. تنهن هوندي به واجب آهي ته اسانکي ديسي اتهاس جي پس منظر جي ڄاڻ هئڻ گهرجي، ۽ انهيءَ ڄاڻ جا اهڃاڻ ۽ پورا وسيلا موجود آهن.

موهن جي دڙي جي سڀيتا جا ٽي چار هزار سال عيسوي سن کان آڳاٽي مڃي ويئي ٿي سا سنڌ ۽ ماڙيءَ تائين محدود نه هئي، انجو دائرو گجرات کان

سميرو تائين معلوم ٿي چڪو آهي ۽ شايد آئينده جي کوجنائن مان وڌيڪ ڄاڻ ملي. اڄ تائين ڪو ماهر انهيءَ ڏؤر جي لکيت واچي نه سگهيو آهي، نڪي پتلن جي شڪلين مان هنن جي ٻولي جو اندازو لڳائي سگهيو آهي. انهيءَ تهذيب جا آثار نه رڳو بياس نديءَ جي پيٽ ۾ روپار خواه ڪڇ ۽ گجرات ۾ لڌا آهن، پر ايران جي ٺار ۽ عراق جي فرات ۽ دجله جي ڪنارن تي پڻ. انوقت فارس ۾ ايلمي، عراق ۾ سميري، مصر ۾ فرعوني تهذيبون موجود هيون ۽ انهن جو اولهه هندستان سان ڪافي سمپرڪ هو، جنهنجي ثابتي کنڊهرن مان لڌل مهرن ۽ ٻين شين مان ملي ٿي. هنوقت اهو چوڻ مشڪل آهي ته انهيءَ آڳاٽي سڀيتا جو اسانجي اصل نسل ۽ رهڻي ڪهڻيءَ تي ڪيترو اثر باقي رهيو آهي. سواءِ انجي ته هنن شوِ جي سگهائيءَ لاءِ جي يوگه ساڌن ڪيا، تن پاڇاٽن لوڪن جي آچار ويچار تي، ڪافي اثر وڌو. بلڪ هيئنر به جڳ جي سگهڙن وٽ انهن جي لاپدائڪ هنر جو قدر ڪيو وڃي ٿو.

انهيءَ آڳاٽي سڀيتا پڄاڻا اٽڪل ٢٠٠٠ کان ١٢٠٠ B.C ڌاري آريه لوڪ هن ديس ۾ وارد ٿيا. اهي ڪٿان آيا ان تي ڪي نعيڙا اختلاف آهن. اڪثريت جو رايو آهي ته سندن اصلوڪو وٿاڻ بلئڪ سي کان اموءِ دريا جي وچ هو. انهيءَ ۾ قفقاز کان هندو ڪش تائين

سموري ابراضي اچي وڃي ٿي - ڪُرو ڪل جا ماڻهو
اَرل سمنڊ جي آس پاس کان سنڌ و نديءَ جو ڪنارو
ڏئي لداخ طرفان داخل ٿيا. آريہ شبد جو اَرٿ آهي رولو-مسافر.
آدي آريہ مغلن وانگر تنبن يا منڊپن ۾ رهندا هئا.
هنن کي گهر يا مڪان ناهي ٿا ٺهيڪو ٿي رهڻ نہ وڻندو
هو. هو بابيلونيا جي لوڪن جيان سوم رس پيئندا
هئا، راجائن جي اُستتيءَ جا ستوتر ڳائيندا هئا ۽ يگيہ
ڪندا هئا، جن ۾ ڪيترن جانورن جو ڪوس ٿيندو
هو. هن ديس جا اصلوڪا رهواسي داس يا داش سڏبا
هئا، جي ڏنوان ۽ سيہ لوڪ هئا. سنسڪرت ۾ داس
جو اَرٿ آهي داتا يا اُدار دل جو فارسيءَ ۾ ”داسي“
مان ”داهي“ ٿيو آهي. آريہ لوڪن جي جنگي ليڊر
اندر هٿان هار کائڻ پڄاڻا ”داس“ جو اَرٿ غلام ٿيو.
اندر اَنيڪ اتياچار ڪري پنهنجو راج قائم ڪيو، پر
آخر ڪار ڪرشڻ هٿان شڪست کاڌائين. اهو ڪرشن
اهسڪ منين جو پگت هوُ ۽ مهاڀارت واري ديوڪي
نندن کان نرالو آهي. داس ۽ آريہ لوڪن وچ لڙاين
جي دؤران ۾ هڪ نئين ٻولي جريان ۾ آئي، جنهنکي
ويد ڀاشا چئبو آهي. انهي ڀاشا ۾ ڪيترن مول شبدن
جو اَرٿ بدلجي ويو آهي. پيو تہ ان پڄاڻا براهمڻ
راجنيتيءَ کان پاسو ڪري ڪريا ڪرم ۽ ساهتيہ رچنا ۾
لڳي ويا. سرڪاري ڪاروبار ڪترين جي هٿ ۾ رهيو.

آدي آريہ لوڪ ڪي سپيہ ماڻھو نہ ھئا. ھتي سپيہ جو مطلب آھي ناگرڪ جيون انوسار ريت نيت. مگر آريہ لوڪ بلوچن وانگر ربيار ۽ رولو قوم ھئا. ھنن ڪڏھين بہ سھڻا گھر، ڪشادا رستا، واپاري منڊيون نہ ناھيون ھيون. ھنن کي اھڙن خفتن ۾ دلچسپي نہ ھئي. انڪري اولھ ھندستان جي ناگرڪ جيون تي ھريل ملائم مزاج واپارين ۽ ڪاشتڪارن جي ھلي چلي ڊانوا ڊول ڪري ڇڏيائون. اھي آريہ رڳو ھن ديس ۾ نہ آيا پر يونان ۽ ايران. اُتر ۽ اوڀر يورپ ۾ بہ ڦھلجي ويا، جنھڪري ھنوقت بہ انھن ايراضين جي ٻولين ۽ رسمن رواجن ۾ ڪي قدر ھڪجھڙائي ڏسڻ ۾ تي اچي. يورپ جي اڪثر ٻولين جي بنيادي گھڙت ۽ اُچار گھڻو لفظ ھڪئي ذاتوءَ مان ورتل آھن ۽ سندن آڳاٽا ديوتائون خواہ سماجي رسم رواج جا نمونا ھڪ ٻئي سان ٺھڪندڙ آھن. تنھن ھوندي بہ اھي آريہ کي آديواسين کان وڌ سگھڙ ڪين ھئا. دنيا جي تاريخ ۾ اَنيڪ مثال آھن، جو گنوار قومون ناگرڪ لوڪن تي غالب پيون آھن. ناگرڪ جيون ماڻھوءَ کي نستو ۽ نازڪ مزاج تہ بڻائي ۽ اُنجي اُبتڙ کليل ميدان تي رولو زندگي طاقتور ۽ ڪنوڙ سپاھُ، ٻروچن ۽ سرحدين وانگر آريہ لوڪن اھڙي طبيعت جا ماڻھو ھئا ۽ خاص ڪري پلن گھوڙن تي سواري ڪرڻ ۽ رٿ تي چڙھي

حملو ڪرڻ ۽ تير چلائڻ ۾ ماهر. انهي زماني ۾ تير ڪمان اڻ ائنتو شستر هو. جو آديواسين کي هلائڻ نه ايندو هو. آريہ لوڪن اٽڪل هزار ورهيہ سانده هندستان تي حملا پئي ڪيا. ڪي سنڌوءَ جو ڪنارو ڏئي داخل ٿيا ته ڪي خيبر، ڪرم، ٽوچي، بولان لنگهه وٽان آيا. بولان طوفان شوي آريہ سنڌ طرف وڌيا، جنهن ڪري ان ايراضيءَ کي سيوستان (سيوهڻ) ٿا چوڻ، ليڪن شو آديواسي هستي آهي ۽ آرين کان اڳاڻو.

اوائل ۾ آريہ سپت سنڌوءَ جي آسپاس ويهڻ ڪون لڳائي ويٺا ۽ جئن زمانو گذرندو ويو ته گنگا جمنا واديءَ ۾ گهاٽا ٻيلا ۽ جهنگل ڪپي نديون بستيون ٺاهڻ لڳا. هنن پنهنجي سر ڪي شهر ۽ نگر نه ٺاهيا. بلڪ اڳاڻا نگر زمين دوز ڪري آديواسين کي غلام بڻايو. انهيءَ سمي هندستان ۾ آدم بلڪل ٿورو هو، ۽ سڄو ملڪ جهنگلن سان ڀريو پيو هو.

مون چيو ته آريہ لوڪ هٿ ۾ جانئا، گهوڙيسواريءَ جي فن ۾ ماهر ۽ تير ڪمان هلائڻ ۾ چست هئڻ سبب آديواسين تي جيت پائي ويا. ليڪن اها ڪا دائمي سوڀ نه ليکبي. هر ڪنهن ملڪ ۾ ڪٿين فاتح آيا ويا آهن، جن سماج تي ڪو گهاٽو اثر نه ڇڏيو آهي. آدڪان هيءَ زمين رت سان رڱيل آهي ۽ اهو رنج ڪو سدائين پنهنجي زمين کي نه مليو آهي. مگر آريہ

لوڪن لاءِ ائين ڪين چئبو. هنن جو آچار ويچار اڄ به موجود آهي. بلڪ سچ اهو آهي ته هن ديس جي اڪثريت تي بي ڪنهن به ڪلچر ايڏو ويابڪ ۽ وشال ۽ جٽادار اثر نه ڪيو آهي. اهو آريه اثر رڳو هندستان ۾ موجود ناهي، بلڪ يورپ ۾ به رتيون سرس آهي. توهين پڇندا ته هڪ جهنگلي رولاڪ گنوار جاتي ايڏو دائمي اثر ڪيئن پيدا ڪري سگهي؟ سوال واجبي آهي ۽ جواب بنهه سولو. آريه لوڪن وٽ ٻولي هئي. اهڙي ٻولي جا ٻي ڪنهن جاتيءَ وٽ نه هئي. ٻين جا آواز يا ته گلي ۾ گهٽجي تي پيا يا نڪ مان تي نڪتا. پر هيڙي سول ۽ صاف وهڪري واري ٻولي ڪنهن وٽ ڪانه هئي. ٻولي انسان جي دماغي طاقت جي علامت آهي. اها ذهني شڪتي ٻوليءَ جي صورت ۾ آريه لوڪن وٽ موجود هئي، جنهنجي آڌر تي هن هندستان ۽ ايران ۽ يورپ تي پنهنجي هستيءَ جي ڇاپ هڻي ڇڏي، ۽ اهڙا فلسفا ۽ سماجڪ گهاٽ گهڙيائون جي هن وقت به سڌريل ملڪن جي سنستائن جي جڙ آهن.

آڏ ڪان آريه لوڪ ٻن جاتين ۾ ورهايل هئا. (١) راجن (٢) وش. راجن ملڪي ۽ سماجي ڪاروبار هلائيندا هئا ۽ وش هئا عام ماڻهو. اهي ڪي جاتيون نه هيون، جي هڪ ٻئي مان متي مائٽي ڪري نه سگهن يا ڪنهن خاص ابي ڏاڏي جي اولاد هجن. اوائلي آريه

پنچاتي نموني ڪاروبار هلائيندا هئا ۽ ڪرت ڪار جي مدنظر ٿي ماڻهو راڄن يا وش ـ سڏبو هو. جنهن سنڌ ۾ عامل ۽ پائيبند ليکبا هئا. راڄ ڪاروبار لاءِ ونن هنڪ سڀا هوندي هئي، جنهنجا ميمبر ڪٽنب. جا وڏا ڪل پتي ۽ سگهڙ هوندا هئا. ٻي هوندي هئي سمتي، جنهن ۾ داس يا غلامن کانسواءِ باقي آزاد نگرواسي ڀرو وٺي سگهندا هئا. يونان ۾ به ساڳيو ئي سرشتو چالو هو. اوائلي آرين ۾ ڪو غلام ڪونه هو. ٻر هندستان تي حملن ڪندي ڪئين آديواسي ماري ڇڏيائون ۽ ڪن جي نياڻين سان شادي ڪري هنڪي پاڻ ۾ جذب ڪري ڇڏيائون، ۽ باقيمت جنهن جو وڏو عدد هو، تنهنکي داس بڻايائون. انهن داسن کي سمتي ۽ سڀا ۾ ڀرو وٺڻ جو حق نه هو. نڪي هننجي پالن پوشن ۽ هنڪار جي آريه لوڪن تي ڪا جوابداري هئي. انهيءَ نئين سرشتي جي جريان ۾ اچڻ سان آريه سماج ۾ به تبديل آئي. پهرين هو رڳو ٻن جاتين ۾ ورهايل هئا. ٻر هيئنر اڇي رنگ جي چمڙيءَ وارن کي ڪاري رنگ جي چمڙيءَ وارن کان علحدو رکڻ جو ويچار آين. ٻيو تـه سماجڪ ڪاروبار ۾ وڌيڪ پيچيدگي اچڻ سبب راڄن فرقي کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايائون (١) براهمڻ (٢) کتري. اهو انکري ٿيو جو آديواسين سان وڙهڻ جي ضرورت سبب خاص لڙاڪ ماڻهن جي گهرج ٿين. رولاڪ زندگيءَ

جي زماني ۾ ته هو ڪو لڙاڪ هو. پر هيئر جو ڳوٺ ٻڌي ڳاين ميهن جا ڌڻ پالي ۽ کيتي ڪري ٽانئيڪا ٿيا ته فوجي جٿن جي ضرورت محسوس ڪيائون. جنهن مان ٻٽي ڪتري جاتي، ٻيو ته آسودگيءَ سبب ڌرمي ڪريا ڪرم ۽ وڌيو ۽ اهڙن سگهڙن جي پڻ گهرج ٿي جي سماجڪ ۽ نيتڪ معاملن تي سوچ ويچار ڪن. اهي پوهان ٿيا براهمڻ. باقي رهيا ڪمي ڪاسبي، واپاري ۽ هاري ناري جي ٿيا وئش. اهي آريه قوم جا هئا. باقي جي ٿيئي آريه قوم جا نه هئا سي ٿيا داس، جي ڳاٽائي ۾ گهٽا هئا ۽ سدائين آريه لوڪن خلاف پيا وڙهندا هئا. شروعات ۾ آريه لوڪن پنهنجو نسل شڌ رکڻ جي ڪوشش ڪئي. مگر رفته رفته اڻ آريه عورتن سان شاديون ڪندي منجهائن نجي آريه اصليت غائب ٿيندي وئي ۽ چئن جاتين عيوض اڪيچار ننڍيون وڏيون جاتيون ٺهي ويون، جي ديس جي ڪمزوري، پر پرم پرا جي رکيا جو باعث آهن.

جن تبديلين جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم سي 350-B.c 1500 B.c وچ ۾ ٿيون، جڏهن آريه لوڪ پنجاب ۽ هرياڻا کان سري پرياڳ (گنگا، جمنا سنگم) تائين دابو ڄمائي ويٺا. ندين جي ڪناري ٽانئيڪو ٿيڻ جي عمل کي اتهاس ۾ وڏي اهميت آهي. هندستان جي اها سنڌو- گنگا وادي مڌيه ديش ليکبي آهي ۽ اهو مڌيه ديش ٿي هوجا سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جو ڪيندر

ليکبو آهي. مثلا چين جي هئانگ هو ۽ يئنگ ٽزي ڪئانگ جي ايراضي انهيءَ جو مکيه ديش آهي ته چيني ان کي ئي سڀيتا جو مرکز سمجهندا آهن. ساڳي ريت مصر ۾ نيل، عراق ۾ دجله ۽ فرات، وچ يورپ ۾ ڊائين ۽ روس ۾ نيپر ۽ وولگا اهي مڙئي ماڳ سڀيتا جا بَرک مرکز بڻيا آهن. انڪري آريه لوڪ جي اوائل ۾ بلڪل گنوار هئا ۽ سج چنڊ، بادل طوفان، پاڻي ڌرتيءَ جي ديوين ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا ۽ ڌرتي چارڻ لاءِ چرا گاهه ڳوليندي پيا ڀٽڪندا هئا، سي هندستان جي وچ ۾ دابو جمائڻ سان سموري اُپکنڊ کي هڪئي شاسن هيٺ آڻڻ جا خواب ڏسڻ لڳا ۽ سندن لعبي اتهاس ۾ چڪرورتي راجا ۽ راجڌرتيءَ کي سڀ کان وڌ اهميت ملڻ لڳي. انهيءَ ڀاونا سان هدن اشوميڌ ۽ راجسو يگيه چالو ڪيا ۽ منجهن ڪي اتهاسي پرش ساماڻا جي اگستيه رشيءَ جيان جبل جهاڳي دکن جي نلگري پهاڙن تائين وڃي پهتا. انهيءَ عرصي اندر سندن مذورتيءَ ۾ وڏو فرق اچي ويو. ويدڪ سمي اندر، اگني، پرن ورڻ، ردر وغيره جي پوڄا ٿيندي هئي. ايترا ته ديوتائون هين جو عجب آهي ته ايترا پل ۽ هوَن، آهوتيون ۽ اُستتيون ڪيئن ڪري سگهندا هئا. شايد ڪن پروهتن جي سمورو وقت اهائي ڪرت هئي. سندن مراد هئي ته انهن پوڄائن جي وسيلي ديوتائن کي مجبور ڪن ته

هو سندن ڇڙي انوسار سيڪي ميسر ڪري ڏين. انهن
ٻڌن ۽ پوڄائن ۾ سندن سوارٿ جهجهو هو ۽ روحانيت
جو ماسو ٻه ڪين هو. اهو اهڙو هو جهڙو پير تي انهيءَ
لاءِ پٽ وجهڻ يا گرنٿ تي رومال چاڙهڻ لڪ پت
ڏي. آدي معش جو ڏرم سندس شاريرڪ گهرجن جو
عڪس آهي. پوءِ جڏهن بيلا ڪپي ڳوٺ اڏي ڏرڻ
ٻالي کيتي ڪري ٿانئيڪي آسودي رهڻ رهڻ لڳا، ته
سندن هردي ۾ اهي انوکا اُلجهن اُٿڻ لڳا جن
انسان ذات کي سدائين پريشان ڪيو آهي. اهي سوال
هئا ته هي وچتر برهمانڊ ڪٿان آيو ۽ ڪيئن آيو؟ هن
ٻرتويءَ تي پراڻي ڪيئن ٿا اُپجن ۽ پوءِ ڪيڏانهن ٿا وڃن؟
پلل، مان ڇاهيان ۽ ڇو آهيان؟ آد ڇاهي ۽ اَنت ڇاهي؟
هي ظاهري جوڙ جنسار سيڪي آهي يا سرشٽيءَ جي
ته ۾ ڪو لڪل راز يا رهسيه آهي؟ شاريرڪ گهرجن
پورين ٿيڻ پڄاڻا سندن من ۾ مانداڻ پيو، جنهن اپنشدن
جي صورت اختيار ڪئي. انهن مانسڪ مونجهارن کي
وائکو ڪرڻ لاءِ جيڪي هٿن جوڳ پچايا، تن کي تسيا
ڏئي ساڌن ڪيا ۽ اندر جي اوڙاه ۾ ٽٻيون هڻي گيان
جا ڪي ٿورا ڳولي لڌا، تنجي روشني هنن کي
يونان ۽ اسڪندريه پهتي، جتي جا ودوان پڻ اهڙي
سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا. آخر اِهو گيان عباسي
خليفن جي دربار تائين به پهتو، جنهنڪري صوفي مت

خواه پٽا گورس ۽ نيوپليٽونزم جو ان سان جڳوي لاڳاپو آهي. هن مختصر مضمون ۾ انهي وستار جي گنجايش ناهي، ڇاڪاڻ ته يورپ ڪانوئي چين جپان تائين جيڪي به رهسيوادي مت جريان ۾ آيا آهن - پوءِ اهي ظاهري ريت ٻوڌي هجن ڪي عيسائي، اسلامي هجن يا ويدانتي ته انهيءَجو سرچشمو آهي اپنشد ئي آهن، جي سقراط جي بحث مباحثي جيان سوال جواب جي صورت ۾ آهن. تاتپرج آهي ته هندستان ۾ ٽانئيڪو تيرهن ڇهاٽا آريہ لوڪ اوائلي عقيدن عيوض ”اوم برهم اسمي“ يا ”تتوم اسمي“ يعني ”هم اوست“ يا جيڏانهن ڪريان پوڪ تيڏانهن صاحب سامهون“ يا ”ونڻ ٽڻ وائي هيڪڙي“ جهڙي سوکيم سوچ تي ويچارڻ لڳا. ساڳي وقت هتن ”يم ۽ نيم“ يعني شاريرڪ شڪتين ڪي ڪهڙن نيمن وسيلي ضابطي هيٺ آڻجي تن تي جوڳو ڌيان ڏنو. سمي ڇهاٽا سندن سياو ۾ آتمتا لاءِ لار يا روحانيت لاءِ ريلو ايتري قدر بلوان ٿيو، جو اج به نه رڳو هندستان بلڪ سموري يورب جي اها وشيشتا شماري ٿي وڃي.

پي ڳالهه جا انهيءَ عرصي ۾ ٿي سا هئي آريہ لوڪن جو پن پن جاين ۾ ورهائجي وڃڻ. سيئي آريہ ڪي هڪ طرف ڪان يا هڪئي وقت نہ آيا هئا. ڪي صديون سانده وچ ايشيا مان هجرتون ٻي ٿيون،

چاڪاڻ ته سمنڊ سڪي واريءَ سو رڻ پٽ ٿيندو ٿي ويو. هتي ممڪن ناهي ته هِمَ يگ جي واردات پيش ڪجي يا يوريشا جي لوڪن جون پوکرمائون ٿجن - هتي اينرو ئي ڪافي آهي ته هن ملڪ ۾ جتي به آريه لوڪ داخل ٿيا اتي هنن جا نديا گروه نهي ويا ۽ پوءِ آديواسين سان ملي ماٺي ڪندي نيون اوچ ۽ نيچ جاتيون ٺهيون. سماج ڪي جاتين (جنم = جڻڻ) ۾ وڌائڻ ڪو خاص هندڪو رواج ناهي. اهي جاتيون سيني ملڪن ۾ آهن. فرق اهو آهي ته اوائل ۾ جي ورن يعني اڇي ۽ ڪاري رنگ جي اوت تي گروهه بدل هئا. سي هينئر نسل جي اوت تي گروهه بڌجڻ لڳا. جنهنڪي جاتي ٿو چئجي. انهن جاتين آڳاٽي گڻتنتر (سڀا ۽ سمتي) عيوض نديڙن راجائن جي ماتحت نديون رياستون ناهيون. اهو سرشتو گوتم جي جنم وقت به قائم هو. اوستائين ڪنهنڪي سڄي هندوستان جو سمرات بڻجڻ جو سوداءُ نه آيو هو. چڪرورتي راجائن جو چڪر گهوڙي جي گشت تائين محدود هئو، ۽ مهتا نالي ماتر مس هئي باقي گوتم ڪانپوءِ جو تيرهن سوَ ورهين (650 Bc ڪان 650 A.D) جو اِتهاس آهي، تنهن ۾ نهايت طاقتور سلطنتون برپا ٿيون. بلڪ هندي اوج ۽ ستا جو جهنڊو دور دور ملڪن ۾ به جهولڻ لڳو، جنهنجي ساک اڄ به جاوا سوماترا، ڪمبوج ۽ برما جي کنڊهرن مان ملي ٿي. اُنهيءَ سمي هن ديس

جي سياسي طاقت جو رعب ڄميل هو ۽ هندو سڀيتا ۽ گيان وگيان جي هاڪ سڄي راڄن ۾ ڦهليل هئي. اهوئي عرصو آهي جڏهن وقت هئي برک سنسڪرت ودوان ۽ وگياني چتر ڪار ۽ سنگ تراش، نون پنٿن جا پيشوا ۽ سماج سڌارڪ ساماڻا، جنهي علم ۽ هنر مان دنيا کي چڱو ئي لاڀ پراپت ٿيو آهي. اِنڪري انهيءَ اتهاسڪ سمي کي ديس جو سونهري يگ چيو آهي.

اهو تيرهن سو ورهين جو لمبو عرصو ٽلهي ليکي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائجي سگهجي ٿو ١. 650 BC-28 BC ٢. 28 BC-300 AD ۽ ٣. 300 AD-650 AD. پهرين عرصي ۾ ٻه وڏا ڌرم نيتا ۽ سماج سڌارڪ پيدا ٿيا. ١. مهاوير ٢. گوتم ٻڌ. هڪ جين ڌرم جو پيشوا هو، ٻيو ٻڌ ڌرم جو. انهن ٻن پنٿن وچ ۾ ڪو بنيادي فرق ناهي ۽ اخلاقي خواهه عملي ريت هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. مول ڳالهه آهي ته ٻئي پنٿ روزاني عملي زندگيءَ جي وهنوار کي اخلاقي اُصولن جي بنياد تي ٻڌڻ جا حامي آهن. هو اِنساني لاڳاپا نيتڪ ڌرم جي سڌانت پٽاندڙ ٻڌڻ چاهين ٿا ۽ منش کي مشيت جي حدن اندر پاڻ موکڻ جي آگيا ڏين ٿا. هو اُپنشدن جي رشين وانگر آتما پرماتما، پرلوڪ ۽ پار برهم، سرشٽيءَ جي آد انت وغيره جهڙن جهنجهٽن ۾ الجهڻ جو ورود ڪن ٿا. هنن زميني زندگيءَ کي ڪن اخلاقي اُصولن

۾ جڪڙڻ ۽ روحانيت عيوض انسانيت جو پرچار ڪرڻ تي زور ڏنو آهي. انسان جو ڌرم آهي ته انساني زندگيءَ ۾ بهتري آڻي ۽ ماڻهن وچ ۾ ونجوگ ۽ ويڙهه عيوض سهڪار ۽ ڀائپيءَ جو پاڻ وڌائي. باقي روحانيت جا لغو اڏائڻ بيسود خفت آهي. پيو ته هنن رسمي ڪريا ڪرم ۽ پوڄا پاٺ. ورن ۽ ذاتيءَ ڪي ٽوڙي عوامي سماج اڏڻ جي ڪوشش ڪئي. هنيءَ نئين تحريڪ شهرن ۾ ڦهلجڻ لڳي، جتي هنرن ۽ واپار ۾ واڌ اچڻ لڳي هئي. هيئنر آريه رڳو کيتي ڪندڙ نه هئا. ويدن کان اپنشدن جي سمي اندر آريه لوڪن جو هندستان کان ٻاهر جي ملڪن سان ڪو لاڳاپو نه رهيو هو، جاڪاڻ ته هي وشال ديس هو، جنهن ۾ دابو جمائڻ لاءِ وقت گهربو هو. ۾ 650 B.C پڇاڙيءَ رفته رفته حالتن ۾ ڦيرو آيو ۽ هو واپار سانگي ڌارين ملڪن ۾ اچڻ وڃڻ لڳا ۽ ائين ڪندي پنهنجي مت متانتر ۽ گيان وگيان جو به پرچار ڪندا رهيا. پراچين سمي رڳو براهمڻ ۽ ڪتري پرک هئا. هيئنر انهن جو زور ٽٽڻ لڳو ۽ وئش يا واپاري گوءِ کڻڻ لڳا. هنن پنهنجو راڄ ڪاروبار نه بدلي ڇڏيو، جنهنڪري ننڍين سمتين ۽ سيائن عيوض سمورو هندستان ١٦ جن پدن ۾ ورهائجي ويو. جنجي واڳ راجائن جي هٿ ۾ هئي. انهن راجن جي برپا ٿيڻ پڇاڙيءَ ويچار اُڀرن ٿيو ته سيڻي ڪي هڪڙي

سامراج جي جهنڊي هيٺ آئجي. ليڪن هندستان اُپکنڊ آهي. جنهنڪري انهيءَ ڪم ۾ وڏو عرصو لڳي وين. هوئن به آريه لوڪن جي ستا رڳو ونڌياچل جبل تائين هئي. باقي تي اتي جا رهاڪو ئي قابض هئا. هندستان ۾ سلطنت شاهيءَ جي اوسر خود وڏو باب آهي ۽ اُن سبب جي اشوڪ، موريه. وڪرماديتيه ۽ چندر گپت جون طاقتور سلطنتون وجود ۾ آيون، تن جو بيان هن مختصر مضمون ۾ آڻي نٿو سگهجي.

ليڪن اها حقيقت آهي ته 625Bc - 325 Bc جي عرصي اندر هندستان جو سياسي نظام ڪافي بدلجي چڪو آهي ۽ عام خواهه هنر ۾ ايڏي ترقي تي هئي جو 325 Bc ڌاري مڪدونيا جي سڪندر جي هندستان ۾ نيٺو پائڻ تي دل سڙڪي. انهيءَ سمي هندي ودوان يونان ۽ مصر ۾ موجود هئا ۽ خاص ڪري پٿاگورس ۽ ۽ افلاطون جي فلسفي مان انهن جي ذهنيت ظاهر آهي. اها تاريخي حقيقت آهي ته ايٿنس جي اڪادمي جنهن جا بانيڪار افلاطون ۽ ارسطو جهڙا گياني پُرش هئا- بعد ۾ وڃي پڄاڻا اسڪندريه ئي يوناني علم ۽ هنر جو مرڪز بڻيو، جتي هندي ودوان ۽ واپاري چڱي انداز ۾ موجود هئا. هن سان سمپرڪ جو نقد نتيجو اهو نڪتو جو عين اُپنشدن جي اوٽ تي نيو پٿو گورينزم، نيو پليٽانزم

۽ فاسٽسزم جهڙا رهسيوادي مت وجود ۾ آيا. لاشڪ اها هن ملڪ جي علم هنر آسودگيءَ جي هاڪ ئي هئي جنهن سڪندر کي ايران جا سچا پرپٽ لتاڙي هتي اچڻ لاءِ هرکايو. هو ڪو ترڪمان يا تاتاري ذاتيل نه هو، جو قرابت لاءِ هتي آيو هجي. هن جي علم هنر ۾ دلچسپي هئي، جنهنڪري هن پٺيان جي يوناني آيا، تن انهيءَ ڏس ۾ چڱي جفاڪشي ڪئي.

موريه خاندان جي نهڻ پٺيان هندستان ۾ سلطنت شاهي جو سلو نڪتو، جنهن پوءِ مگڌ شاهي جي صورت اختيار ڪئي، انجو باني اشوڪ موريه هو، جنهنجا يادگار هيئنر به موجود آهن. اها سلطنت لڳ ڀڳ سڪندر جي ڪاهه وقت ٣٢٥ Bc. وجود ۾ آئي. ان پٺيان ٽي صديون سانده هندستان نه رڳو علم ۽ هنر ۾ پرڪ هو. پر چئجي ته علمي دنيا جي روح تي قبضو هيس. اهو عالم آشڪار آهي ته اشوڪ ٻڌ ڌرم جا پرچارڪ نه رڳو اتر ايشيا ۽ چين ۾ موڪليا، پر ايران، اولهه ايشيا ۽ مصر ۾ به اهي پرچارڪ ڦهلجي ويا. رفته رفته اهو ڌرم نه رڳو سيلان برما، چين، جپان تائين ڇانئجي ويو، پر خود خراسان عراق ۽ افغانستان ۾ اهڙا ٻوڌي ودوان سامهان جن مرڪزي ايشيا ۽ چين ۾ وڃي ٻڌ ڌرم جو پرچار ڪيو. اهو رڪارڊ موجود آهي. بلڪ اشوگهوش جي "ٻڌ چرتر" (Bc. ٢٠٠) جا

ترجما آڳاٽي پهلوي، عربي، ارميني، مصري، چيني ۽ .
اتر ايشيا جي ڀاشائن ۾ موجود آهن. ٻڌ ڌرم جي ڦهلاءُ
۾ اشوڪ پڄاڻا ڪنشڪ جو وڏو هٿ هو، جنهن ٻوڌي
سنگهہ جو اجلاس گهرائي مهاياني پنٿ جو پايو وڌو ۽
نهايت صداقت ۽ قابليت سان انهيءَ ڌرم جو ڦهلاءُ
ڪيو. اها حقيقت آهي تہ ٻي صدي ڪانوئي الڪل
ٻہ سؤ ورهيہ ٻوڌي مت دنيا جي وڏي حصي تي
غالب پئجي چڪو هو ۽ انهيءَ زماني جا يادگار تہ رڳو
افغانستان جي باميان ١٧٠ فٽ لعبن پٿر جي بتن ۾
موجود آهن، پر بحر خضر (Caspian Sea) کان دور دور
آستانن تي ملن ٿا. ان وقت چين ۽ لنڪا ۽ هندستان
جيان خراسان ۽ عراق ۾ پڻ ٻوڌ مت جا وڏا مرڪز هئا.
باقي افغانستان تہ هو ئي هندستان جو ٽڪڙو ۽ اتي جا
رهاڪو هندي آريہ لوڪن جا ويجها عزيز هئا، جنهن
جي ساک راجائن جي شجرن مان ملي ٿي. مثلاً ”ڌرتراشٽر“
جي پتني گنڌاري قندار جي هئي تہ، رام جي ماٽيلي
ماءُ ڪيڪئي پشاور جي. هندستان جا اولهہ وارن
ملڪن سان ناتا نهايت قديم آهن، جنهنجي ثابتي خود
ڪاليداس جي ”راگهو ونش“ مان ملي ٿي تہ ڪيئن
هن ايران تي ڪاهون ڪيون ۽ افغانستان جي باغين
کي قبضي ۾ آندو. رام جنهن لنڪا فتح ڪئي ۽ دکن
کي آريہ اثر هيٺ آندو، سو انهيءَ راگهوءَ جي خاندان

مان هو. B.c ٢٥ ڪانـوني هندستان انـدر ٻوڌي مت
ٻوڙو پوندو ويو. گرچ ڌارين ملڪن ۾ انجي ترقي ٿي
رهي هئي. هتي ممڪن ناهي ته عيسائي مذهب تي
ٻوڌي ڌرم جي اثر وچور سان سمجهائي ڏجي. اهي
ٻئي مت بنيادي ريت نيتڪ آهن ۽ ٻڌ جي اشٽانگ
مارگ ۽ ڪرست جي ڏهن آگيائن ۾ ڪو خاص فرق
ناهي. هن ملڪ ۾ ٻوڌي مت جو وروڌ ٻاهرين ملڪن
مان لڳاتار حملن سبب ٿيو. لڙائيءَ جي مجبوريءَ
ماڻهن کي ٻڌ جي اهنسڪ ورتي عيوض ويدڪ سمي
جي لڙاڪ ۽ محنت ڪش منوراتيءَ طرف مائل ڪيو.
اهوئي سبب آهي جو گپتا سمراٽن جي سمي رامائڻ ۽
مها ڀارت جهڙا وير ڪاويه، سمرتيون ۽ پراڻ، اتهاس ۽
ناٽڪ، شبد ڪوش ۽ ڀاشا وگيان، طب ۽ جوتش، ڌرم
شاستر ۽ ارٿ شاستر ۽ گڻت وديا وغيره تي پستڪ
رچيا ويا. گپتا سمو مگڌ شاهيءَ جي دؤر جيان علم ۽
هنر ۾ ٻرڪ هو. سنسڪرت پڻ انهيءَ سمي اوج تي
رسي، چاڪاڻ ته موريه گهراڻي پراڪرت کي زور ونائڻ
جي ڪوشش ڪئي هئي. اهو سمو آهي جڏهن ڪوي
ڪاليداس جهڙا ناٽڪ نويس، چرڪ ۽ ششرت، وراه ۽
ڪوشليه ساماڻا. اشوڪ کان هرش وردن جي سمي
تائين چتر ڪلا ۽ شلپ ڪلا ۾ به ڪافي ترقي ٿي.
اشوڪ جا ٿنڀا نه هندستان کان ٻاهر به ملن ٿا. ليڪن

اجنتا ۽ ايلورا جي غفائن جو ناماچار جڳہ ۾ ڦهليل آهي. اهو سونو سمو هرش وردن جي AD 647 ۾ ديهانت ٿيڻ سان ختم ٿيو.

AD 650 کان AD 1200 تائين هندستان جي اتهاس ۾ ٻيو دؤر شروع ٿيو جنهنکي راجپوت سمو ٿو چئجي. هن مدي ۾ نہ رڳو هندستان پر دکن ۾ بہ راجپوت قومن جي حڪومت ڦهلجي ٿي اچي. چوهاڻ ۽ راٺوڙ اتر ۾، چولڪيہ ۽ راشٽريہ ڪوٽ دکن ۾ حڪمران هئا. پهرين صدي ۾ ڌاري راجپوتن جي اچڻ سان ملڪي حالتن ۾ ڦيرو اچڻ لڳو. موريہ ۽ گپتا شاهيون ناگرڪ سڀيتا جا مرڪز هيون، جن ۾ وڏن شهرن جي هنر ۽ واپار کي خاص اهميت هئي. ٻوڌي جي ڪال ۾ سوخ ڪانوني هن ديس مان وڏا واپاري ڪافلا دور ديسن ۾ ويندا هئا. راجپوتن جي اچڻ پڄاڻا اهو واپار بند ٿي ويو. البت دکن ۾ واپار بند نہ ٿيو. بلڪ پشچم ۽ پورب سان وڌيو، ۽ ايران عربستان، مصر، روم خواه ملايا، جاوا، سوماترا ۽ چين سان غورابن رستي واپار هلندو رهيو. ٻيو تہ دکن جي راجائن پنهنجي سلطنت وڌائي، ملايا، جاوا، سوماترا بورنيو کي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. ٻي ڳالهہ جا راجپوت دؤر ۾ ٿي سا هئي ٻوڌي خواه ويدڪ مت پنهنجي پنهنجي ويا، ۽ پراچين اندر متڙا ورڻ عيوض شو وشنو شڪتي مت جاري

ٿيا. ڪي قدر اُپنشدن جو بہ اثر رهيو، ڇاڪاڻ تہ
آڳاٽن فلسفن جا ٻڌوستان ٽورن سوٽرن ۾ قلم بند ڪري
آسان ڪيا ويا هئا. هن سمي جي خاص اُوڻائي اها
هئي جو لوڪ ننڍين جاتين ۾ ورهائجي ويا، جي پاڻ
کي هڪ ٻئي کان الڳ سمجهڻ لڳيون. ٻالي مان
سنسڪرت هلندي آئي ۽ پوءِ پوتيءَ جهڙا ڪي ڪوي
ساماڻا، پر اصل ۾ سنسڪرت عيوض پراڪرت ۽ اپ
ڀرنش ۽ وراچڊ ٻي اُسرڻ لڳيون. هي سمو گراوٽ جو
سمو هو جڏهن وڪاس روڪجي ويو، ۽ ماڻهو اڳيرو
وڌڻ عيوض ڪياڙيءَ طرف ڏسڻ لڳا. سچ تہ هندن
۾ 1250 AD پڇاڙيءَ ڪو اوچ گرنٿڪار فلسوف، جوتشي
حساب دان وغيره ٿيو ئي ڪونہ. ڇاڪاڻ تہ جيون جو
سرچشمو ئي سڪي ويو ۽ ماڻهو رڳو آڳاٽن جي ڪارنامن
تي ڪٿيون هڻڻ لڳا ۽ منجهن ذاتي ذهن جو ماسو بہ
نہ رهيو. شڪر آچاريہ ۽ رامانج جهڙا مغزي ماڻهو 1200
کان آڳاٽا آهن. پوءِ رڳو ٽيڪائون لکي ڪينجهر کي
ولوڙيو آهي. لاشڪ هندو دماغ ٽڪجي پيو ۽ گراوٽ
اچڻ لڳي. راجپوتن ملڪ کي ننڍين رياستن ۾ ورهايو
۽ جاگيرداري سرشتو جاري ڪري ڪوٽن ۾ ڪنڊ
لڳائي وينا، جتان خسيس معاملن تي بيسود لڙايون
ڪري بهادري ۽ بي عقليءَ جا حيرت انگيز مثال ڇڏي
ويا. اهوئي سمو هو جڏهن ترڪن هندستان تي ڪاهون

ڪيون. البت هندستان تي اُتر ۽ اولهه کان ڪاهون ته سدائين ٿينديون آيون هيون. ايراني يوناني، ڪشان هوڻ، ستين وغيره پي آيا ۽ وقت پڄاڻا سيئي جذب ٿي ويا. ترڪ به ڪي نوان ڪين هئا. هنن بوذي ڌرم جي ڦهلاءَ لاءِ گهڻي جفاڪشي ڪئي هئي. ليڪن اهي ساڳيا ترشڪ هينئر مذهب بدلائي مسلمان ٿيا هئا، ۽ اسلام هڪ اهڙو مذهب آهي جو بين ۾ جذب ٿيڻ عيوض بين کي جذب ڪرڻ جو حامي آهي.

اها نهايت دلچسپ وارتا آهي ته حضرت محمد جي AD 632 ۾ وفات پڄاڻا اسي ورهين جي مدي اندر 712 AD تائين اسلام ٽڪرو لڪڙو بلغ بخارا کان الجيئر ۽ اسپين تائين ڦهلجي ويو ۽ ايران جي ساساني شهنشاهت جنهن روم سان چوٽون کاڌيون هيون، سا اوچتو اچي پٽ پئي. هتي انهيءَ وستار جي گنجائش ناهي. رڳو ايترو اشارو ڪافي آهي ته راجپوت دور ۾ هندستان ننڍين رياستن ۽ جاگيرن ۾ ورهائجي ويو هو. اهي راجائون سدائين پيا هڪ ٻئي سان ڪڙنسدا هئا. ونن ڪا اهڙي هستي نه هئي جا منجهن ڪا ايڪتا آڻي ۽ ٻاهرين حملن خلاف ديس جو بچاءُ ڪري. ٻيو ته راجپوتي سياسي نظام خواه رهڻي ڪرڻي خود ترڪن جهڙي هئي. سدن لڙاڪ سپاهُ ۽ آڪڙ به اهڙي ئي هئي. رڳو ترڪن ترڪ ڪيو

هو آبگهاتي ويرنا جو ڪوبہ جنهن راجپوتن جا ڪونڌر بيسود کهايا ۽ جوهر ڪرايا. شروعات ۾ ترڪ آيا سي ملڪ ۾ دابو جمائي نہ ويٺا ۽ محمود غزنوي وانگر ڦرلٽ ڪري واپس موٽي ويا. جن خلجي غوري لودي تغلق وغيره سلطانن جيان قبضو ڪيو سي قلعن تائين محدود رهيا ۽ جاگيرون راجپوتن جي ئي هٿ هيٺ رهيون. عوام تي هنن جو ڪو خاص اثر نہ پيو. اهي سلطان خود جاهل هئا ۽ اسلام جي بہ ڪا ڄاڻ نہ هين. شروعات ۾ فاتحن رڳو ناليء ماتر مذهب بدلائڻ سان سڄي رعيت کي بيلهہ ڪري تي ڇڏيو. پتا راجا تتا پرجا جو رواج هو، جنهنڪري شخصي وشواس جو سوال ئي ڪونہ هو. ضياءُ الدين برني ٿو لکي تہ ”سلطانن کي اسلامي شريعت جي ذرو بہ ڄاڻ ناهي ۽ هو اسلامي أصولن مطابق حڪومت هلائي نہ ڄاڻن.“ رعيت ۾ فرق رڳو جزيہ وصول ڪرڻ جو هو، جا اسلامي شريعت موجب انهن کان ورتي ويندي هئي جي ملڪ جي بچاءَ لاء وڙهن. هيءَ هڪ فوجي ڍل هئي جا اڄڪلهہ آرمي بجيٽ ڪٺي ڇچي. ليڪن هن سمي ڪا طاقتور حڪومت نہ هئي، جنهنجو سڪو سڄي ديس ۾ چالو هجي. طاقت جي زور تي هڪڙن پنهنجا پيا حاڪم ٿي ويٺا. ترڪ ڪاهون محمود غزنويءَ سان شروع ٿيون، جنهنجي فوج ناليءِ ماتر ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي هئي

۽ خاص ڪري محلاتن ۽ مندرن مان هيرن جواهرن ۽
سون جا اُٺ ڀرائي غزنيءَ کڻي ويو. پوءِ خود
غزنيءَ تي قدرت جو قهر نازل ٿيو. جو ستر سالن جي
عرصي ۾ حملا آورن غزنيءَ کي ٽي دفعا ساڙي ٻاري
ڇڏيو. محمود غزنوي کانپوءِ جهنڊ جي نينڊ لي غوري
آيا. ليڪن ديس ۾ اهڙا جهنڊ گهڻيئي هئا ۽ سم-
پکتائن جا پڇائيندڙ پرٿويراج پڻ، چاڪاڻ ته ملڪ
ننڍين رياستن ۾ ورهايل هو، جن وٽ نڪا وڏي فوج
هئي نڪي وڏو خزانو. هندي پاڻ ۾ اڻبڻت ۽ ڏاڙهيءَ
پٽ چالو هئي، جڏهن ترڪي دهليءَ ۾ دابو ڪرڻ
جو ويچار ڪيو. ليڪن ترڪ تمام ٿورا هئا. سندن عدد
ايڏو نه هو جو هزارين راجپوت جاگيردارن کي لغام
هيٺ رکي سگهن. انڪري هو فقط ڪن خاص هنڌن
تي قلعا اڏي ويٺا، جي هينئر به ڏيون حالت ۾ موجود
آهن. هندي حڪومت ڳوٺن تائين پهتي ئي ڪانه،
جتي جاٽ ۽ راجپوت زميندارن جو راڄ هو. سلطانن
جي حڪومت جو ڍنگ ۽ قاعدا قانون گهڻي قدر
ايران جي ساسانين جو نقل هئا. ڪي پاڻ به رائج
ڪيائون. باقي خزانو ڀرڻ لاءِ شاهوڪار تي ساليانو
ٻارهن روپيه، وچولي ڪمائي وارن تي ساليانو ڇهه روپيه
۽ پورهيتن تي ساليانو ٽي روپيه جزيه وٺائون. هندن
اڳيان مشڪل معاملو اهو هو ته هيڏي ملڪ تي قبضو

ڪيئن ڪن. علاوالدين خلجي پنهنجي شيدي سالار
ملڪ ڪفور جي مدد سان هن اُپکنڊ جي ايڏي ايراضي
والاري جا خود انگريزن جي جهنڊي هيٺ نه هئي.
ليڪن ان جتاءُ نه ڪيو. جڏهن بابر جي ٻارهن هزار سپاهين
لودي لشڪر کي شڪست ڏئي راڻا سنگا جي سوا
لک فوج کي پڇاڙي ڪيو، ته هن لاءِ ٻه اهوئي مسئلو
هو ته هيڏي ملڪ تي ٿورڙا لڙاڪ دائمي ضابطو ڪيئن
رکن. هندن جي فوجي شڪست جو ڪارڻ ليڊر شپ
۽ انتظام جي اڻاٺ ۽ ورت خارج طريقن کي ڇهڻي
پوڻ سبب هئي. ونن شخصي سورهيائي جهجهي هئي
جهڙا رومانی وستار هو کنهن پڙهيا آهن. پر گڏيل
جوڙجڪ ۽ انتظام نه هئڻ سبب ٿورڙا چست حريف
۽ فوجي فن ۾ ماهر ڌاريا لکين هندواسين کي جيتي
ويا. غوري پرٿوي‌راج کي، بابر ابراهيم لودي کي، ابداليءَ
پيشوا کي. وچ ۾ صديون گذريون ڪو فرق نه پيو ۽
ٿورڙا ڌاريا گهڻن هندواسين تي آسانيءَ سان غالب
پئجي ويا. انهيءَ ذاتي ڪمزوريءَ ۽ اياڻپ جو گهو
ڌيان لهڻو.

بابر چنگيز جي پنجين پيڙهي تيمورلنگ جو پوٽو
هو. چنگيز ۽ هلاڪوُ جن اسلامي ملڪ سارڙي ٻاري
قتلام ڪرايا سي ڪي مسلمان ڪين هئا. هو منگوليا
جي شامي (شرما) پنٿ جا پيرو هئا. هنن ايران عراق

شام ڏورڪيءَ ۾ مسلمانن جا ڪوس ڪرايا ۽ ملڪ ڀڙڀانگ ڪري ڇڏيا. تيمور انهن جي نسل مان هو. هن ٻـ نهايت وڏي پيماني تي ڪوس ڪري آخر ۾ اسلام اختيار ڪيو. سندس مرضي هئي ته ماسڪو فتح پڄاڻا پيڪنگ تي چڙهائي ڪري، جتي اڳيئي چنگيز شاهي قائم ڪيئي ويئي هئي. ليڪن پاڻ نه پڙايس جو گوبي صحرا ۾ منزلون هڻندي مري ويو. تيمور دهليءَ ۾ به ڪوس ڪرايو هو. منگولن هن ديس تي انيڪ بار چڙهايون ڪيون، ايتري قدر جو محمد تغلق هنن جا سر ڪپائي ڏڙ مان برج ٺهرايا ۽ گردن مان ڪنگر. انهيءَ زماني جا ڪوس قهر دنيا جي تاريخ جو ڏهڪائيندڙ ورق آهن، جنتي هن هند اُپٽار ڪري نٿي سگهجي. آخرڪار جڏهن هن ملڪ تي مغلن جو قبضو ٿيو ته اڪبر پنهنجا پير پختا ڪرڻ لاءِ راجپوتن سان سڱابندي دئارا عزازت ڳنڍي. نتيجو اهو نڪتو جو راجپوت قبيلا جي اڪبر جا عزيز هئا سي سندس پاسو ڪٽڻ لڳا. جيڪي راجپوت ميواڙ ۽ مارواڙ وانگر چانڊيا منگسي هئا، تن مان هڪ ڌر مانسنگهه وانگر اڪبر جو ساٿ ڏنو ته ٻي ڌر راڻا پرتاب وانگر وروڌ ڪيو. انهيءَ عزازت سبب راجپوتن گهڻوئي ناڻو ڪمايو ۽ وڏا عهدا ماڻيا. هيئنر به اڪبر کان اورنگزيب جي راج تائين گورنرن ۽ سالارن جي لسٽ ڏسندا ته

ان ۾ راجپوتن جو جهجهو عدد ڏسڻ ۾ ايندو. مغلن جي دؤر ۾ ترڪن ۽ ايرانين جي هڪ ٻئي لئي چڙهت هئي. مغل خود ترڪ هئا، مگر راڄ ڪاروبار لاءِ ايراني ڪارپردازن جي ضرورت هين. ليڪن اهي ٻئي مخالف ڌريون مومن هيون. اڪبر راجپوتن کي حڪومت ۾ شامل ڪري ٽن ڌرين وچ ۾ چڙهت چيڙي پاڻ سرمور بڻجي ويٺو. راجپوتن سان مائٽي ڳنڍڻ جو رواج وجهڻ جي ڪوشش اڳ به ڪئي هئائون مثلا علاؤالدين جي پدمڻي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش سنڌ ۾ پڻ سومرن سگهه نه ڏنس، جنهنڪري دودو مارجي ويو. ليڪن اڪبر دورانديش ۽ فراخدل شاهه هو، جو خاص ڪري راجپوتن سان پڪو پيچ اڙائي ويو، جنهن مغلن جي سلطنت کي سالم ڪيو. پوءِ اورنگزيب سرهنديءَ جي تعصبي تعليم جي اثر هيٺ اچي اهي پيچ ڍلا ڪري ڇڏيا. سمجهائين ته راجپوتن جي سهڪار کانسواءِ حڪومت هلائي سگهندو. ليڪن بنگال ۽ بيجاپور جي مسلم حاڪمن خواهه مرهٽن ۽ سکن سندس ڪمزوريءَ جو فائدو وٺي بلوو ڪيو، جنهنڪري مغل سلطنت جا ان وقت دنيا جي بزرگ سلطنت مان هئي سا ڪري پٽ پئي. ان جا يادگار عاليشان مسجدن ۽ محلن، قلعن ۽ باغن خواهه شعر و شاعريءَ ۾ اڄ تائين موجود آهن. اورنگزيب ۾ ڪيترائي گڻ هئا جي

سندس ڪٽرپڻي ڀڳي ڇڏيا، جنهنڪري چار جنگيون جوڙيندي برباد ڪيائين. نيٺ اهڙي نوبت بڻي جو ستن سمنڊن کان پار آيل فرنگي ملڪ تي قبضو ڪري ويا. انگريزن هندواسين جي ٻل، ڌن ۽ سهڪار سان ئي ملڪ فتح ڪيو. هنن وٽ نڪا هئي پنهنجي نڪو ئي هزارن کان وڌ سولجر. هندواسين ئي هندواسين سان وڙهي ديس ڌارين کي ڏئي ڇڏيو. البت انهي سمپرڪ ڌارا ديس جي بيٺل ڀاڳيءَ ۾ وڏڪرو آيو. اڳه مسلم تهذيب سماج جي ولوڙو وجهي و چين زماني جي هندستان کي دنيا اندر ٻرڪ بڻايو ۽ ونجوگ وروڌ جي باوجود سهڪار ۽ ڏنين سنسڪرتي جو ٻج ڇٽيو هو. پوءِ انگريزن جي ڏور جا وستار وڇوڙا آهن، جي ٻيهورتن ۽ پرگتي جو باعث بڻيا آهن. سنڌ ۾ ويجهڙ ڀاڳيءَ وگيان ۾ واڌاري ۽ ٽيڪنالاجي ڌارا هيو ۽ ڪيتيءَ ۾ جيڪا ترقي ٿي آهي، تنهن اسان کي آسريل ملڪن جي ويجهو آندو آهي. هن ٻڳ جيڪي انوکا چمتڪار پسايا آهن تنجو ڪجهه لاڀ اسانکي ٻه مليو هيو ۽ جيڪڏهن ڪليءَ دل سان ورتمان گيان وگيان جو ستڪار ڪري ملڪ اڳ ٻيڙا سين ته گهڻي مدت جي ڏولاون ڀاڳتا اسانجو آئينده ٻڻ روشن ٿيڻ لڳندو. ان لاءِ خاص قسم جي ذهنيت ۽ سڀ کان وڌ چرتر جي ضرورت آهي، جنهن تي ڌيان ڏيڻ جڳائي.

# نالي ۾ ڇاهي؟

مان پنهنجي نالي مان ناراض آهيان، جنهن ڪري
هي اوڙڪو ٿو اوريان. البت انجي معنيٰ ناهي ته آءٌ
ڪو پاڻ مان خوش آهيان. مگر وجداني اڻ ٻڌت
گنڀير معاملو آهي، جنهنجي حال في الحال اُپٽار نٿو
ڪريان. هند ڪا نالا راسين انوسار ٿيندا آهن. منهنجي
راس ڪنيا آهي مگر ٽوپڻ مهراج ترازيءَ جا پڙ پورا
جهلڻ لاءِ ٧ سپٽمبر کي تل سمجهي مون تي ٽيرٿ نالو
رکيو. تلسي تولو، رام رميش به رکي سگهي ها. مگر
من ۾ ڪو هردوار ۽ بدري نارائڻ ورسو ڪيس، جو اهو
نالو رکيائين. ٽيرٿ جي معنيٰ آهي جو ٻين کي تاري.
لاشڪ اها نهايت سنگين ذميواري آهي، جنهنجي مون
۾ توفيق ناهي. انڪري ارمان سان چوڻو ٿو پوي ته
آءٌ جنم کان ڏوهاري آهيان، جو ٻين کي تارڻ ته بجاءِ
خود، پر پاڻ کي ٻڏڻ کان مشڪل بچائي سگهيو آهيان.

اتفاق سان منهنجي ناني جي ڀاءُ جو نالو ٽيرٿ هو.
مون اهو ملوڪ ڏٺو ته ڪين هو، پر هن کي هند ڪار
نه آئڙيو، سو ڪلمو پڙهي مومن بڻيو. منهنجي ناناڻن کي
وڻيو وهم ته مبادا آءٌ به دين جي گهوڙي تي چڙهي

شيخ ٿيان، سو مونکي تيرٿ ڇوڙڻ کان ناهري واريائون. مان پنهنجي ماءُ مان ٽيون بار هوس. هڪ پٽ هڪ ڌيءَ اڳيئي گذر ڪري ويا هيس، جنهنڪري ناناڻن مونتي نالو رکيو مونو. سمجهائون ته اما جو سرڳواسي پٽ ڀمو ڀيهر هن نرڳه ديس ۾ موٽي آيو آهي. ٿوروئي پوءِ اما به پڳه پلاڻيا. مونکي سندس روپ ريکا جي سانير ناهي، انهيءَ آپدا منهنجي ڏاڏاڻن ۽ ناناڻن کي مڏي - ڀاڪي ٻڌائي ڇڏيو. ڇڄي ڪٽي تيرٿ جي مونوءَ سان اهڙي جنگ ڇڙي، جو نديڀڻ ۾ ٿي اباڻي اجهي سان الوداع ڪرڻي پئي. تهانپوءِ مونوءَ وري مائٽن وٽ موٽ نه ڪاڏي.

هن ديس ۾ اهڙو ڪو پرانت ٿي ڪونهي، جنهن ۾ ڪي تيرٿ نه هجن. هندن جو اهو لوڪ پريه شبد آهي مگر مونکي ٿو آتري "ٿ" ڪو سريلو آواز ناهي. ويتر ڪو پنجابي يا پوربيو "تيرَٿ" چوي، ته ڪن خراشجو وڃي. اسين "ر" وهائي ويندا آهيون. مونکي سرل سريلا نالا وڻندا آهن. اڳي خواه مخواه معتبر بڻجڻ لاءِ نالن کي ڏکيو ڪندا هئا. داس ۽ مل، راءِ ۽ چند، رام ۽ سنگهه جو رواج عام هو. ڪي انکي به ڇڪي ڏکيو ڪندا هئا. مثلا ڏنو - ڏلراج - ڏنراجمل. انهن ۾ پڇ وڌو، پير ننڍو آهي، هيئنر وري پڇ ڪپي ننڍو ڪرڻ جو فيشن آهي، مثلا هيمراج = هيم،

ڪرپالاڻي = ڪرپ. هن لوڪشاهيءَ جي زماني ۾ وڏو ماڻهپائي سراسر سردردي آهي، جنهنڪري ڪو به ٻوٽ ڏکهو ڪري بزرگ بڻجڻ نٿو چاهي. انديرا کي ڪي ڪو انديرا ٻائي چوي ته منيان لڳندس. سروجني نئدو جواهرلال جهڙن جي ڪن مهت ڪرڻ ۾ ويرم ڪين ڪندي هئي، پر آخرين دم تائين هئي سروجني. ساڳيءَ ريت رويندر ناٿ به رڳو روي ٻابو هو. ننڍڙا ٿالا چست ڦڙت ٿا رکن ۽ پيريءَ ۾ جوانيءَ جو اُمنگ ٿا آڻين، جا شخص خواهه قوم لاءِ سٺي ڳالهه آهي. لنبا ٿالا لنبي آيوُ جو اهڃاڻ ٿا ڏين ۽ ماڻهو ٻانڻ کي ڏاڪو ورهيه بزرگ پيو سمجهي. تنهن هوندي به ڪن ڪي ٽيڪو ۽ وڏ ماڻهپائي وٺي ٿي، جنهنڪري انهن کي ڇهتي پيا آهن.

ڪنهن سمي وَڏ ماڻهپائي خاص وِڏ ٿــ هئي ۽ ڪُٽ خلق جي ماڪڙ سان ملڻ ۾ لاپ نه هو. اڄڪلهه وڌن هٿ ڪرڻ لاءِ مَهتو سَهتو به ڇُهڙي چَمار سان عزارت گينڊڻ ۾ پلائي ٿو سمجهي. اڳ جات پات جي نشاني پڳ کي خاص وت ڏيڻ، يا نرڙ تي خاص تلڪ لڳائڻ يا مٿو ڪوڙائي چوٽو رکائڻ، يا خاص قسم جو ڪڙلو پائڻ وغيره سمجهندا هئا. سنڌ ۾ جن ميرن جي ملازمت ڪئي، تن ٻروچڪو لباس پاتو. سنڌ ن پڳ ۽ ڏاڙهي، شلوار ۽ ٽوپ مان پٽو نه پوڏو ۽ هندو آهن

ڪي مومن. انهيءَ عامل ۽ پائيبد وچم و ڀڃو آندو، جو هيئنر ولايتي فيشن جي نقل سبب غايب ٿيندو نو وڃي.

اڳ اهائي نانگهه هوندي هين ته ٻه ٽنگي جانور کي آبرودار ۽ روب دار ڪيئن بڻائجي. اُستادن سوچيو وڏي مڇ، وڏي ڏاڙهي، وڏي پڳ، وڏو چوغو ماڻهوءَ کي معتبر بڻائيندا ۽ عوام کي هيسائي نياز نوڙڻ لاِءِ مجبور ڪندا. تو هين ترڪيءَ جي پاشائن جون مڇون ڏسو جي سندن ڳاڙهي ڳڀي ٽوپيءَ جي طري جيڏيون لمبيون آهن. يانءَ ته ٽيسٽيهر جو پڇ ڪپي ڪٺي چپ تي لڳايو اٿن يا ڳانگٽ ڪٺي چمبڙايو اٿن. هتيجي سورج مل هولڪر ته اناس جا چڪر آئي ڳڻن تي لڳايا. انهيءَ سٽيءَ سمي شهپر جو مان هو، جنهن اڳيان هاٿوڪو ٽمٽ برش اسٽائيل ڪولڙو ٿو لڳي. باقي سونهاريءَ جي کهڙي ڳالهه ڪجي! ڪي ڇيچ وانگر ڇاتيءَ تي ڇانئجي وينديون هيون ته ڪي گدري جي وَل جيان ٽري سڙي ڏن تي لڳنديون هيون. ڪي ملوڪ انهيءَ ڏاس جون نوڙيون وٽي ڪنن تي ورائي ڇڏيندا هئا، ته ڪي ڳڻي تي لمبي ڇڏيندا هئا، سندن مٿي تي مُڇ جا ٻه ڪي انبار هئا. ڪي ان ڪي ڏڏ ميٽ سان وهنجاريءَ تيل قليل لڳائيندا هئا. تنهن هولدي ٻه جوئون چڪ پائي پيون ڪڙاهيندڀون هين

۽ مغز گرم تيئڻ سبب گنجي ٿيندو هون. ليڪن ڏاڙهي ۽ پڳ معتبريءَ جي نشاني، جنهنڪري ڪادي پوشن جيان اها قيمت ادا ڪرڻ کان ڪين ڪيٻائيندا هئا. سند ۾ چوڙيدار پاجامو مڙد تہ ڇا زالون بہ ڪين پائينديون هيون. اهو گلا بند ڪوٽ ۽ چوڙيدار مغلن جي درٻارين جي لٻاس آهي، ڇا انگريز جي زمانہ ۾ بنلو ۽ خانسامان پائيندا هئا. سند ۾ جهول شلوار، موڪري پهراڻ ۽ وڏي پڳ جو رواج هو. آڳاٽن ميرن پيرن، گرن مرشدن جون شڪليون ڏسو تہ اکين ۽ نڪ ڪانسواءِ باقي مهاندو پڳ ۽ ڏاڙهي هيٺ دفن ٿي ويو اٿن. جيتري ڏاڙهي ۽ پڳ وڏي اوترو مرشد جو مرتبو اُچو - گرچ ۾ ”اچي پڳ ۾ پس - اندر مڙئي اگڙيون“ مثل اهڙي دپيل ۽ پوسانيل دماغ ۾ ڪي عقل جا انبار ڪين هوندا آهن. ليڪن حمال ۽ بقال، چهڙو ۽ چمار بہ وڏي ڏاڙهي رکي ۽ پڳ ٻڌي سگهي ٿو. ان ڪري حريفن لقب القاب جي ضرورت محسوس ڪئي.

جنهنڪري مهراج ڏيراج، حضرت معلىٰ القاب ايجاد ڪيائون. انهن هرڪو چيز معتبريءَ جون ڪي منزلون آسانيءَ سان پار ڪري ويو. جن کي سرڪاري طرفان راءِ صاحب ۽ خان صاحب جي لقب ڪين مليل هئا، سي، ديوان ۽ سيٺ سڏجڻ ۾ آيا - گرچ هرڪو ديوان

ڪو وزير ڪونہ هو، نڪي هر ڪو سيٺ سريشٽ. اهي سائينءَ (سوامي) وانگر فضيلت جي علامت بڻجي پيا. ماڻهو ڪهڙو ليلهرءُ بزدل هوندو تہ شير سنگھ سڏجڻ سان ڇاتي ٻيڻي ٿي پوندس. گوبند سنگھ انهيءَ منووگيان جو لاڀ وٺي جهرڪيءَ کي باز سان لڙائڻ جو ساهس ڪيو. انهيءَ وقت وڏڙو ماڻهن جي ضرورت هئي، جا بدليل حالتن هيٺ سردرديءَ جو باعث بڻجي سگهي ٿي، مون اها ڳالھ چٽيءَ ريت محسوس ڪئي آهي، جنهنڪري اَباڻي نڪ ”سوڍي ٻوٽو“ کي تلانجلي ڏئي ڇڏي اٿم. هونئن بہ سوڍا ڪان لمليت وڌ لذيذ آهي. هينئر بہ ڪو ٻار کي ڪوڪا ڪولا پيارائي تہ پوءِ مونکي بہ ”Thums up“ سڏائڻ کان عار ڪونهي.

ماڻهو تہ مڙئي ماڻهو آهن، مگر ورلو ڪو ماڻهو بڻجڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هڪڙو تہ ماڻهو بڻجڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ٻيو تہ سڀني سان يڪسان ٿيڻ ۾ ڪو لاڀ ڪونهي. سوارٿ هر ڪنهن ۾ نرالپ لاءِ هرڪائي ٿو. اڳہ انهيءَ نرالپ کي نروار ڪرڻ لاءِ نرڙ تي ٽلڪ لڳائيندا يا پڳہ کي خاص وٽ ڏيندا هئا. هن سمي ولايتي فئشن سبب اهي رواج گهٽبا ٿا وڃن. سنڌين ۾ ورلو ڪو ورما شرما، گپتا ڪائسٿ ليکندو. اسان مان گهڻن کي ڄاڻ ناهي تہ ڪتري آهي ڪي شودر، ڇاڪاڻ

۽ ”آٽي“ ڪنهن ڏتڙيل ابي جي علامت آهي، جو محنت ڪري ٻين کان ٻه ڏاڪا مٿي چڙهيو، باقي هندستان ۾ گوري ۽ ڪاري رنگ جي ايامن کان ملاوت ٿي ٿي آهي، جنهنڪري آريه خواه دراوڙ، حبشي خواه مگول هر ڪنهن آکهه ۾ ملي خمير ٿي ويا آهن. ماڻهوءَ جي جنس ساڳي آهي، جنهنڪري ٻڪها ۽ بندرا، اڇا ۽ ڪارا، ٿلها ۽ سنها هڪ ٻئي سان شادي ذريعي ٻار ڄڻي سگهن ٿا. تنهن هوندي به انهيءَ فطري هڪجهڙائيءَ کي اپٽي کي ٻاڻ کي پوڳڙي چوائن ۽ کي خوميائي، کي آهن ڪرٽيگور ته کي آهن ڪامورا. اهڙي ريت ڪو هو پرپائي ته ڪو هو لاڙڪاڻائي هتي ڪو الهاسي ۽ ڪنڊلاٽي ڪونه ٻڌو اٿون. مون ٻڌو آهي اجمير وسايو ته ٿيس اجميري. پوءِ انهيءَ بدنيت شهر مان نمڙ سوئي آيس دهليءَ ۽ دهلوي چوائڻ سان ئي ماڻهو دهلجو وڃي. مطلب هرڪا اهڙي ڇيڙي ماڻهوءَ جي ڪرت ڪار يا ڳام ڏام جو نشان ٿي ڏي ۽ ان مطابق ماڻهو به ڦٽيو يا سسيو وڃي.

جن ملڪن ۾ مذهب جو غلبو آهي، اتي نالي مان ماڻهوءَ جي عقيدي جو اهڃاڻ پوي ٿو. جپاني ۽ چيني وهنواري ورتي جا آهن، جنهنڪري نالي مان پتو نه پوندو ته ڪرستان آهي کي ڪانيوشي، ٻُڌي آهي کي شِنتو. مگر هن ڪنرپٽي ديس ۾ رام رحيم جو

ويچار پل ساڳيو هجي، پر انهن لالن وارا ماڻهو ساڳيا
ڪين آهن، ڪو به هندو مولا بخش نالي، نڪي ڪو به
مومن مولچند. ڪي گڏيل نالا آهن جهڙو ڪ گروبخش
۽ فتحچند. ڪراموبل جي زماني ۾ انگريز بائبل جي
سچي آيت نالو ڪري ڪم آڻيندا هئا. اهو اهڙو آهي
جهڙو "بسم الله رحمان الرحيم - الحمد ال الله رب لعا
لمين" يا گايتري جو منتر "اوم ڀو ڀوَ ر..." يا جپ صاحب
جي پوڙي "دکهه ڀڃي سو هريجن پياري" وغيره ڪي
هڪڙو ئي نالو ڪري ڪم آڻجي. هنيجا هاڻوڪا
ماڻهو آڳاٽن انگريزن کان گهڻ تعصبي ناهن. ڪنهن
به مجلس ۾ مهانڊي ۽ لباس مان مذهب جي پوڇي
پڌري ڏسڻ ۾ ايندي ۽ ماڻهو خود پڌ انهيءَ جي
داب هيٺ دبيل ڏسبو ويترو جي "استاد بسم الله خان"
يا "شري اوم ست آنند" جي سونهن مستڪ تي
لڳايائين ته سندس دين ڌرم جي ڏيپ پريان ئي ساوڌان
ڪندي ۽ پل هو بيو ڪي به هجي، پر سچو سڙو
ماڻهو نه هرگز ڪين آهي. شڪر جو هن بي دين
زماني ۾ اهي آرڏايون ڪي قدر گهٽبيون ٿيون ويون
۽ سگهجي ماڻهو سڏائجڻ ۾ ماڻهن کي عار نه ٿو ٿئي.

ڪن نالن مان ماڻهن جي ذهنيت جو پتو پولد و
آهي. خاص ڪري تخلص انهيءَ مراد سان رکيا ويندا
آهن. مثلا مون ياڻ تي "وسنت" جي چيڙي لڳائي،

جا منهنجي ذهنيت جي غائبزگي تي ڪري. هڪ دفعي الهيءَ وشيه تي ڇگو خاصو مضمون ٻه لکيم. مان پاڻ تي "اُشا" يا "آشا"، "بهار" يا "جوين" يا ڪو ٻه موزون نالو رکي سگهان ها. مگر تڙ ڏاڏي وسندراءِ سان هڪجهڙائيءَ سبب منهنجو ٻنو مطلب سِڌ ٿيو. اهڙي ريت پيا پاڻ کي عزيز خويش يا حقير فقير ٻيا سڏائن. واقعي تخلص جي تاريخ ٻه نهايت دلچسپ ٿئي ٿي. جيڪڏهن ڪو سڌڙيو تحقيقات ڪري ته فاني جاني، شاد ناشاد، حاسد حقير، خادم خاڪسار، نرمل ڪومل، پاڳل پاجي وغيره جي ڇيڙي ڇو تا لڳائن ته شايد نهايت مزيدار مثالو ٻڌڻي پوي. مان ايران ۾ هوس ته "وسنت" عيوض "حسن" ۽ پوءِ پڇ لڳائڻ سان ٿي پيس "حسن آغا". مونکي خيال ۾ نه هو ته قربان جي ڪٽ سبب آءٌ ڏاڙئي مان پنهنجو ٻڌڻي پوندس. ائين مونکي ايراني پائر پيئر، يار دوست مِلي ويا جي هيئنڙ ٻه وساريا نه وسرن. ان عيوض سنڌين وسنت کي وسنا ۽ وسڻ ٻڌايو ته مان ڦري ٿيس "بسنت." هاڻي ڊپ اٿم ته بيسڻ ڪري نه ڇڏن. جي انهيءَ بيسڻ مان ڪو ميسو پاڪ نهيو ته لائو ڪونهي. اها ٻه هڪ قسم جي عنايت پرڌري ڇئبي. مائر ڪين پيار وچان ڇگو ڇاڱو، ڪوتو نوتو جهڙا عجيب نالا رکنديون آهن. جي ڪو ڏن دولت يا رتبي ۾ ترقي

ڪري ته اهڙن نالن مان هرج به رسي سگهي ٿو. مثلا منهنجي هڪ دوست جو نالو هو موٽو ته نوڪريءَ ۾ ترقي پڇاڙيءَ تي پيو موتي لال. اهڙي ريت اباڻي غلطي درست ڪرڻ لاءِ عقل منديءَ جو ثبوت پيش ڪيائين. تنهن هوندي به مٺو پوندو ته هڪوار ڪو ڪوتارام ڏنڊي ۾ چوٽ چڙهي ته جوڏارام سڏائڻ سان ڪو لاڀ نه پوندس، ڇاڪاڻ ته آڳاٽي ڪهاوت انوسار ”نانءُ چڙهيو چور ڦاهيءَ چڙهي؛ نانءُ چڙهيو واپاري ڪٽيو ڪاني.“

ڪي شخص ته سدائين گمنام رهڻ چاهيندا آهن. ليڪن گمنام خود هڪ قسم جو نانءُ آهي، جنهن ڪري گمنام ۾ گم ٿيڻ عيوض پاڻ وڌ آشڪار ٿي پوندا آهن. مثلا رشي ديارام پاڻ تي نالو رکيو بڙي. تو هين جاڻو ٿا ته بڙيءَ ۾ وڏي سگهه آهي - ڪنهن به انگ جي اڳيان پوڻ سان اچرج ۾ وجهو ڇڏي. شايد اهوئي ڪارڻ هو جو اينڊرا گرانٽ رچيائين جو سندس تيج ويو بيج جي چندرما جيان وڌندو. اهڙي نموني بي نامي خود ناموريءَ جو باعث بڻجي سگهي ٿي. باقي رهيا ”عرف“ جي راهو ڪيتوءَ جي گرهه جيان اصل کي ڍڪي ڇڏڻ ۾ ڪي قدم ڪامياب ٿيندا آهن.

ڪي گرنگ ڏوهاري جمار ۾ انيڪ بار نالا بدلائيندا آهن. اهو اهڙو آهي جهڙو چور پنهنجي پيرن جا نشان

ڏکي ڇڏي. ليکن هوندي به غور ڪبو ته هرڪو
ماڻهو انيڪ "عُرف" ٿي ڏسڻ ۾ ايندو، ڇاڪاڻ ته
حالتن جي ڦرڻ سان هلت چلت ۽ ويچار وهنوار ۾ ڦيرو
اچيٿو ۽ ورلو ڪو ماڻهو جم کان موت تائين ٻڄو ٻيسو
رهجي وڃيٿو، جنهن ماڻهوءَ جي قد ٻت ۾ واڌ ٿئي ٿي،
تنهن مان نشان ۾ اضافو پڻ سڀاويڪ آهي. مگر
هاڻوڪي فشن اسي ورهين جي گهنشيام ۽ سدس
انن ورهين جي هم نام وچ ۾ سڄو ميٽي ٿي ڇڏي.
اهو به هاڻوڪي ڳڻ راڄ جو ڳڻ ٿي ليکبو، جو ديهاداستي
اَسان کي سَمان بنائڻ جو دلبو ڏئي. ٻهر حال نالو
وڏي وٿ آهي جو نه رکو حيالي ۾ ٻاڻ سان ڇپڪي
ڏو ٻوي، ۾ موس ٻڇاٽا نه ٻڇر نه ٿو ڇڏي.

# دِلي

دِلي آهي ديس جي دل! اچو ته انجي ڌَڪ ڌَڪ ڪن لائي ٻڌون ته ڇا ٿي ٻولي.

هڪ اَرَب ورهيه اڳ پرٿويءَ جي هردي ۾ آئي اهڙي آنڌ مانڌ، جو سهڪي سهڪي گرِيٽيءَ جيان اُڪارا ڏئي اوليانين سمنڊ، جو ڌرتي ڳهي ويو. پوءِ چاليهه ڪروڙ ورهيه سانڌهه اراوليءَ جي پاسرين ۾ سمنڊ پئي ڇوليون هڻيون. نيٺ لُڙهي لُڙهي سمنڊ ويو سُڪي، ته تَر ۾ هڪ هزار فٽ ڪَتَ ڇڏي ويو. وري ڏهاڪو ڪروڙ ورهيه پوءِ ڌرتي ماتا کي ٿيا سُوَر ۽ ڄائو هماليه، جو پوڙهي اراوليءَ جي پيٽ ۾ ٻچڙ آهي. دِليءَ جو آستان اراوليءَ جي چرڻ وٽ آهي ۽ اٽڪل سؤ ميل اُتر ۾ اَٿس هماليه، جنهنجا ڪيلاش ۽ ڪَنچنجنگا، ايورسٽ ۽ ڌولاگري جڳ پرسڌ آهن. اسانجي پراچين ديسواسين آتم نريڪشڻ لاءِ اُتي تيرٿ آستان اَڏيا. ڌرم اَرٿ ڪام موڪش تي اُتم گرنٿ رچيا ۽ جيون رهسيه تي گمڀير گيان گوشٽ ڏتارا اسان لاءِ امولڪ آتم گيان جو گنج ڇڏي ويا. ايامن کان هن ديس تي هماليه جي آسيس رهي آهي بلڪ پرجا جي

آجيوڪا جو آڌار ٿي انهن ندين تي آهي، جي جبلن جي لٽ ۽ جل آئي ڪيٽ هريا ڀريا ڪن ٿيون.

هماليه آهي شنڪر ڀڳوان جي وچتر ليلائن جو منچ، جنهنڪري جڏهن اُتي گرجي گرجي ميگهه برسائي، وِجون چمڪائي، برف ۽ ڳڙن جون آنڌيون آڻي، ته ڪن ڪلاڪن اندر دليءَ جي هوا سرد ٿيو وڃي ۽ اسان جا بت بهار ٿيو پون. اهي اُوچا اُوچا پربت ۽ پوتر آستان، ڌرماتمائن جون سمرتيون ۽ سرشٽ پوشن جي ايلاشائون ڀڳا ڀڳ اسان کي پرياوت ۽ اُتيجت ڪنديون رهيون آهن. هماليه آهي راکو اسانجي ديس جو، اسانجي ڌرم ستا ۽ آتم بل جو، ۽ اهو پوُڄ پتامهه پنهن جي پياري نندڙي ڪنيا دليءَ تي سدائين مهربان آهي ... چوندا آهن ويچار انهيءَ جڳهه تي چهٽي ٿو پوي، جتي ويچاروان اتر ڌيان تي سوچ ويچار ڪري ٿو، انهيءَ حساب هماليه هن ملڪ جو مغز ليکبو، جتي صدين کان اسان جا رشي منِي، گياني ڌياني گهلجي ويا آهن، ۽ دلي آهي دل، جتي هن وشال ديس جي ڌڙڪ ڌڙڪ چٽي پئي بدجي. هاڻوڪي دليءَ جي هينان اُرڙهن سؤ فٽ ڪدڪي، چپون ڀِڪون، چيڪي مٽي ۽ ريتي رءُ ۽ لٽ آهي. خاص ڪري مٿ جا هڪ سؤ فٽ مٽي جمنا مٽيا ڪٺي آئي آهي، تہ اسين ٿل قول، سبزيون ۽ اَناج پوکي پاڻ کي رُشت

پشت ڪريون. سوچيو ته قدرت اسان لاءِ ڪيڏو پورهيو ٿي ڪري جو انهن تهن لهڻ جو عرصو هڪ ڏينهن برابر ليکجي، ته اندر پرست جي استاين ٽيڻ ڪان اچ تائين مدو ڪل هڪ سيڪنڊ جي ۴/٦۰ حصي جيترو ٿيندو.

دهليءَ جو دلچسپ اِتهاس آڳاٽن آرية لوڪن سان شروع ٿئو ٿئي، جي اُتر ڪُرد ديس مان لڏي، هن هند دابو ڪري وينا. مهاڀارت ۾ اُتر ڪُرد ديس جي سورڄ پوم جي رهتيءَ لاءِ ”ڪُسوم ڪنچن“ شبد ڪم آندو اٿن. ميگسٿينيز جو چوڻ آهي ته اها سوني مٽي بڪٽريا (بلخ بخارا) وڪامڻ وينديي هئي. هيرو دوسٽس ان کي ماڪوڙين جي مٽي (Ant gold) ٿو چوي، جانڪ ڪهاڻين ۾ اُتر ڪُرد هماچل جي اُتر ۾ ڏيکاريل آهي، جنهنکي هيٺر سِنڪيانگ جي تارم ماٿري ٿو چئجي. رِگ ويد جا وستار پڻ سائبيريا جي انهيءَ ڏاکڻي پاسي سان مشابهت ٿا رکن، جنکي لوڪمانيه تلڪ پڻ ۾ اُتر سائبيريا سمجهي (Alctie home of the Aryans) جاڻايو آهي. اٿريه برهمڻ جا جاتڪ ڪتابن ۾ اُتر ڪُرد هماليه جي اُتر ۾ ئي ڏيکاريل آهي.

پالي گرنٿن الوسار اهو ڪيتيءَ جو ملڪ هو، جني ڪشو بکيا پڻ ويندا هئا- بلڪ ونايڪ پسنڪ ۾ جاڻايل آهي ته گوتم بدّ انتيم ۾ ڪانو ڪاڏو. جين ساهتيه ۾ اُتر

ڪُرد سَتوداندي جي ڪناري تي ڏيکاريل آهي، جنهنکي چوٿون ڪري "سِيتوءُ" (سيتا) چوندا آهن. اِها يارڪند واري نهر ميروءَ پربت مان نڪري تارم نديءَ ۾ چور ڪري ٿي. اُتي هن وقت رڳو اَرل سمنڊ وڃي بچيو آهي. متسيہ پراڻ ۾ وشنوءَ جو جنم آستان انهيءَ آڪاڻي ڪاري سمنڊ جي هڪ بيٽ ۾ ڏيکاريل آهي، جنهنڪري چترڪار وشنوءَ کي سمنڊ وچ شيش ناگ تي ليٽيل ڏيکاريندا آهن. سنڌين جو اُڏيرو بہ انهيءَ جو نقل آهي. سمي پڇاڻا وشنوءَ ورڻ ديوتا جي جڳهہ والاري ۽ نارايڻ (سورج واسي) سڏجڻ ۾ آيو. اسانجي پراڻن ۾ اهڙيون ڪلابازيون اڪيچار آهن، جن مطابق آڳاٽا وير پرش ويدڪ ديوتائون ۽ اوتار بڻجي پيا آهن. اهو ايامن جي اجاڻ ۽ ڀرم جو اهڃاڻ آهي. ڀؤ گول وديا انوسار آڳاٽو گوبي صحرا وارو سمنڊ اُتر ڪُرد جي اُتر ۾ هو ۽ وشنوءَ جي جنم واري بيٽاريءَ يا قوت ليندا هئا. هندو، جين ۽ بڌ گرنٿن ۾ اُتر ڪُرد جي ملائم هوا سبب ان کي سؤرگ ڀوم سڏيو اٿن. مهاڀارت جي سمي آريہ لوڪن جو انهيءَ اباڻي ديس سان گهاٽو سٻنڌ هو، جنهنڪري جاڻايل آهي تہ اُتر ڪُرد جي لوڪن ويڙهہ ۾ ارجن اڳيان آڻ مڃي. جڏهن مغلن ڪڏهن بدخشان نہ وساريو، بلڪ اورنگزيب جڏهن ملتان جو گورنر هو، تڏهن بولان طرفان چڙهائي ڪري وري اهو اباڻو وطن فتح

ڪيو، نٿين آڳاٽن آريه ڀڻ پنهنجو اباڻو ديس نه وساريو. مهاڀارت ۾ ڄاڻايل آهي ته انت ۾ راڄ ڀاڳ تياڳي پانڊو موٽي اباڻي وطن وريا ته يڌشٽر ڪانسواءِ باقي ڀيا هماليه جي برفن ۾ دٻجي ويا، پوءِ يڌشٽر ڪتي (ڌرم) کي سونهون ڪري (يعني حياتيءَ تان آهو پلي) سؤرگ ڀوم (پرلوڪ) ۾ پهتو، ته اُتي به مري ويل درڀوڌن کي ڏسي وياڪل ٿيو. مطلب ته ان وقت اُتر ڪرو جي ڪلپيڪ سوڳڌام ۾ به دراچار هو، جنهنڪري واپس ورڻ جو پڻ ڀڃايائين. باقي سندس سچو پڇو ڪتو ڪويم راڄ جو بدايل روپ نه هو. پر سنگهڻ جي تيز شڪتيءَ وارو وفادار جابلو ڪتو، جنهن يڌشٽر کي هماچل جي پار سؤرگ ڌام ۾ پهچايو.

انهيءَ سنگيپ ڀڃاڻا اڇون ٿا سپاهي هند تي جتي ڪرو کيتر جي يڌ ڀڃاڻا پانڊون پنهنجي راڄڌاني استاپت ڪري ان لئي نالو رکيو "اندر پرست." ايها جمنا نديءَ جي اولهه طرف پراڻي قلعي واري ايراضي آهي، جنان هزار ورهيه عيسوي سن کان اڳ وارا ٺڪر جا برتن لڌا آهن، جي ڪوسمبي ڪمپالا هستناپور جي ٿانون جهڙا ٿا لڳن. اُتي مايا ۽ دانو نالي مشهور معمارن پانڊون لاءِ باغ ۽ محلات ٺاهيا. اسانکي ڄاڻ نه آهي ته پانڊون جي راڄ جون کهڙيون حدون هيون ۽ ان ڀڃاڻا پرڀيت جي کيتري هلندي ڀڃندي هئي.

يادون ڪي اڻ آريـ جراسند متّرا مـان پڄائي ڪڍيو. هند سؤراشٽر طرف دوارڪا وڃي وسائي. انمان پڌرو آهي تـ پانڊون جي رياست جي پکيڙ ڪا وڏي نـ هئي. ليڪن ڪرو کيتر جـي ١٤٥٠ بي - سي واري سنگرام ۽ اندرپوست جي اڏجڻ پڄاڻا يارهن سؤ ورهين جو اتهاس اڻلڀ آهي. ان پڄاڻا نندا گهراڻي ٣٢ - ٣٤٥ بي - سي ۽ مـوريہ گهراڻي ١٨٥ - ٣٢٣ بي - سي جـو ذڪر ٿو اچي. ليڪن اهي مگڌ جا راجائون هئا. دليءَ ۾ اشوڪ پهاڙ تي سمراٽ اشوڪ جو اَستنڀ آهي. اهو هند شاهي سڙڪ تي هو، جا پشاور تائين هئي ۽ اڄ تائين قائم آهي. انهيءَ سمي هندوستان کـي "جنبؤ دئيپ" چوندا هئا. انڪري ٿنڀي تـي اُڪريل آهي "ڌرم لاءِ جاڪوڙ سبب جنبو دئيپ جا رهاڪو ديوتائن جي ويجهو آيا آهن. اُئين ڪندا اچن تہ آنند پراپت ڪندا" اشوڪ پڄاڻا نڪي بڌ ڌرم جٽاءُ ڪيو، نڪي سندس سامراج ئي سلامـت رهيو. ان پڄاڻـا شنگ ١٠٠ - ١٨٥ بي - سي آيا، اهي براهمڻ هئا، جن بڌ ڌرم سان ڀائي ڪيئن. انهي سمي سموري ديس تي ڪنهنجو بہ راج ڪين هـو. ان پڄاڻا جيڪي چندرگپت ۽ وڪرماديتيہ سمندر ۽ ڪنشڪ جهڙا سمراٽ ٿيا، ان جي نگاهہ دليءَ تي ڪانہ پئي.

دليءَ تي اهڙو دلڪش نالو ڪيئن پيو؟ چون ٿا

سڪندر کان اٽڪل هڪ سؤ ورهيه اڳ قنوج جو هڪ راجا دلو تي گذريو آهي، جنهن هاٽو ڪي شهر کان ٻارهن ڪلوميٽر پري قطب منار طرف شهر ٻڌايو، جنهن تي نالو پنهنجي ويو دلي. ٻين جو رايو آهي ته اها زمين نرم هئڻ ڪري فوجي ڇانوڻين جي ٿنڀن جا ڪلا کپي نه سگهندا هئا، جنهن ڪري آڳاٽن ليکڪن هريا نيڪا جي الهيءَ ٻستر کي ڍليڪا يا ڍلي سڏيو آهي. ليڪن ديهاتي هنديءَ ۾ دليءَ جو اَرٿُ آهي چانئٺ، جتي اِرادليءَ جون ڏونگريون ڇيهه کن ٿيون ۽ جمنا جي ماٿري شروع ٿئي ٿي، جا نديءَ جي لٽ سبب نهايت زرخيز آهي. بهر حال هن وقت دلوءَ جي نگريءَ جو ڪو نشان ڪونهي - بلڪ ان هنڌ يڪش جي مورتي لڌي اٿن، جا شايد ٢٠٠ بي - سي جي آهي. ٻيو نه اُتي هڪ لوهي ٿنڀو آهي، جنهنجي مٿان لئي گرڙ (شمباز) آهي، جو وشنوءَ جي سواري سمجهيو آهي، جنهن ڪري انهيءَ ٿنڀي کي ”وشنوءَ جي لٺ“ چوندا آهن. راجا چندر پنهنجي وجئه منائڻ خاطر اهو ٿنڀو کپايو ته وڃي واسوڪيءَ (شيش ناگ) جي مٿي ۾ لڳو ۽ ان مان رت وهي نڪتو. مطلب ته جنگ ۾ گهٽي خونريزيءَ پڄاڻا چندر جي سوڀ ٿي. حيرت آهي ته پندرهن سؤ ورهين گذرڻ پڄاڻا به انهيءَ ٿنڀ اي ڪٽ ڪانه چڙهي آهي جا ان سمي جي ڌاتو ڪاريگريءَ

(ٽيڪنالاجي) جي ڪماليت ڇُٽي. ان ڀاڱا کي صديون نبري ويون ته ڪنهن دليءَ ڏي ڪين نهاريو، تانجو راجپوتن جو دؤر آيو، جن گپتا گهرائي جي عاليشان شهنشاهت کي ٻيا ٻيا ڪري ڇڏيو. راجپوتن جا ڪُوفا ڇهين صديءَ ڏاري ڪرڪڻ لڳا. ۽ ڪابل ڪانوڻي اولهه هندستان تي ڦهلجي ويا. هو هندن جي ڪنهن ٻه جاتيءَ مان نه هئا، جنهنڪري ڪن هنن کي شودرڪ يا ڏاريو ليکيو ته ڪن گپوڙو هٽي براهمڻ جي گوتر (گرو گهر) ۾ داخل ڪري ڪتري بڻايو آهي. هونئن ته رام ڪو اتهاسڪ سمي جو پرش ناهي، جنهنڪري سهوليت انوسار جالين کي لو ۽ ڪش جي سنتان سڏي ڪتري ۽ لوهاڻو بڻائڻ آسان هو، بشرطيڪ هو براهمڻ کي ورسائن ۽ هنجي حقن واسطن ۾ ڪتر نه وجهن. در حقيقت ڪشتري لفظ ”ڪاش“ ”ڪيشتر“ تان ورتل آهي. گريئرسن جو رايو آهي تہ هماليہ جي اتر اولهه جا راجپوت ڪوفا جي اِسپند مان لڏي آيا سي ”ڪاش“ سڏبا هئا.

بهرحال سمي ڀاڱا راجپوت هندڪار جا رکپال بڻجي پيا ۽ مسلمان ترڪن جي حملن کان بچاءَ لاءِ اڪمت قرباني ڪيائون. هنجي جهگڙالو سڀاءَ جيترو پنهنجي جات ڀـائن خواهه بين هندن جو رت وهايو اوترو ئي هندن جي بچاءَ ۾ پنهنجو رت ڏنو. انهين ڌرم

راڄ جو ليکو چڪتو ٿيو. راڄپوٽن هن ملڪ ۾ جاگيرداري سرشتو جاري ڪيو ۽ فوجي بچاءَ لاءِ قلعا ٺاهي ملڪي ڪاروبار انهن ڪوٽن مان هلائڻ لڳا. سندن جاگيرن جا هاري ناري اڪثر مفلس ۽ غلام هئا. البت هنن هرش جهڙا وِدوان ۽ ٽرماتما سمرات به پيدا ڪيا، پر پاڻ ۾ اڻ بڻت، هلت خارج ذهنيت، آپ گهاٽي بانڪي ڀَٽي، جاتي گيرب ۽ نقصان ڪار رسمن رواجن سبب ترڪن جي لڳاتار حملن اڳيان ست جهلي نه سگهيا. سندن سياسي ڪم عقلي ۽ هوڙهيائي ۽ ضدي سڀاءُ سندن برباديءَ آندي. پهرين ڪابل جي راجا جئپال محمود غزنويءَ هٿان هارايو ۽ سندس پٽ سرحد طرف وڙهندي مارجي ويو ۽ ائين افغانستان جي هندو شهنشاهي ختم ٿي وئي. دليءَ ۾ راڄپوتن جو پهريون نشان آهي راجا سورج پال جو ٺهرايل سورج ڪنڊ جو ١٥٠ X ١٧٠ X ٤٠ فٽ آهي. هن وقت اهو تلاءُ ۽ سورج مندر جا منارا ڏڀون حالت ۾ آهن. پوءِ راجا اننگ پال ٽڪرين وچ ۾ ٢٨٠ فوٽن جي لڪ ٽي بند ٻڌايو ۽ لال ڪوٽ جوڙايو جنهن جون ديواريون اڃا قائم آهن. پوءِ پرٿوي راج چوهاڻ ١١٧٠ - ١١٩٢ع اجمير مان مهر دليءَ طرف قلعو ٺهرايو، جنهنکي ”قلعو راءِ پٿورا“ چوندا آهن. پرٿوي راج قنوج جي راجا جئچند جي نياڻي سميڪتا ڀڄائي ويو، جنهن لي هن محمد غوريءَ کي مٿس چڙهائي ڪرڻ لاءِ

لکيو. پوءِ غوريءَ هارايو ۽ جيءَ دان مليس، ۽ ٻئي دفعي پرٿوي‌راج هارايو. هنجي ڪارنامن جو وستار ڪوي چاند جي "پرٿوي‌راج راسو" ۾ ڏنل آهي. ان پڄاڻا وري هندن ڪُر نه کنيو ۽ دليءَ تي ترڪن جو قبضو ٿي ويو.

(دليءَ جو سمورو اتهاس منهنجي "لاڏلي دلي" نالي پستڪ ۾ ڏنل آهي.)

# مائر ڀينر

اسانجون مائر ڀينر سڀاجهڙيون، قربانيون ۽ همدرد آهن. اِهو قرب ۽ همدردي سندن خاص خصلت آهي. جئين سفيد موتئي سان سرهاڻ تئين سندن پوتر هردي سان پيار جو هيڳاءُ اُلپن ٿو ٿئي. سندن ڪومل ۽ سنڌير سياءُ ڪنور جيون جي ڪُڏائي ۽ ڪُجسائيءَ ۾ سونهن ۽ شيل ٿو آڻي. هو پنهنجي نفيس هٿن سان کهرائيءَ کي لسو ٿيون ڪن ۽ مٺڙ آواز سان قلبي ڪساراڻ ڪڍي ميناج ٿيون آڻن. سندن اهي گڻ اُوکي ۽ آپدا ڪال ۾ ته جنسي ٻهڪڻ ٿا لڳن. خاص ڪري آشانت من جي ڀيڙا هٽائڻ لاءِ هڪ قربدار عورت جهڙو ڪو حاذق حڪيم ڪونهي. بيماريءَ وقت زال ذات جي موجودگي بهترين دوا برابر آهي. ڪي اهڙيون استريون به آهن جن پنهنجي مڙس يا ٻار کي جنسي موت جي چنبي مان بچايو آهي. اهڙي سمي هنن پنهنجي جان جي ڪا پرواهه نه ڪئي آهي. هو لن کي تسبا ڏئي، اوجاڳا ڪڍي، جپ تپ ڪري پاڻ فنا ڪيو ڇڏين ۽ سدائين اهو پيون آراڌين ته شل سندن لاڏلو بچي. ممڪن آهي ته اهو شخص جنهن

لاءِ ساهه ڏيون ڏين، سو هڪ بي احساس، بد چال، نردئي
هجي - بلڪ سڀ چمار ساڻن وڏل وهايا هجن. ليڪن
زال ذات جي ٻاجهه ۽ همدردي ٻنا تميز سداچاري خواه
ڪداچاري مڙس يا سپوت ۾ ڪپوت لاءِ هڪجهڙي
هلندي اچي. ڀرواڙيءَ جي عورت واقعي هڪ گل
آهي. نهايت نفيس ۽ خوشبودار گل - جو غليظ ۽
بيدرد حالتن جي ڍير تي ٿو اُسري. اهو ڍير جيترو
ئي گندو آهي اوترو ئي اهو گل سهڻو ۽ سرهو ٿئي ٿو.
هڪ دفعي مون هڪ مائي ڏٺي جنهنجو پٽ جوئاري
شرابي ويچاري هو. هن پنهنجي ماءُ کي هڪ پئسو
ڪمائي نه ڏنو هو - بلڪ سندس مٽيا به جوئا ۾ هارائي
ڇڏيا هئائين، ۽ آخرڪار چوري ڪرڻ جي ڏوهه ۾
قيد ڀوڳي رهيو هو. مائيءَ وٽ چولي سٽڻ ڪانسواءِ رئو
به ڪونه هو جو مٿو ڍڪي. ڏينهن جو اَنو پيهين ۽
ڪپهه پڃي ۽ ڪپڙا سبي پيٽ پورائو ڪندي هئي.
ڪيس به ننڍا ٻار هئا، جن مان هڪ کي ماتا نڪتي
هئي. سندس مڙس به بدچال ڪنوڙ شخص هو، جو
ڏيڍ سال اڳ ڪنهن حادثي سبب فوت ٿي ويو هو.
مون ڏٺو ته اها مائي جا رڳو هڏن جو پڃرو هئي، سا
هنديءَ ۾ ٺهڪندڙ رب کي ترڪڙ ۾ گهمائي، موٽي
پنهنجي ٻچي وٽ ٿي آئي ۽ وڃڻي سان مکيون
هڪائيندي اورٽو پئي اُورهائين ۽ ائين ڳائيندي سيني

جو سور هلڪو ٿي ڪيائين.

ليڪن مون ڏٺو آهي ته زالون ڳالهائڻ کان وڌ روئن ٿيون. سچ ته هو ٻارن جهڙيون ٿي روئڻيون آهن. ٻار ڪا ڳالهه سمجهائي نه سگهندو آهي ته روئي ڏيندو آهي. جو شايد سمجهن ٿيون ته ڳالهائڻ کان روئڻ وڌ اثرائتو آهي ۽ سندن مقصد انهيءَ نموني ترت سِڌ ٿيندي. انهيءَ ۾ شايد صحيح به هجن، ڇاڪاڻ ته اهڙو ڪو مشڪل ليکو جو ناريءَ کي روئندو ڏسي مڙڻ کان پڙ ڪيدي ڀي. پر زالون رڳو ڏک وچان نه پر سک سبب به روئنديون آهن. مون ڏٺو آهي ته ڪيئن جو پاءُ يا ڀيءُ اچي ته ان سان گڏجندي به رويو ڏين. اهو خوشيءَ جو موقعو آهي، نه غم جو. جيڪڏهن هروڀرو روئڻو آهي ته وڃڻ وقت ويوگ جو ويچار ڪري ڳوڙها ڳاڙي سگهجي ٿو. پر اچڻ وقت ائين ڪرڻ بي معنيٰ آهي. ٻيو ته هو ساڳي وقت ڳالهائن ۽ روئن به ٿيون. اهو بابت ۾ روئڻ اسياويڪ ٻيو لڳي. عجب ته سياڻي وقت پرايون پنهنجون گڏجي ريڪت شروع ڪيو ڏين. هرڪا پنهنجن کي ياد ڪري پيٽي اوچنگارون ڏئي. انهيءَ ۾ شڪ ناهي ته روئڻ سندن نبلتا جو اظهار آهي. شايد انهيءَ نبلتا جي نورس ٿيڻ کانپوءِ سندن رودن به گهٽجي ويندو. ڪيئن چئجي؟ البت تعليم جي ضرورت آهي جا زالن خواهه مردن

جي ذهنيت ۾ انقلاب آئي ۽ هو هڪ ٻئي کي جيون ساٿي سمجهي، رهڻي ڪهڻيءَ ۾ يڪ سانگي آڻين. هينئر ڪيترن موقعن تي ڪين بنا مطلب روئندو ڏسي عقل ٿيو وڃي، پر دل وري به ڪينچيو وڃي. مثلا ڪنهن جو گهوٽ ڪمائي لاءِ ٻاهر ويندو ته زال روئي ڏيندي. اڄ ائين ڪرڻ لاءِ سبب هو. مسافري سخت هئي ۽ رستي تي مرڻ جو امڪان هو. واپس ورڻ کان اڳ ورهيه لڳي ويندا هئا. اڄ مسافري ڪڙي نه هئي، پر واقعي سر جي ست ڏيڻي هئي. پر اڄڪلهه مسافريءَ ۾ ٻارڻ مزو آهي. پوسٽ رستي احوال وٺي بلڪ ٽيليفون رستي ڳالهائي سگهجي ٿو. شاهوڪار ته ڪن ڪلاڪن اندر هوائي جهاز رستي پهچي سگهن ٿا. ريل جي مسافري البت تنگ ڪندڙ آهي، پر خوف خطرو ته آهي ئي ڪونه. هڪ دفعي گجراتي زالن کي اسٽيشن تي روئندو ڏٺم، جي دل پرائڻ عيوض اُسهندڙ جي دل سڀائي رهيون هيون. شايد اهڙي وقت ۾ سندن هردي جي لڪل پيڙائن جو اتهاس ٻاڪاري رهيو هو. شايد پراچين هندستان جي دل آزار حالتن مان پيدا ٿيل پيڙا هلندڙ حال ۾ بي واجبي مايوسي داخل ڪري ٿي ڇڏي.

زال ذات کي عين اصلي روپ ۾ ڏسڻو هجي ته هڪ ٻئي سان الڪندو آئندو يا ٻين کي لوئيندو ڪوسندو

ويل جاچجي. ٻهراڙين ۾ ڪوهن ۽ ڪڏن تي زالن جا ميڙاڪا هوندا آهن، جتي ڏسندا ته ڪي دل پوي پرائي پچار ٻينيون ڪن، ته ڪي ڪپڙا سٽيندي سيٽن ساهرن، سينين مکين کي به سٽيندين اُيون وجن. ڪي ته مانا ڪاڻي مٿي چڙهيون آهن، جنهنڪري گهر جي ايڏي اون ڪان اٿن. وٽن بارود به جهجهو آهي جو نڪاتوڪيءَ ۾ کي ڪلاڪ گذاريو ڇڏن. البت ڪي ڪنواريون ڪنيائون به هونديون آهن، جن ڪڏهن پيئٽ پائوڊر جو منهن تي مک نه لڳايو آهي پر جنجي ڪجلدار اک هڪئي گهور سان گهوٽ گهايو وجهي:

”جڏهن نهارين بيشڪ مارين، منڙي ماٺن سان
تنهنجا عين آهن عجيب، جهلڪا ڏئي تي جهٽين
نيڻ خماري آهن هزاري، قرون فقيرن جيان
سي ٽا وڙهن واسينگن ساڻ، ونگ وجهيو ٿي وڙهين.“

اسان بنگالي زالن جي ڏکڻ وارن جي ساراهه ٻڌي آهي ۽ ڏکڻي زالن جي نهايت گهاٽن وارن جي سيند جا چٽر به ڏٺا آٿئون. ڪي ته انهن جو نقل ڪندي نقلي وارن جا ويڙها مٿي تي کنيو گهمن. ليڪن ڪا حسن پرست ديد ڪپي، جا اندر ۾ ههڙو اُيرڪو اُٿي.

زلفان جوڙي وڌ ۽ نهوڙي، منڙي نازن ساڻ،
تنهنجون ٻڙچون آهن پاري - نِسنگ سيهي ۾ سٽين،

سنڌي ٻروچياڻين جا وار ۽ اکيون، روش ۽ قدبت يوناني سنگ تراش جي ماڊل بڻجڻ لائق آهن. اسان وٽ به ڪا ڪا گوري آهي، جنهنکي ڏسڻ سان فيڊياز جي واڇ ٽڙي وڃي. رواجي سنڌي عورت جي سس نوڙي ڌڙ جي وچم مناسبت پوري آهي. راجستان، پنجاب، هريانا ۽ سرحد جي زالن ڪانسواءِ ٻيون ساڳن ٻروچڻي نه سگهنديون. جن سنڌي زالن ۾ راجپوت رت سرس آهي سي ڪٽڪ رنگين يا اڇڙيون ٿين ٿيون، سندن قد وچولا ۽ لڱ ڪي قدر گولائي ڏي مائل ٿين ٿا، جي هڏن جي نوڪن ۽ ليڪن کي ڍڪي اهڙي لسائي وارا ٿين ٿا. جهڙي وايو رنبي سان تراشي ڪنڌي ڪاٺ کي ڏيندو آهي. ٻروچاڻيون ڪي قدر ڊگهيريون آهن ۽ اها لسائي ۽ گولائي ڪانه اٿن. سندن سياهه جهت هٺي سِرڻ وانگر شڪار تي هريل آهي ۽ اک به اهڙي ئي قاتل اٿن. ڪي راجپوتي ٻڍل جون زالون آفيم جي نشي وانگر رڳه رڳه ۾ گهڙيل ٿيون وڃن ۽ اک ۾ به اهڙو ئي خمار اٿن.

هو ڪيرو نه ٿيون ڪن، پر جان جتي ۾ دنگيجي ٿيون وڃن. سنڌي زالن جو آواز موچارو آهي. هنن پنهنجي آواز کي سنوارڻ سڌارڻ جي ڪوشش ئي ڪانه ڪئي آهي ۽ مرد ته اڪثر چيخ ۽ رنبي، ٻڙ ٻڙ ۽ ٽُر ٽُر تي هريل آهن. سنڌين ۾ اهو به عيب آهي،

جو بنا ضرورت آواز کي غُصو ڪندا تا وڃن. ڪي تہ وڏ ت جا نرم آواز ڪڍي نہ ڄاڻن. البت سنڌ ۾ ڪي ورڻو ملبيل آهي جو ٻين قومن کان گهڻن قسمن جا آواز ڪڍي سگهن ٿا. دنيا ۾ ڪي ٿوريون قومون ليکيون جي ڄڄ، ڳلت، ڏڏ ۽ ٻابو چئي سگهن. سنڌي پنهن جي ڳلي کي ساڌن تہ شايد گهڻن کي گوء ڏئي وڃن.

اڪثر ڳالهہ جي حياتيءَ ۾ پورهيو گهڻو ۽ ونڊر گهٽ آهي. خوشيءَ جو موقعو تہ ورلي ٿو ملين. شي ڪار جن تي سمورو وقت هرڻ ٻهاڙ ۾ ٿو گذرين. خود شاديءَ جي موقعي تي بہ گهوٽ ماءُ کي مٽي ڪٽهڻ جي فرصت نہ ملندي آهي ۽ ويچاري ڪنوار تہ لڄ جي ماري ۽ اڻ ڏٺي آئنده جي انومان ۾ غرق ٿيل ڏسبي آهي. باقي ٻيون ڏاج ڏيوڻ ۽ چرچي ڀوڳ ۾ مشغول هونديون آهن. فرصت ملندي اٿن تہ لاڏا بہ ڳائينديون آهن. ڪي لاڏا بي معنيٰ آهن. ٻہ ڪن مان گهوٽ ماءُ جي اُمنگن جو اندازو لڳائي سگهبو آهي. شايد سنڌ جيءَ اندر ڪي اڪل رنگ ۽ خوشيون آهن، جي ياد ٿيون ڏيارنس اهو زرين زمانو جڏهن جوين جو شراب سنڌ س بوتل ۾ ڇلڪي رهيو هو. ڪن ڳالهن جي منهن جي ريکا ۽ چپ جي مرڪ، اک جي ديد ۽ آواز جي لرزش مان سنڌ جيوني ٻولڻ لڳندي آهي. اها جيون جوالا اڃا تائين خاموش ٿيڻ جي ناهي.

البت ڪڏهن نکي ڪڏهن ماٺي، ڪڏهن ڪليل ڪڏهن دونهاٽيل ۽ ڍڪيل ٿئي ٿي، ۽ ڪاٺي جڏهن ٻري رک ٿئي ٿي ته انجي ڍير هيٺان به ٽانڊي وانگيان ٽڪندي رهي ٿي. اهوئي سبب آهي جو هوءَ ٻوڙهي جا ڳاوائي سبب ڳري ڪندا ٿي وئي آهي ۽ جنهنجي زندگيءَ جو سفر سياري جي ڊگهي رات جيان ٿرڪائيندڙ ۽ ٻرڪندڙ پيو پاسي، سا به جڏهن پاڻ کان ٻوڙهي مڙس جو سڏڙو ٿي سڻي ته هڪوار سندس سڪل سريرَ ۾ پاڻي اچي ٿو وڃي. شايد سندس چت ۾ ڪي ٻاتيون ۽ لاٺيون پيون چٽڪن جي ڦوڪ ڏيڻ سان پڙڪڻ ٿيون لڳن. هونئن به اگر آفتاب اُيرڻ ويل سرخ خون جون صراحيون اوتي فضا کي گلگون ٿو ڪري ته ٻوڙهيءَ ويل به سندس عنايت ڪا گهٽ اسرار خيز نه آهي، قدرت تماشام کي نرالي نموني جي سيتل سوڀيا عطا ڪئي آهي، جا ايندڙ اندڪار جي اونڙي هئڻ سبب پاڻ وڌيڪ دلبذير ٿي لڳي.

سعدي ڙالن جي محبت ملڪ ۾ مشهور آهي. شاه سعدي ڙالن کي سرخرو ڪيو آهي، نه ڪ مردن کي بعدن اها محبت بالڪ جوان ٻڌي، سگهي اَگهي، لائق انڻ لائق کي نوازيندي رهي ٿي. سچ پڇو ته اها محبت ئي آهي جا انيڪ ڏکن ڏوجهرن هوندي به کين خوشحال رکيئي. هڪ نئووڻي ڪنوار جا ڏيو ڏيراڻيءَ ۽ سس

سهري جي گهٽيءَ ڪلڪل سبب شايد آپگهات ڪري، سا ٻيءَ ور سان سينهه سبب پل پل جا طعنا ۽ عذاب مٺا ڪيو پئي پوکي. ڀراڙيءَ ۾ اڻ هوند عام آهي. ڪن شاهوڪارن وٽ پئسو آهي، پر گهر ۾ سهنج ڪونه اٿن. هيٺ ڪيترا ڪٽنب ته نديون جهڳين ۾ ڳاهٽ ٿيا پيا آهن، جتي هر وقت جهيڙي جو امڪان آهي. باقي ٻيا آهن ٿي مفلس. انهيءَ مفلسيءَ جو بار ٻه گهڻي قدر زالن تي ئي پوي. هو پيٽ کي پٽي ٻڌي ٻه ٻارن جي پالن پيون ڪن. زال ويلو لنگهڻ ڪندي، پاڙي مان پئي پورائو ڪندي، ڳهه گروي رکندي، سلائي ڪري پيٽ ڀري چار ڏوڪڙ پيدا ڪندي پر مڙس ۽ ٻارن کي اٽيو ڪي سٽيو لولو ٽڪي ضرور کارائيندي. سندن قرباني واقعي حيرت انگيز آهي، جنهنجي جڙ پيار جو سدائين پاڻ کي پالهو ڪري ٻين کي پيٽو ۽ ائين ڪندي جيون سڦلو ڪري ٿو.

# راشٽريه واد

اڳم لوڪ پوڄيندا هئا ايشور يا الله، ۽ هاڻ پوڄن ٿا پارٽ ماڻا، جرمني، جپان. البت اڃان مندر مسجدون قائم آهن، جت آرتيون ارداسون ۽ نمازون فاتحون پڙهجن ٿيون، پر اهڙو ڪو پنڊت، پروهت، مولوي ملان ڪونه سڄهي، جنهن جي اشاري تي الله ڪارڻ ڪفن ڪلهي تي رکي، ماڻهو موت ۽ مصيبت جي منهن ۾ ڪاهي پون، جڏهن ته لکين ماڻهن سياسي اڳوانن جي رهبريءَ هيٺ ديس خاطر ڪري ڏيکاريو آهي.

ايشور کي ڪوبه آڪار ڪونهي. مگر پوڄارين ان جا انيڪ روپ ڪروپ بڻائي پوڄا ڪرائي آهي. ساڳيءَ ريت سياسي ليڊرن پڻ ديس جي ڪا تصوير چٽي هڪ فڪري بوتي کي آڪار ڏنو آهي. مثلا انگلنڊ کي ڪي بل ڊاگ جهڙي هڪ لڙاڪ ميڏوهءَ جي شڪل ڏني اٿن ۽ آمريڪا کي ڏکي ڏاڙهيءَ واري انڪل جي، جنهن جي جهڙي آهي لوپي ٽهڙو ئي آهي ڪوٽ ڊگهو. اڪثر هندو آهن ڪانءَ جهڙا ڪم آزار، تنهنڪري سنڌن ديو به هڪ عورت ئي آهي، جا ڪن تصويرن موجب زنجيرن ۾ ٻڌل جهڏولا چوڙيل وار،

ورلاپ ڪندڙ، آنسو وهائيندڙ پوڙهي دکياري آهي، نه ڪن موجب ترشول هٿ ۾، مکٽ سر تي رکيل نوجوان عورت آهي. مطلب ته نون ديوتائن سان گڏ ڪي ديويون پڻ آتپن ٿيون آهن، جنهنڪري ڪي ڌومون پتري پوڄاري نه ڪي ماتري پوڄاري ليکجن ٿيون. هو حال اهي ديويون ۽ ديوتائون پراچين سمي جي اشٽ ديوتائن جو نقل آهن، جڏهن هر هڪ گوتر يا ڪوفي جو رکپال نرالو هوندو هو، ۽ فقط انهيءَ ڪوفي جي ئي رکيا ڪندو هو. فرق هي آهي ته اهي راشٽريه ديويون ۽ ديوتائون هڪ اڌ جاتيءَ عيوض سڄي قوم جا اشٽ ديو سمجها وڃن ٿا، جنهنڪري سندن اختيار ڪن سون يا هزارن تي نه، پر لکن ڪروڙن ماڻهن تي هلي ٿو.

انسان ذات جي اتهاس ۾ قوم هڪ نئون لفظ آهي ۽ راشٽريه يا ملڪ جي معنيٰ پڻ گهڻو بدلجي وئي آهي. اڳي ڪٿي ڪو گڻ - راج به هو، پر تاريخ جا ورق گهڻو ڪري راجائن ۽ اميرن جي ڪارنامن سان ڪارا ٿيل آهن. ڪانسٽنٽائين جڏهن ڌرم بدلايو نه سندس سامراج جي پرجا پڻ عيسائي مذهب اختيار ڪيو. تهڙيءَ ريت خليفي عمر جڏهن ايران فتح ڪيو نه زرد شتين اسلام اختيار ڪيو. باقي ڪي ڪٿا جن دين بدلائڻ واجب نه ڄاتو، سي هندستان ۾ اچي پناهه گورين

ٿيا، جنهجا پوئيان ”پارسي“ اڄ به هتي آهن. پٽا راڄا ۽ پرجا، وارو قصو هت به هو. مثلاً اشوڪ جڏهن خونريزيءَ کان باز ڪري ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو ته هن ملڪ جا ماڻهو پڻ انهيءَ مت جا پوئلڳ بڻجي پيا.

اهڙيءَ ريت اڳ راشٽريه يا ملڪ جي معنيٰ اها نه هئي جا هاڻ سمجهي ٿي وڃي. اڳي هرڪو پاڻ کي ڪنهن راڄا جي پرجا سمجهندو هو ۽ ان سان ئي وفادار هوندو هو، ۽ رياست جي حدن کان ٻاهر ايراضيءَ کي پنهنجو ديس يا وطن نه سمجهندو هو. ونو مثال راجستان جو، جتي اڪثر حاڪم هڪ ٻئي سان پيا ڪونسندا هئا ۽ سندن رعيت پاڻ کي اُديپوري، جوڌپوري، جئپوري سمجهي سندن ساٿ ڏيندي هئي. هو انهيءَ ايراضيءَ کي وطن شمار ڪندا هئا. باقي ملڪ هندستان اندر خواه اُنجي ٻاهر سندن لاءِ ڌاريو هو. ساڳيءَ ريت راڻا پرتاپ پڻ ميواڙ خاطر ٿي وڙهيو، جا رياست اُبن کان ورثي ۾ ملي هيس. اسين هاڻوڪا تازا ويچار جي نين بدليل حالتن جي پيداش هيون، سي گذريل زماني جي هستين مٿان مڙهي ڪم عقليءَ جو ثبوت ٿا ڏيون، يا اِتهاس کي پنهنجي مرضيءَ مطابق مروڙي ڏنگو ڦڏو ڪري ڏيکارڻ سان حقيقت کان منهن ٿا موڙيون.

ازانسواءِ اڳ ڌرم يا سنسڪرتيءَ جو قوميت سان ڪو خاص تعلق نه هوندو هو. اها حقيقت آهي ته

يورپ ۾ جيڪي جنگيون ٿيون آهن، تن ۾ مخالف ڌرين جي سنسڪرتي ۽ سڀيتا ساڳي هئي. مسلم حڪومتن جي انت پڻ انهن آندي. جي پاڻ اسلام جا پوئلڳ هئا، ۽ ساڳي تهذيب ۽ تمدن جا علم بردار تاريخ شاهد آهي ته هندو هندن سان، مسلمان مسلمانن سان، ڪرسٽانن ڪرسٽانن سان وقت بوقت وڙهيا آهن. اها لڙائي سياسي لاڀ جي مدنظر ٿي آهي، جنهن ۾ جڏهن ڪنهن دين ڌرم جو غبار پيدا ڪيو آهي ته فقط پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ خاطر مذهبي اختلاف يا ذاتي سبب به لڙايون ٿيون آهن، پر انهن ۾ به طاقت ۽ دولت هٿ ڪرڻ جي خواهش ئي لوڪن کي وڙهڻ لاءِ هرکايو آهي.

قوميت جو سڌانت اول يورپ ۾ اسريو، جڏهن سترهين صديءَ ڌاري اُتي جا ماڻهو دين ڌرم خاطر وڙهي وڙهي ڍانگا ٿي پيا ۽ انهن مذهبي جهيڙن کان بان ٿي وطن پرستيءَ کي نئين دين جي صورت ڏنائون. ٻيا به ڪارڻ هئا. مثلاً باقي ٿي هلندڙ گاڏيءَ هارين نارين کي شهرن ۾ گهلي آندو. اڳ اهي ماڻهو جاگيردارن جي سايه هيٺ رهندا هئا، پر شهرن ۾ پاڻ ٿيڻ سان نئين آزاديءَ جو احساس معلوم ڪرڻ لڳا. ازانسواءِ ڪارخانن جي مالڪن کي ڪچي مال جي آمد ۽ پڪي مال لاءِ کپت جي سهوليتون کپنديون هيون، جڏهن

ڪري هنن جاگيردارن جون مڙهيل ٻلون ۽ چونگيون بند ڪرائڻ لاءِ تحرڪ ورتو. ائين ڪرڻ سان نه فقط جاگيرداري سرشتي کي ڪاپاري ڌڪ لڳو، پر واپارين ۽ ڪارخانيدارن جي طاقت ۾ اضافو آيو.

جاگيردارن جي طاقت جو دارو مدار هارين نارين تي هو، جن کي ضرورت وقت ويڙهه جهيڙ لاءِ پڻ ڪم آڻيندا هئا. انهيءَ زماني ۾ ايڏا دائمي لشڪر نه هوندا هئا، پر هرڪو راجا جاگيردارن معرفت ڪمي ڪاسبي، هاري - ناري گڏ ڪري، جنگ جي تياري ڪندو هو. واپارين چيو ڪيو جو ماڻهن ۾ وطن پرستيءَ يا قوميت جو اُمنگ پيدا ڪري، راجا جا هٿ مضبوط ڪيا ۽ جاگيردارن جي پيرن هيٺان تختا ڪڍي ڇڏيا. پوءِ ته راجا جي سٽا ۾ گهٽائي ڇڏيائون ۽ لوڪ شاهيءَ جي بهاني اڻ سڌيءَ ريت ملڪ جا والي ٻڻجي پيا. تنهنڪري راشٽريه پوڄا ۽ قوميت شاهوڪار شاهيءَ جي ايجاد آهي ۽ اهـا نئين شاهوڪار شاهي خود نين آرٿڪ حالتن مان پيدا ٿي آهي، جي ڪلن ۽ ڪارخانن، سائنس ۽ هنري ترقيءَ سبب، پرگهٽ ٿيون آهن.

قوميت جي زور پڪڙڻ جا ٻيا به ڪارڻ آهن. مثلاً هڪ وار قوميت جو احساس جاڳيو ته پوءِ ماڻهو سياويڪ ڌارين جي حڪومت برداشت نه ڪندا. تنهنڪري جتي ٻه ڌارين جي حڪومت آهي ته اتي ازخود قومي

آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ٿي ويندي آهي. مثلا نيپولين يورپ جي ملڪن تي فتح پاتي ته هارايل ملڪن جي باشندن قومي آزاديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ لهرڪ ورتو. اهڙيءَ ريت اُڻويهين صديءَ ۾ جرمن لوڪن قوميت جي پدوي حاصل ڪئي ۽ اٽلي پڻ آسٽريا جي تابعداري خلاف بغاوت شروع ڪري ڏني. چين ۾ پڻ ڌارين جي دخل کان جند ڇڏائڻ لاءِ قوميت جو جذبو پيدا ٿيو ۽ ۱۹۲۷ع ۾ ڪومنتنگ پارٽيءَ جي سرپرستي هيٺ لڙاڪ جرنيلن جي حاڪمي ختم ڪري، قومي حڪومت جو بنياد وڌو ويو. اسان جي ديس ۾ پڻ انگريز جي حڪومت کان پلؤ آجا ڪرائڻ لاءِ ئي قوميت جو اُمنگ جاڳايو ويو ۽ نيٺ ۱۹۴۷ع ۾ قوميت جي سوڀ ۽ گڏ لنتر راج قائم ٿيو.

ليڪن قوم ڇا هي؟ ڪهڙن ماڻهن کي هڪ ئي قوم جو اُنگ شمار ڪجي ۽ ڪهڙن کي ڌاريو سمجهجي؟ اهو مسئلو حال ڪرڻ لاءِ گهڻن ئي نورنچويو آهي ۽ عجيب غريب دليل پيش ڪيا آهن.

هڪڙن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ڪي ماڻهو هڪ ئي نسل، مذهب، بوليءَ وارا هجن ته انهن کي هڪ ئي قوم جا جزا سمجهڻ گهرجي. بين جو چوڻ آهي ته جي اهي تيئي خصلتون هڪ هنڌ ڪنيون نه لهن، ته گهٽ ۾ گهٽ انهن مان ڪا هڪ وصف ضرور

هئڻ گهرجي، جنهنجي آڌار تي قوم اڏي سگهجي.

هاڻي اچو ته ڏسون اهو ماڻ ڪيتري قدر حقيقت سان ٺهڪي ٿو اچي.

پهرين ونو نسل. هن وقت دنيا اندر ڪا اهڙي قوم آهي ئي ڪانه، جنهنجي رت ۾ نرالن نسلن جو خون داخل ٿيل نه هجي. اهو اجايو آهي چوڻ ته پنجابي ۽ مدراسي ساڳئي نسل جا آهن. خود سنڌين ۾ ئي وڻ وڻ جي شاخ موجود آهي. ڪن طرف دراوڙي انس جهجهي آهي، ته اتر اوله وارن پرڳڻن ۾ آريه، بينگالي ۽ آسامين ۾ چيني ۽ هماچل پرديش ۾ تبتي اثر موجود آهي. خاص هڪ ئي نسل جي پيداش واري قوم اهڙي عدم پيدا آهي، جهڙو ٻه ٽنگو هاٿي.

ڪنهن زماني ۾ مذهب کي وڏي اهميت هئي ۽ اڃ به ڪن پٺتي پيل ملڪن ۾ مذهب جي اوٽ ۾ انيڪ مطلب سڌ ڪيا وڃن ٿا. مگر اهڙو ڪو چڱو ملڪ ليندو جنهنجي ماڻهن جا مذهبي عقيدا ساڳيا هجن. ڪن ملڪن ته مذهب کي هڪ شخصي چيز سمجهي زندگيءَ جي مکيه ڪرت ڪار خواهه ملڪي ڪاروبار کان علحدو ڪري ڇڏيو آهي. پر جن ملڪن ۾ هڪ ئي مذهب جا ماڻهو آهن ته انهن ۾ ٻه اينترا فرقا آهن ۽ انهن جي عقيدي ۾ ايڏو ويڇو آهي، جو سڪڻي مذهب جي آڌار تي ڪين هڪ ئي قوم جو انگ

شماري ٿو سگهجي. مثلا يورپ جا باشندا ڪرستان آهن، پر ڪئٿلڪ ۽ پروٽيسٽنٽ پارٽ ۾ ايترو ته وڙهيا آهن، جو ڪين هڪ ئي مذهب جا پوئلڳ سمجهڻ مشڪل ٿيو لڳي. مسلمانن ۾ شيعن ۽ سنين جي به ساڳي حالت آهي. هندو ته آهن ئي ڀانت جي رسمن، ڪريائن، آچار ويچار جو گڏيل مربو، جنهن کي سياڻن جو رايو آهي، ته هندو لفظ جي مراد ڪو خاص ڌرم يا دين ناهي، پر اهي شخص جي هندستان جا رهواسي آهن - پوءِ اهي مسلمان هجن يا ڪرستان، سناتني هجن يا آريه سماجي.

باقي رهي ٻولي، جنهن کي خاص اهميت آهي، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به ملڪ جي سنسڪرتي جو اظهار ان ٻدا اسيو آهي. هن وقت دنيا جي اڪثر قومن جي ٻولي هڪ ئي آهي. البت سئٽزرلينڊ جهڙي ننڍڙي ملڪ ۾ ٽي ٻوليون واپرجن ٿيون ۽ تنهن هوندي به اُتي جي ماڻهن کي هڪ ئي قوم جا انگ شمارن ٿا. هندستان ۾ ته گهڻيئي ٻوليون چالو آهن. هر حال جي ٻوليءَ جي آڌار تي قوم ٺهي سگهي ٿي، ته دکن جا رهاڪو ڪنهن به وقت اُتر جي رهاڪن جي ٻولي ڪين ڳالهائيندا، نڪي اُتر جا رهاڪو ملايالم ۽ تيلگو ڳالهائڻ لڳندا. وڌ ۾ وڌ ايترو ٿي سگهندو، جو سڀئي هندستاني سکي ملڪي ڪاروبار ۾ ڀاڱي پائي ٿي سگهن.

جيڪڏهن فقط ٻوليءَ جي اُئي ماڻ سان ڪٿ ڪجي ته هندستان اندر هڪ نه پر گھڻيون قومون ڏسڻ ۾ اينديون ۽ خالص هندي ملڪ لڀندو ئي ڪونه.

انهن مشڪلاتن سبب ڪن ماهرن جو رايو آهي ته هندي اهو آهي جو پاڻ کي هندي سمجهي يعني قوم جي جزن کي ڳنڍڻ لاءِ قومي جذبو ئي ڪافي آهي. پر انهيءَ جذبي مان لاڀ به تي سگهي ٿو، ته هاڃي به. لاڀ اهو آهي ته هڪ وڏي ايراضيءَ اندر عدد کي سنگھٽت ڪري لوڪ سڌار ۽ اُڌار جا ڪم وڏي پئماني تي سرانجامي تي سگهن ٿا. ٻيو نه ته انهيءَ ملڪ اندر امن امان قائم رکي سگهجي ٿو ۽ هنر ۽ علم جي ترقيءَ لاءِ واهڻ ميسر ڪري سگهجن ٿا. ازانسواءِ هڪ آزاد قوم جي آزاد فضا ۾ اُسريل اِنسان سؤمان ۽ خودداريءَ جو سبق سکن ٿا، جو سندن دماغي خواه روحاني صحت لاءِ مفيد آهي.

البت اهو به امڪان آهي ته قوميت جو جذبو ته تعصب ۽ تنگ خيالي، خود پسندي ۽ خود غرضي، حسد ۽ بغض، فرد جي شخصيت ۽ آزادي خواهه بين قومن جي ڀلائي جو دشمن بڻجي پوي. اها حقيقت آهي ته يورپ جي جن ملڪن پنهنجو جذبو نيڪ مراد سان اُپاريو ويو سي ئي ملڪ نه فقط شخصي آزاديءَ کي نگھوسار ڪرڻ ۾ لڳي ويا، پر بين قومن لاءِ پڻ

مصيبت جو باعث بڻيا. مئزني ۽ گئريبالڊي اٽليءَ کي
غلاميءَ مان ڪڍي آزاديءَ جي راهه تي آندو، پر
مسوليني ٻين جي آزادي هڙپ ڪرڻ ۾ لڳي ويو ۽
خود پنهنجي ملڪ ۾ شخصي آزاديءَ جو دشمن ثابت
ٿيو. يورپ جي ٻين ملڪن سان به ساڳي ڪار آهي.
ٻي جنگ کانپوءِ هندستان ۽ انڊونيشيا جي آزاد ٿيڻ
سبب اڳين حاڪمن کي چڱيري چوٽ رسي آهي،
پر ان عيوض ڪميونسٽي سلطنت جي وجود ۾ اچڻ
سبب نئون گهوٽالو پيدا ٿي پيو آهي. اها حقيقت
آهي ته قوميت جي اوسر پڄاڻا هڪ نه ٻئي بهاني
انيڪ جنگيون لڳيون آهن.

اڄ ڪلهه قوميت سان گڏ لوڪشاهي طرز تي
ڪاروبار هلائڻ جو رواج به تقريبا عام ٿي چڪو آهي،
گرچ هن وقت ڪو به ملڪ اڃا اهڙو اُسريل ناهي، جو
لوڪشاهي مڪمل ريت عمل ۾ آڻي سگهجي. ظاهري
ريت ووٽ ذريعي عيوضي چونڊي لوڪ سڀا وغيره
۾ موڪلڻ سان ڪو عام جي هٿن ۾ اختيار نٿو اچي.
حڪومت جي واڳ اڪثر ٿورن ماڻهن جي هٿن ۾ ٿي
رهجي وڃي ٿي، جن کي پنهنجا مطلب ۽ مرادون آهن.
ازانسواءِ اهي ملڪ جي سماجڪ خواهه آرٿڪ ريت
پٺتي پيل آهن، انهي ٿورائي وارن سان انياءُ ٿيڻ جو
وڌو امڪان آهي. ممڪن آهي ته قانون ذريعي ٿورائي

وارن جي حقن جي حفاظت جو پربند ڪيو ويو، پر جيسين عوام روشن دماغ ۽ انصاف پسند ناهي، تيسين ٻهاني ڪٻهاني گهٽائي وارا تورائي وارن جي حقن واسطن ۾ ڪتو وجهڻ ڪان ڪين هڪڪندا ۽ هنن تي پنهنجي سنسڪرتي ۽ ڀاشا، رسم - رواج رهڻي - ڪهڻي ۽ آچار ويچار مڙهڻ جي ڪوشش ڪري، هنن جي حياتي وهه ڪري ڏيندا.

اوائل ۾ هرڪو فقط پنهنجي ديش اڏڻ خاطر قوميت جو نعرو تو هڻي، پر هڪ وار اهو ٻن ٻيرن تي بيٺو، ته پوءِ انجون اڪيون وجيو ٻين جي ملڪن ۾ اٽڪن ويو وروڌ لاءِ ازخود ميدان تيار ٿيو وڃي.

هيٺئو اِنسان ذات واقعي هڪ ڪٽنب آهي ۽ سيٺي ان ڪٽنب جا ڀاتي آهيون. مگر ارمان ته انهيءَ ڪٽنب ڪي ڪنهن قانون اندر منظم ڪرڻ جو اجا خاطر خواهه سڌارو ٿي نه سگهيو آهي. جڏهن ڪري متيپد يا جهڳڙي جي حالت ۾ جنگ جو خطرو پيدا ٿيو وڃي. هيل تائين ليگ آف نيشنس ۽ يونائيٽيڊ نيشنس وغيره جنگ ٽاري نه سگهيا آهن، ڇاڪاڻ ته هرڪا قوم قانوني ريت خود مختيار آهي، ته ٻي قوم سان ڪهڙي به روش اختيار ڪري. هن وقت اٽڪندڙ ٽريون يونائيٽيڊ نيشنس اندر بحث ڪري سگهن ٿيون، پر ان جي راءِ ڪي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پاڻ ڪي بدل نٿيون سمجهن

۽ نه وري ڪو اهڙو پربند ئي آهي جو هنن کي مجبوريءَ فيصلو قبول ڪرائي.

گذريل ٻن صدين جي تاريخ شاهد آهي ته قوميت، انسانيت ۽ پرسپر دوستيءَ، انتر راشٽري سنگٺن ۽ عالمگير امن امان خواه دنيا مرڪب تهذيب ۽ تيسين سهڪار ۽ آسودگيءَ جي دشمن رهي آهي، ۽ بدبخت ٿورائي وارن گروهن لاءِ مصيبت جو باعث بڻي آهي. تنهن ڪري قوميت جو سڌانت ڪن حدن اندر لاڀدائڪ هوندي به انسان ذات جي بهبوديءَ ۽ آسودگيءَ ۽ خاص ڪري امن امان جي آڏو آيو آهي.

البت ائين آهي ته منش جاتيءَ جي وڪاس ۾ قوميت به هڪ قسم جو ڏاڪو آهي ۽ ان ڏاڪا ڏيهن ڪنهن حد تائين ترقي ڪري سگهي ٿو. پر اها پڻ حقيقت آهي ته جيسين قومن پنهنجي خود مختياريءَ تان ڪي قدر دست بردار ٿي، انتر راشٽري سنگٺن کي پڪي پائي ئي آڻڻ ۾ ساٿ نه ڏنو آهي ۽ جهڳڙا نبيرڻ لاءِ ڪو انتظام نه رکيو آهي ۽ اڳرائي ڪندڙن کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ پربند نه ڪيو آهي، تيسين قوميت جو اصول ۽ پيروي خطري کان خالي ناهي. ازانسواءِ موجوده دنيا جي اُپت جي ورهاست پڻ ڪنهن نياءَ پٽاندر ٿيڻ گهرجي. وري جن ملڪن ۾ ماڻهو گهاٽ ٿيل آهن، تن جي روزگار جو مسئلو پڻ

دنيا اندو خلم جو باعث ٿيندو. هنوقت آفريڪا، ڏکڻ آميريڪا، آسٽريليا ۾ تمام ٿورا ماڻهو رهن ٿا، جي ايڏي اراضيءَ کي ڪي پنهنجي ڪم آڻين ٿا، نڪي ٻين کي ڪم آڻڻ ڏين ٿا. اها حالت سدائين ڪانه هلي سگهندي نڪي ڪن ٿورن جو ظابطو هميشه لاءِ رهي سگهندو. ٻيا به ڪيترائي مسئلا آهن جنجو نبيرو فقط عالمگير برادري ڪري سگهي ٿي.

# چيتنا ڇاهي؟

هن ديس جي ڪن دارشنڪن چيو جڳت آهي مايا، جو ڀرم سبب اڻهوندي هوند ٿو ڀاسي. ان تي ڪن ڪوين کي ائين آيو ته ڪيئن اڻهوند تي ڪوتا رچن. هنن چيو جڳت آهي ليلا يا هڪ قسم جو کيل، جنهن ۾ پردن پٺيان پردا کلندا ٿا رهن. اڄوڪا وگياني انهيءَ وچار جو سمرٿن ٿا ڪن ته جڳت ڪا وٿ ناهي پر ليلا (Phenomenon or process) آهي، جنهن انوسار هرڪا وٿ ٻي وٿ ۾ بدلجندي ٿي رهي. انهيءَ دائمي پريورتن جو ڪارڻ آهي ڏئيدرچنا (Matter and antimatter) جا ادرشٽ شڪتين جي اڻ ترٽ ڏٺارا ايلا وچيندي ٿي رهي. چيتنا به اهڙي گپت شڪتي آهي، جنهنجو پرتکش پرڪاش آهي جيون. جنهن به وٿ ۾ جان آهي - پوءِ اهو وڻ ٻوٽو هجي ڪي ڪيڙو ماڪوڙو، ته ان ۾ چيتنا جو پرواهه اوس آهي. البت جيئن بجلي بلب جي بناوٽ انوسار روشني ڏئي ٿي، تيئن چيتنا پڻ پراڻيءَ جي وٿ آهر پرڪاشت ٿئي ٿي. انڪري ڳانءِ ۽ ماڻهوءَ جي چيتن شڪتيءَ ۾ فرق آهي. چيتنا ساڳي آهي پر ان جي

پرڪاش جو مدار پراڻيءَ جي بناوت مطابق آهي. خود ماڻهوءَ ۾ اُنجي پرڪاش جي قوّت ڪن حالتن تي مدار ٿي رکي. مثلاً مان مورڇت آهيان ته واردات جي سمڪ ٿي نه پوندي، يا گهري ننڊ ۾ آهيان ته سچيتي گهٽجي ويندي. شرير جي جياپي جو مدار رت جي دؤري تي آهي ۽ سچيتيءَ جو مدار مغز تي. مگر مغز کي بين عضون جي ڀيٽ ۾ ٻارهوُڻو رت کپي. انڪري مغز کي رت گهٽ ملندو ته ماڻهو ٻيو ڪ، ڪائيندو. اسان کي ڏسڻ گهرجي ته اسانجي نرالين اوستائن ۾ چيتنا جو پرڪاش ڪيئن ٿو ٿئي.

۱. **جاگرت اوستا** - جنهن ۾ ڏسي ٻڌي ڇهي سنگهي، ڳڻي توري، سوچي ويچاري، اڇي رچي سگهجي ٿو. انهيءَ اوستا ۾ اسين هلون چلون، ڪم ڪار ڪريون ٿا.

۲. **ڪلپنڪ اوستا** - جنهن ۾ خيالي لغڙ اُڏائي هوائي محلات اڏيون ٿا ۽ پوجنائون رٿي، ستائون ستي پنهنجي اڇا شڪتيءَ کي سگهارو ڪريون ٿا. اهي خيال خفت، ٻوُر ۽ سوداءَ اسانجي اڇا جو استول روپ آهن. انهن وسيلي من ۾ مگهن بڻجي، مؤج ماڻي سگهجي ٿي. خيال جي خصلت آهي ته پنهنجي خفت کي سچيوَ ڪرڻ لاءِ ان کي استول آڪار بخشي. انڪري ڪلپنڪ ڪاياُون ساڌارڻ صورتن کان بهتر پاسنديون آهن.

ڪلپنا ۽ اڇا جو هڪبئي سان جگري سنبنڌ آهي، جنهنڪري هڪبئي تي اثر انداز ٿين ٿيون.

۳. **سوپن اوستا**- اها ڪلپنڪ اوستا (Day Dreaming) کان نرالي آهي. سپنن تي ڪنهنجو وس نٿو هلي. اهي اچيت جي اوڙاهه مان اوچتو پرگهٽ ٿي گم ٿيو وڃن. انهن ۾ معاملا ترتيب بنا انگڙيل ونگڙيل، اُلٽ پلٽ هوندا آهن. البت ڪو ڪو سپنو آئينده تي روشني وجهندو آهي. اڪثر سپنا اچيت اندر آڳاٽين وڪرتين ۽ سمرتين جو بگڙيل عڪس آهن.

۴. **انيڪ اوستا**- هي اوچتو چمڪو آهي، جو ڪڻ ۾ ڪيرڻ تي ويندو آهي. انجي رفتار روشنيءَ جهڙي تيز آهي. هڪ سيڪنڊ جي 0/172000 ڀاڱي جيترو جتاءُ مس ڪندي آهي. منش سنا جو اهو سرجڻڪ ڪڻ آهي، جنهنجي آگيا انوسار عمل ڪري پرڦلتا پراپت ڪجي ٿي. اهو ٽمڪو ازخود ٿيندو آهي. اسانجي اڇا انوسار اُڀرن نٿو ٿئي. انجي مراد ڪو اصول آدرش، مقصد ماڳ هوندو آهي ۽ شايد گهڻي ساڌن جو ڦل آهي.

۵. **اذاسرت اوستا**- هن قسم جي غشي اجائي اچي گم ٿي ويندي آهي. ان عرصي ۾ منوهر صورتون مورتون، ديدار ۽ درشن پسبا آهن. جئن ميرا گرڌر گوپال سان ڳالهائيندي هئي، تئن شرڌالو پنهنجي اشٽ جو ساڪيات درشن ڪندو هن کي ڳالهيندو ٻڌندو

۽ عاشق پنهنجي محبوبا کي گلي لڳائيندو آهي. ممڪن آهي ته هو ڪا ڪوتا رچي، چٽو چٽي، ڳائي وڄائي. اها اپار اوستا ماڻهوءَ کي ماحول مان ڪڍي آدرشي جڳت جو ديدار ٿي ڪرائي. ڪي انجوا جوڳه لاپ ونڻ لاءِ ڀنڊورو گهمائيندا آهن ته ڪرشن جو درشن ڪرڻ سبب پاڻ مهاتما بڻجي پيا آهن. مهاتما بڻجڻ اهڙو سولو ناهي. ماڻهو جيڪي سوچي ٿو سوئي پسي ٿو. خولي ڪورٽ ۽ پوليس پيو ڏسندو ۽ واپاري پلاوٽا ۽ گراهڪ. هڪوار تند تني ته جيڪي چاهيندو سوئي ڏسندو. ماڻهوءَ جو جيءُ (Empirical ego) ڀٽيوئي اهڙن اٿون مان آهي. انڪري پڪتي مارگين جي پوءِ من ڪان بچڻ ضروري آهي.

٦. **موجي اوستا** - اها ٿورو وقت هلندي آهي. ممڪن آهي ته پينگ ۽ چرس دٽارا بود ۾ اچي اهڙو آنند ماڻجي.

٧. **جذباتي اوستا** - جنهن ۾ پاوڪ هردي جا اُمنگ جرڪڻ لڳندا آهن ۽ ماڻهو نشپاپ آنند جو پاڳي ٿيندو آهي. ڌيان ڪرڻ سان ماڻهو اهو سک پائي سگهي ٿو.

٨. **ٿريا** - جنهن ۾ سموري سرشٽيءَ سان سمانتا جو ڀاءُ محسوس ڪيو آهي. ”جدا جانب ري جاءِ نه ڪائي - سڀ عالم جنهنجو شرير“ يا ”جيڏانهن ڪريان

پوکہ - تيڏا اُهن صاحب سامهون." اهو سڀ ۾ ڀاڳ ويا، پڪ تيڻ
۽ سڀ کي ڀاڳ ۾ پڻ سمپورڻ سڌي آهي. ائين ڀاڳ کي وشو جي
ٽرنگن ۾ لوڙهي ڇڏڻ سان اتيست آنند پراپت ٿيندو.

٩. ٽريتمت - ٽريا کان متيرو آهي راس ليلا جي
انڀوتي. انهيءَ آتم اوستا ۾ منش اٺوءَ کي اڻ اٺوءَ ۾
بدلجندو ڏسي ٿو ۽ سنسار ساگر اندر سرشٽيون سرجنديون
سميٽجنديون پسي ٿو. پيو ته انهيءَ اوستا ۾ هو بلڪل
بالڪ وانگر کلي ڳالهائي، هلي چلي ٿو. متس ڪا
روڪ ناهي ۽ ڪرم بڌن کان آجو آهي. هن ڀڳتيءَ
جيءَ جي پورتين ٽورڻين سمرتن جون وڌيڪ ڳالهيون آکيل
ڀاڳ کي پالهو ڪيو آهي، جنهنڪري هو جيون مکت
آهي. انهيءَ اوچ ڪوٺيءَ تي رسڻ لاءِ چت ورتي نرود
ضروري آهي. انجو مطلب ڀاڳ کي وسارڻ يا گيدوارو
ٿيڻ ناهي. پر پار مان اپار تي پهچڻ آهي.

چيتنا جي باري ۾ جيترا آهن اُپديشڪ، اوترا آهن
اُلجهن. ڪئين شاسترن جا شلوڪ آچاري ڀاڳ کي خواه
بين کي سمجهائن ٿا. ليڪن هي ڪو دليل بازيءَ جو
معاملو ناهي. جيسين ماڻهو پنهنجو ڀاڳ تجربي مان نه
لنگهيو آهي تيسين اهو اُپتار چندر ڪانتا جي قصي
جهڙي لڳندي. مان هن وشيه ۾ ڪو ماهر ناهيان،
انڪري امڪان آهي ته غلطيون ڪندو هجان. ليڪن
آءٌ پنهنجي جاڻ انوسار تو لکان ۽ ڀاڳ تي ٿئي پروسو

ٿو رکان. مراد آهي ته جيڪا ٿورڙي چاڻ اٿم سا سيڪي سان ونڊيان، جنهن ڀين ۾ ب ـ اهڙي نوس نوس لاء چاهنا اُڀپن ٿئي. مونکي پڪ آهي ته هرڪو پنهنجي جمار ۾ اهڙن تجربن مان لنگهي ٿو، مگر انهن تي ڌيان نه ڏيڻ سبب اڻاڻ رهجي وڃي ٿو. هيئنر ٽند بنا تار، ٽيليفون، ريڊار وغيره سبب سمجهڻ مشڪل ناهي ته ماڻهوء ۾ اهي شڪتيون آهن. شايد ڪو وقت اچي جو ٽيليفون بنا ماڻهو هڪٻئي جا خيال جهٽي سگهن هيئنر ياٽکي چتائي ڏسو ته ڪٿان ڪٿان جا اٿر توهان ۾ گهڙي اچن ٿا ۽ توهان جو من ٿورڙي چرچ تي ڪيئن تپڻ لڳي ٿو. پتنجليء من تي ضابطو رکڻ لاء يم سنيم نيم وغيره جو مشورو ڏنو.

ائين ڪرڻ سان چت کي هڪ هنڌ ڪپائـي تـ سگهجي ٿو پر ان مان ڪو لاڀ ڪونهي. ماڻهو جڏهن ڌارڻا تي ڌيان لڳائي ٿو ان ۾ دريو تيندو وڃي ٿو. اها دريتا اکين تي کوپا چاڙهي ڍڳي کي نار ۾ هلائي ٿي ۽ هن مان روء سوء ڏسڻ وائسڻ هلڻ چلڻ جي شڪتي گم ٿي وڃي ٿي. پوء هو جمار پر ڏيڍر وانگر ٽان ٽان ڪري ڪمپ ڪتل ويچار دهرائيندو رهي ٿو. اهو سچ کي ڳولهڻ جو طريقو ناهي، نڪي انکي گيان ٿي چئبو. گيان شڪتي آهي جا مڪت ڪري ٿي ۽ جيون کي لاڀدائڪ بڻائي ٿي. انڪري پنهنجو پاڻ تي

ياڙڻ، سوچڻ ويچارڻ، نوان پريوگ ۽ تجربا آزمائڻ ٻيا چارو ناهي. ائين ڪرڻ سان ماڻهوءَ جي چت ڪرڻ وڌ تيجسوي ٿئي ٿي ۽ هو جوتيمان ٻڻجي ٿو، جو ئي آهي مقصد جيون جي جاڪوڙ جو.

# لينن

”جڳ جو پورهيتو، ‏هڪمشت ٿيو! ڪڙين ڪانسواءِ ڪي ڪينهيو جو وڃايو!!“ اها هئي للڪار جا ۱۹۵۸ع جي ڪميونسٽ اعلان ڏنارن وائکي ڪئي. **مارڪس** جو وشواس هو تہ دنيا جا محنت ڪش ڪرڪشندا ۽ شاهوڪارشاهيءَ جي پاڙ پٽي ايندي. ڇيائين، سماج آهي وروڌي وَرگن ۾ ورهايل. پراچين سمي هئا براهمڻ کتري، وئش، شودر يا مالڪ ۽ غلام، پوءِ ٿيا زميندار ۽ ڪرمي، پوءِ ڏنات ۽ پورهيت. جهڙا هوندا آجيوڪا جا اُپاءَ، تهڙا ٿيندا قاعدا قانون، رسم رواج، ڌرم ڪرم، هلي چلي، ساهتيہ ۽ ڪلا وغيره. ڪوبہ انهيءَ اِشڪنجي کان آجو ناهي. روزگار خاطر جيڪو پورهيو ٿو ڪجي، تنهن ڏنارن ئي سماجي لڳ لاڳاپا ۽ آچار وهنوار جڙن ٿا ۽ ويڪ خواهہ نيمت ربت جو ماندارڊ منڊ جي ٿو. پونجي وادي سيپتا هجي، ڪي سماجوادي تهذيب تہ بہ اُصولي ربت آرٽڪ نيمن جو اُلنگهن ڪري نٿي سگهي. پونجيوادي سرشتي ۾ مزدور پنهنجي آجيوڪا جي اُجوري، مشين جي گانپيت، ڪچي مال جي قيمت کان وڌ اُپائي ٿو، جو شاهوڪار نفعي (سرپلس وئليو)

جي صورت ۾ نڪتي وڃي ٿو. هو پاڻ گهڻو ڪمائڻ ۽ پورهيت کي گهٽ ڏيڻ ۾ وشواس رکي ٿو، جنهنڪري ڌرين وچ ۾ ڇڪتاڻ ٿئي ٿي. نتيجو اهو ٿو لڳي جو هڪ طرف ڪروڙپتي ته ٻئي طرف ڪنگال ٿين ٿا. جتي به اهڙي حالت آهي، اُتي انقلابي حالتون آهن، ڇاڪاڻ ته بک بيروزگاري جا ستايل، خون خرابي کان ڪين هٻڪندا ۽ ملڪ ۾ پرتيت مچي ويندو. مارڪس سمجهو ته اهڙو خوني انقلاب اَٽل آهي ۽ هر ڪنهن پورهيت کي اُنجي ڪاميابي لاءِ ڪوشش ڪرڻ جڳائي.

مارڪس جا اهي ويچار ١٩ صديءَ جي وچولي عرصي انوسار هئا. ٿهانپوءِ سوا صديءَ ۾ وگيان ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ حيرت انگيز ترقيءَ سبب يورپ جي رهڻي ڪرڻيءَ ۾ اهڙو ڦيرو آيو آهي، جو مارڪس جي خواب خيال ۾ نه هو. تنهن هوندي به ڪارل مارڪس نهايت زبردست اتهاسڪ شخصيت ٿي گذريو آهي، جنهن جمار جي گوڙهي ابياس پڄاڻا "پونجي" (ڪئپيٽل) گرنٿ رچيو جو ڪميونوادين جو قرآن ليکبو آهي.

اُن پڄاڻا **ليمن** ٿي هو، جنهن مارڪس جي ابياس کي عملي جامو پهرائڻ جو يتن ڪيو. شخصي ريت ليمن، مارڪس کان گهڻو وڌ جبرو ۽ عملي شخص هو، جنهن ستن ورهين جي ٿورڙي عرصي واري حڪومت دئاران مارڪسواد کي روس جي نجتر حالتن سان ٺهڪائي

بيمار ٿيو. هن جو جنمي نالو ولاديمير اليچ يُوليانوو هو، ٿي گرفتار ٿيڻ جي ڊپ سبب روءِپوشيءَ جي سمي پاڻ تي نرالا رکندو هو. پوءِ هو "ليڊن" جي نالي سان مشهور ٿيو جو سئبيريا جي ليما نديءَ تان ورتل آهي. هو اصل ڳوناٺو هو، جڏهن جي وڏي ڀاءُ ساشا (اليگزئنڊر) کي زار بادشاهه کي قتل ڪرڻ جي الزام هيٺ ٢١ ورهين جي ڀوهه جوانيءَ ۾ ڦاسي ڏني هئائون. تڏهن ليڊن ١٧ ورهين جو مس هو. ننڍي هوندي هو لڄارو هوندو هو ۽ اڪيلو رهڻ پسند ڪندو هو. هن جو پنهنجي وڏي ڀاءُ سان آتي سنيهه هو. وس پڄندي هنجي ٻول چال جو نقل ڪندو هو. ڀاءُ جي شهادت پڄاڻا پوءِ ڪيائين ته اُنجو بدلو چڪي ويندو.

پر اهو ڪو سولو ڪم ته ڪين هو. سو ڇيائين ته ڪن جزوي حاڪمن جو خون ڪرڻ سان ڏرت ڪانه ٿيندي، ڇاڪاڻ ته هي سموري سرشتي کي اُلٽ پلٽ ڪرڻ جو معاملو آهي. انڪاءِ ويچارن جي ڦهلاءُ دناران ماڻهن جي من ورتيءَ ۾ ڦيرو آڻڻ ضروري آهي. ان ڪري هو حالتن جو اڀياس ڪرڻ ۽ عملي ريت ڪارگر اُپاءُ ڳولي لهڻ جي ڪم ۾ جنبي ويو. انڪاءِ هن کي جيل جي سزا به ملي ته سئبيريا ۾ به اُماڻيو ويو.

انهيءَ زماني ۾ سئبيريا جو سرد سيو ملڪ اسان جي اندمان (ڪارو پاڻي) سمان ليکبو هو، جتي ڳورن

ڏوهارين کي موڪليندا هئا. ليڪن ليدن آئي به سياسي چوپڙيون لکندو هو. انلاءِ هو سڪل روٽيءَ مان نعيڙي کپڙي ناهي آن ۾ کپڙ يا ليمي جي رس وجهي ۽ ماچيس جي تيلي انهر بوڙي اکر لکندو هو، جي پوءِ گرم پاڻيءَ ۾ پسائڻ سان پڌرا ٿي پوندا هئا. اتفاق سان وارڊر ايندو هو ته ڪپڙيون ڳيهي ويندو هو. هڪ دفعي هڪ ڏينهن اندر اهڙيون ڇهه ڪپڙيون ڳيهي ويو. هڪ دفعي جيلر چيس، زارشاهيءَ کي ڊاهڻ جي ماليخوليا مغز مان ڪڍي ڇڏ. اجايو پٽ سان ٽو مٿو هڻين. چيائينس، هيءَ پٽ پوري ٿي ويئي آهي. ٺيلهو ڏبس ته اچي پٽ پوندي. البت ايمان ڪيي.

ليدن نهايت ذهين شخص هو جنهنڪري آسانيءَ سان اسڪولي وديا پراپت ڪيائين. پوءِ سرڪار، سندس پڙهڻ تي بندش وڌي ته گوهيون ڏيئي پيٽرسبرگ ۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪيائين.

ليدن نهايت دڙ ارادي وارو هوندو هو. جڏهن ڏٺائين ته سرڪار سندس پنهنجان ڪاهي پيئي آهي ۽ روس ۾ ڪو ڪارگر ڪم ڪري نٿو سگهي ته پوءِ روءِپوش ٿي يورپ هليو ويو، جتي زارشاهي خلاف گهات گهڙيندو رهيو. پهرين اڪيلو هو، پوءِ سندس پتني ڪروپسڪايا به ميونڪ ۾ ساڻس شامل ٿي. انهيءَ روءِپوش جي زماني ۾ هن يورپ جي ملڪن جو دؤرو

ڪيو ۽ اُتيجي انقلابين ۽ ويچاروانن سان رلي ملي اُتيجي علمي بحثن ۽ لهرن ۾ ڪافي اپياس ڪيو. آخرڪار پهرين عالمگير جنگ لڳي ته ٽئين بورگ جي لڙائيءَ ۾ ليوڊنڊارف هٿان روسي فوجن جي شڪست سبب لشڪر ۾ اچي ناڪارو پيو ۽ پيٽرسبرگ ۾ فوجي بلوي سبب اَنڌ ڌنڌ مچي ويو. اُن وقت ليڊن پيٽرسبرگ ۾ ويو، جتي هن طوفاني چوهن جو مقابلو بولشيوڪ (گهٽائي واري ڌر) پارٽيءَ جي مدد سان ڪيرنسڪيءَ جي نرم ڌر خواهه زار نڪولس جو خاتمو آندو. ٿهانپوءِ هن جي رهبريءَ هيٺ بولشيوڪ ڌر حيرت انگيز همت ۽ قربانيءَ ذريعي روسي سالارن ۽ زميندارن ۽ ولايتي حملي آورن کي شڪست ڏيئي روس ۾ سماجوادي حڪومت جو پايو وڌو.

ليڊن سخت محنتي مڙس هو. هڪ دفعي بيماريءَ سبب بستري داخل هو ته ڊاڪٽرن مغزي ڪم ڪرڻ تي بندش وڌس. چيائين، توهين چا ٿا چئو، پر هي مغز ته سدائين هلي پيو. انڪي ڪو بيهاري سگهندو ٿي ڪونه. انڪري چو ڪين ڪنهن ڪارائتي ڪم ۾ لڳايان.

ليڊن رڳو زارشاهي اُلٽ پلٽ ڪري ها ته به اتهاس ۾ سندس نالو چمڪي ها. مگر هن نه رڳو زارشاهيءَ جو خاتمو آندو، پر ملڪ ۾ سماجوادي سرشتو قائم

ڪري لوڪن جي رهڻي ڪرڻي ۾ اٿل پٿل آئي، صدين جي آچار وهنوار کي بدلائي ڇڏيو. انڪري دنيا جا سمورا سماجوادي، لينن کي پنهنجو اشٽ گرو سمجهندا آهن. لينن جا ساٿي ته گهٽيڻي هٿا جي سندس ديهانت پڄاڻا ڪٺو ڪٺو ڪري ڪاٽا ڪيا ويا ۽ اسٽالن جي زبردست ڊڪٽيٽرشپ برپا ٿي. فرينچ انقلاب پڻ پنهنجا ٻچا پاڻ ئي ڳرڪائي ويو. ورلو ڪو انقلاب جي جهڙپ مان بچي نڪرندو آهي. انڪري جيسين اسٽالن جيئرو هو تيسين ملڪ ۾ ڌهڪاءُ هو. البت هو وڏو معمار به هو ۽ پڻ ملڪ جو رکپال.

اسٽالن پڄاڻا، رڳو لينن کي ئي سرشٽ پد تي براجمان ڪيو اٿن، جنهنڪري هنجا اکيچار ليک ۽ بول ئي هر موقعي ۽ مند لاءِ موزون سمجهيا وڃن ٿا. اُنجو ڪارڻ خود لينن جي وياپڪ ۽ وشال بدي، ڪرانتڪاري لگن، نهٺو رلڻو ملڻو سڀاءُ، اٽڪ اورچائي، ڊريتا ۽ جوڙجڪي ڪم ڪرڻ جي انوکي لياقت ئي سمجهڻ گهرجي. هو وڏو ودوان پڻ هو، جنهن ڄمار ڀر مانو جاتيءَ جي مسئلن جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو. جبرو ڪرانتڪاري هوندي به تنگ دل نه هو ۽ حالتن انوسار ورتاءُ ڪندو هو. هن پنهنجي ذهني طاقت ۽ ڪمال صداقت سان روسي سماج ۾ ڦيرو آندو ۽ اپامن جي هلي چلي، رسم رواج، ڌرم ڪرم جي بيخ ٻُڌي ڪڍي.

انکري هو دنيا جي ممتاز هستين ۾ شماريو ٿو وڃي ۽ واقعي دنيا جو ٻيهر سيڪڙو آدم هنکي انهيءَ پاونا سان ڏسي ٿو.

هتي ممکن ناهي ته ليمن جي آرٿڪ، سماجڪ ۽ راڄنيتڪ ويچارن جي وچور ڏجي. هن سڄي جمار اَنيڪ مسئلن تي قلمراني ڪئي ۽ ڪيترن سڌانتن ۽ تحريڪن جا بيان خواه آڳاٽن متيدن جا تفصيل ڏنا اُنس سندس مراد هئي حقيقي حالتن کي چٽيءَ ريت سمجهي انقلاب آڻجي. هن نٿي چاهيو ته خيالي غبار ۽ مذهبي وهم، جذباتي جولان ۽ اند وشواس دئاران حياتيءَ جي نهايت اَڻ وڻندڙ حقيقت تي نقاب وجهي ڇڏجي. هن حقيقت جو پلاند پڪڙي پاکنڊ جو پول پڌرو ڪرڻ تي چاهيو ۽ پراڻ - پوڄا عيوض هلندڙ حال جي سماجي لاڙن جي اڀياس ڪرڻ جو مشورو ڏنو. ڄاڻائين تي علم ضروري آهي - پاڻ وڏو عالم هو - پر سڪڻو علم ڪافي ناهي. علم کي عمل سان ملائڻ ضروري آهي - ۽ اهو عمل آهي انقلاب - جو سماج جي هالو چالو وهنوار جون ڏجون اُڏائي، تئين مارگ تي هلڻ سيکاري. وشواس هوس ته روسي انقلاب جي چڻنگ دنيا ۾ ٻيهت باريندي ۽ اُنجي جهان سوز شعلن ۾ هي غليظ سماج سڙي ڀسم ٿيندي ۽ اُن جي خاڪ مان نوجيون نروار ٿيندو. جنهن سياري پهاڳا بسنت اَڻ ٽر آهي، تنهن اهو

انقلاب پڻ اوس ايندو. ڪو انکي روڪي نٿو سگهي. ليڪن انجو هرتا ڪرتا ڪو قادر ڪريم، پير پيغمبر ناهي. خود ماڻهو ئي پنهنجي تقدير جا پاڻ خاوند آهن. هو پنهنجي پگهر جي پورهئي ۽ عقل ذريعي پنهنجي قسمت اَڏي سگهن ٿا.

گوليءَ لڳڻ سبب لينن جو ديهانت ١٩٢٤ ۾ ٿيو. آڪٽوبر ١٩١٧ کان پوءِ ستن سالن جي ولوله خيز هنگامي عرصي اندر هن نه رڳو عظيم انقلاب آڻي نئين نموني جي حڪومتي ڪاروبار جو آرنڀ ڪيو، پر سماجوادي سرشتي ذريعي رهڻي ڪرڻي بدلي ڇڏي، اها ڪا رواجي ڳالهه ناهي.

لينن ودوان ليکڪ ۽ نيڪاڪار هو. آڳاٽن آچارين وانگر هو باريڪ بين ۽ برجستو نڪته پرداز هو. هن سماجوادي سڌانتن جي ڦهلاءَ ۽ پارٽيءَ جي پرچار لاءِ ئي لکيو ۽ ساهتيه کي انقلاب جو واهڻ بڻائڻ ٿي چاهيو. سندس اٺاهه لکيتن ۾ هر معاملي تي رايا ۽ ويچار ڏنا پکڙيا پيا آهن. سندس پاڻن ۾ به چيدز نڪتچيني آهي، چاڪاڻ ته هو بنا للي چپيءَ نيڪا ٽپڻيءَ کان نه گسندو هو. چوندو هو ته ڪين ٿا هالو چالو پاکنڊ جا پول پڌرا ڪيو. سندس گرنٿن ۾ آڳاٽن جهيڙن ۽ تحريڪن جا تفصيل آهن، جي جزوي کوجڪن کانسواءِ بين کي بر ڪندا. انکري سندس چونڊ راين ۽ رغبتن جو

اِنتخاب شايد وڌ ڪارگر ٿئي. گانڌيءَ وانگر هو بہ اورچ
ليڪ هو ۽ مهل موقعي انوسار بلڪل صاف ۽ تز،
سڌي ۽ سڌائيءَ، زوردار ۽ اثرائتي قلمراني ڪندو هو.
هن ڪي بيسوُد لفظن جا ڇيٽا نہ ٽڪيا، نڪي غبار پيدا
ڪري ماڻهن کي مجهو بڻايو. سندس مراد هئي تہ
سماجوادي حقيقت شناسي ۽ انقلاب اَشد ضرورت لاءِ
پانڪن کي آگاهہ ڪري. هن ماڻهن جي ذاتي عقل ۽
فهم، علم ۽ تجربي لئي تي ڀاڙيو ۽ ڀاڻ نهايت ذهين هئڻ
سبب لوڪن جي سوُجهہ بوُجهہ چست ڪرڻ تي چاهيائين.
هو سماجواد جو تبو ۽ روسي حڪومت جو سرمور
هوندي بہ تنگ دل نہ هو، جو ورونڌي راين تي روڪ
وجهي. هن کي ٻين جي خوبين ۽ خاصيتن جو جوڳو
احساس هو، جنهڪري جبري منيهل هوندي بہ انهن
جو ڇنو ورنو تو ڪري. اها نرمم (Impersonal) آلوچنا
جي ڏات، هنجي وشال هردي ۽ جوتيمان بڌي،
وياپڪ ودوتا ۽ وراث درشن جو ثبوت آهي. سندس
لکڻيءَ جي طرز ووادي ۽ ڀاشٽي آهي. وڏي ڳالهہ
تہ ڪرانتڪاري لکن هوندي بہ هو ويچارن جي
چند چاڻ ڪري ورونڌين جا گڻ گرهڻ ڪرڻ تو چاهي.
هن کي خسيس طبع، تنگ دل، ڪوتاهہ نظر، نديڙن
معاملن ۾ اَٽڪندڙن کان نُاهہ آهي ۽ اِنسان ذات جي
مڙني مسئلن ۾ دلچسپي اٿس. ازانسواءِ هو اِنساني

خوشحاليءَ جو سڪڙو جاپ نٿو جپي نڪي لفظي ٽولڙا ٺاهي ٿو ونڊرائي پر عملي ريت وگيانڪ طريقي مسئلا حل ڪرڻ جو مشورو ٿو ڏئي. اهڙو آهي ليمن.

گهڻن ڪمن ۾ مشغول هئڻ سبب ليمن کي ساهتڪ گرنٿن پڙهڻ جو موقعو نہ ملندو هو. تنهن هوندي بہ هو شيڪسپيئر، بلزاڪ، شيلي، بائرن، ڪارلائيل، پشڪن، ٽالسٽاءِ وغيره جا پستڪ پڙهندو هو. هن کي ساهتيہ ڪلا لاءِ سنيهہ هو. رڳو خواهش هيس تہ ان ڏاتارن عوامي ابلاکائن ۽ آراڌنائن، اُمنگن ۽ اُميدن جو عڪس کينچجي ۽ اهو اهڙي سهنجي سرل نموني پيش ڪجي جو هرڪو سولائي سان سمجهي سگهي. ڪلاڪار کي اڌڪار آهي تہ پنهنجي ويڪ بڌيءَ انوسار لکي. رڳو منجهس اهڙي ساڃهہ هجي جو پنهنجي لکڻيءَ سان سماج کي هاڃي نہ رسائي ۽ لوڪن جي گراوٽ جو باعث نہ بڻجي. انڪري ليمن ساهتيڪارن تي ٽيڪا ٽپڻي بہ انهيءَ نقطہ نگاهہ کان ڪئي آهي. مثلا ٽالسٽاءِ لاءِ چوي ٿو تہ هنکي ڳوٺاڻي ۽ هاري جيون جو انوکو گيان هو. روسي جيون جا جيڪي اثرائتا چٽر چٽيا اٿس، سي هن کي وشو ساهتيہ اندر اوچ پدويءَ جو اڌڪاري ٿا بڻائن. سندس ”امن ۽ جنگ“ خواهہ ”انا ڪرينينا“ جهڙا شاهڪار ناول اَمر رهندا. واقعي حيرت آهي تہ هي اميرزادو مسڪين هاريءَ

جي هردي ۾ ڪيئن تو جهائي پائي. پشڪن به خانداني شخص هو. انڪري ڪو گهٽ ڪلاونت ڪين هو. ڪوبه واد يا سڌانت قيمت ناهي، جنهن سان ماڻهوءَ جي مٽيا جي ماپ ڪجي. سندس اهي ٻول لکيا اهن.

ليڪن ليلن شاهي انقلاب جو پيشوا ۽ روسي حڪومت جو سرمور هو، جنهنڪري ٽالسٽاءِ جو ڌرمي سياءُ ۽ ستياگرهي منورتي اِتي وٽيس. ڇي، هڪ طرف لوٽ کسوٽ، زميداري ظلم ۽ سرڪاري دٻاءُ خلاف دانهن تو ڪري، ته ٻئي طرف آڌمغزي اُپديش تو ڏئي ته نبل جو ٻل رام، سچو سائينءَ جو پيارو آهي، غريبي گلزار ۽ شاهوڪاري دوزخ آهي. اها ايشيا جي اَياڳِن ۽ اَڻاسن، اُڪل ۽ نيمرجان ماڻهن جي دربل دکي نراس منورتي آهي، جا جريت ۽ جفاڪشيءَ سان وڙهي حق ونڻ لاءِ تحريڪ هلائي دوه ۽ اَتياچار جي جڙ اکوڙڻ عيوض سعاتن سڌانت ۽ ڌرمي ڏنڌلن دئارا ماڻهن کي مجوُ تي بٺائي. هن کي نردئي حالتن تي کاوڙ تي لڳي ۽ بهتريءَ لاءِ آند ماند تي ٿئيس ته چاتي ٻئي تو چوي، ”مان پاپي هچارو آهيان. منهنجي وجود ۾ جڳه جون براپون آهن. واجب آهي ته پاڪ کي پاپ - رهت ڪريان. انلاءِ گوشت کائڻ ڇڏي تو ڏيان اڳئي رڳو چانورن جي کٽ ليت کائيندس.“ پڌرو آهي ته هن شخص جي مغز تي ڪرست سوار آهي، جنهنڪري

اَهنسا جا اُپديش ڏني، هيڻن کي وَڌ ذليل ڪو بڻائي.
اِئين آهي ڇا ته هنجي وقلط سبب مائي باپ سرڪار
جا شرابي ۽ رشوتي آفيسر، شڪاري ڪتا پاليندڙ
زميندار ۽ ڏنڊي باز پوليس وارا ڌرماتما بڻجي پوندا،
يا دغاباز واپاري ۽ سٽوڙيا، پڙوا ۽ لغور اَشراف ٿيندا؟
ڇو ته ٽالسٽاءِ آهي روس جو ويڪ. ظاهري ريت
اهي ويچار آدرشي ته پاسن، پر آهن ڊربل ۽ مڙو،
سست ۽ خستہ مزاج قوم جي علامت.

ڇو ته جوشيلن انقلابين ۽ خشڪ طبع سماجوادي
پولڙين وچ لينن ئي يگانو شخص هو، جو پاڻ ئي ڪلي
جاڻندو هو. ڪيس اِنساني سڀاءَ جي ڄاڻ هئي ۽ ماڻهن
جي ڪوتاهين ۽ ڪميڻاين ۽ ڇساين مان بخوبيءَ واقف
هو. منجهس آڪڙ ۽ اَب مبر ته هوئي ڪونه، ۽ بنا اَرچڻ
سڀني سان رلندو ملندو هو. هن پاڻکي معيب بڻائڻ
جي ڪوشش ئي ڪانه ڪئي. سندس اِنساني خصلتن،
دماغي لياقتن، قلمي صداقت سبب ئي ماڻهن جو منجهس
وشواس جمي ويو هو. هوءُ **مهاتما گانڌيءَ** وانگر
ساتوڪ سڀاءَ جو هو. سادو کاڌو کائيندو ۽ سادا ڪپڙا
پهريندو هو. هن کي فضول خرچ ۽ عياشيءَ لاءِ سخت
نفرت هئي. هنکي پوتر جيون ۽ شڌ رهڻيءَ لاءِ اهڙو
چاه هو جهڙو هن ملڪ جي ڌرماتمائن ۾ پسبو آهي.
سندس سخت وروڌي به هنجي اعليٰ اخلاق ۽ ذاتي

شرافت جي ساک ڏين ٿا. هونئن به پڙرو آهي ته اوچ آتما ئي اهڙو اوچ ڪاريه ڪري سگهي ٿي، جو جنادار هجي ۽ انسان ذات جي تقدير بدلي ڇڏي. هن شخص ڪڏهن به پنهنجي وويڪ کي نه دٻايو، نکي عارضي مطلب خاطر سچ کان منهن موڙيو. حالتن جي مجبوريءَ سبب روسي انقلاب سرخ خون ۾ رڱجي ويو، جيتوڻيڪ هن جي دلي مراد عالمگير اَمن ۽ انساني برادري جي هئي. هن حياتيءَ ۾ گهڻيئي سختيون ڏٺيون، ان سبب نکي مايوس ٿيو نکي نراس، جنهنڪري آنت ڪال تائين سندس ديپڪ لاٽ ڪيئي چمڪندو رهيو ۽ اَڻانگين حالتن هيٺ ڪروڙين روسين جي رهبري ڪندو رهيو.

ليمن مهان ليکڪ هوندي به ساهتيڪار ڪين هو. اتفاق سان کو ڇپو موقعو ملندو هوس ته ساهتيه ۽ ساهتيڪارن تي قلمراني ڪندو هو. باقي مهاتما گانڌيءَ وانگر لگن هئڻ سبب پنهنجي مقصد ۽ مشن کي زور وٺائڻ لاءِ پيو سمجهائيون ۽ سلجهاءُ ڏيندو هو. اُنجو مطلب ناهي ساهتيه اندر لگن ۽ لڳاءُ، مقصد ۽ مشن داخل ڪري نٿا سگهجن. سچ ته اُنهن بنا سرينشٽ ساهتيه - سرجنا اَسنڀو آهي. ليڪن ساهتيه رچنا لاءِ پيو ڪجهه ڪپي جو انکي رواجي لکڻيءَ کان علحدو ڪري بيهاري. اها آهي ساهتيه ڪلا، جنهنجو سرجڻهار

جي ذاتي سياءَ، سکيا، محنت، ڪلاوَنتي ذات سان تعلق آهي. باقي ليمن برک ۽ جبرو ليکڪ هو ۽ نہ رڳو ساهتيہ سان دلي سنبنڌ هوس، پر ساهتيڪارن جي سار سنڀال بہ لهندو هو. مئڪسم گورڪيءَ سان تہ شخصي دوستي هئس ۽ سدائين هنجي خوشحاليءَ جي اون هوندي هئس. چاهيندو هو تہ سگهين ڏکوين ونڊ عيوض بيا بہ هن وانگر حياتيءَ جي وشڪ وديالي مان سکيا پرائين. هو چوچ مان گورڪيءَ جا پستڪ پڙهندو هو ۽ ڪردارن جي انساني خصلتن ۽ سوجھہ ٻوجھہ لاءِ داد ڏيندو هوس. تنهن هوندي بہ هن جي ناولن ۽ آکاڻين ۾ روس جي نهايت غليظ حالتن ۽ ڏهڪائيندڙ گراوٽ ۽ انساني ذلت جا وچور وار وستار ڏاهي ڇڏيندا هيس. چوندو هو تہ ماڻهن جي بي انتها بي دردي ۽ بدتميزي، حماقت ۽ ذلت، بيهودگي ۽ بڇڙائي مايوسي آڻيندي ۽ اوڪ بي همت بڻجي پوندا.

هڪ دفعي گورڪيءَ لکيس تہ پيٽرسبرگ جا پورهيت تہ لونيا ۽ لغور، ڪم چور ۽ حرامخور آهن. لفنگ ڪهڙو انقلاب آڻيندا؟ ذهين وچن ڏا پارٽيءَ کان پاسو ڪندا. باقي عام عقل بنا جاهل ۽ لچ ڪهڙو ملڪ اڏيندا؟ ليمن لکيس، يار تون پوولي بڻجي پيو آهين. لکيتن ۾ حقيقت پرڪر پيو لڳين، پر ماڻهن طرف رخ روماني اٿيئي. سمجهين ٿو سيئي ماڻهو گندين حالتن

جو شڪار آهن. هر وپرو ائين به ناهي. اسين مزدورن
جي لڙاڪ ڏر آهيون. پر ٽوڪي ٽورڙن ودوانن جي اهنج
نوَرت ڪرڻ جي اچي اون لڳي آهي. اهو ڪيئن
ممڪن آهي ته اسين پارٽيءَ وارن کي چئون ته ٽورڙن
عاقل ۽ عالم شخصن لاءِ سهنج ميسر ڪن، جڏهن
ڪروڙين ماڻهو ڏکيا بکيا آهن. اها پور جُوڳا منورٽي
آهي. تنهنجو ٽورڙن لاءِ هڏ ٽو ڪرڪي، پر لڪين
پورهيتن جي دانهن نٿو ٻڌين. انهن عاقلن پنهنجو علم
پئسي تي وڪيو آهي، تنهن هوندي به اهي چرتوهيڻ
پاڻڪي قوم جو مغز ٿا تصور ڪن. اهي پاڙي جا ٽٽون،
شاهوڪارن جا چاڙتا ڪهڙو ٻوٽو ٻاريندا؟ پڌرو آهي ته
پيٽرسبرگ جهڙي وڏي شهر ۾ اهي ودوان وچي ڳاهٽ
ٿيا آهن، جتي باغاري تقريرون ۽ تحريرون ڪري پاڻکي
جڳ جو مور ٿا سمجهن. منهنجي صلاح اٿيئي ته جلد
اتان پلئه آجا ڪري اڪر، نه ته اهي اندرئي ڪسارو
ڪري ڇڏيندءِ.

ٻئي دفعي گورڪيءَ لکيس” ته ايشور جي ڳولا ڪرڻ
بيڪار سمجهي، هاڻي ايشور رچنا يا خالق جي تخليق
۾ لڳي ويو آهيان؛ چاڪاڻ ته ماڻهن اڳيان ڪو آدرش
کپي، جنهنجي پيروي ڪن. ايئن لکيس ٻئي هڪ
جهڙا ئي بيسوُد آهن. ايشور آهي ئي ڪونه ته ايندو
ڪٿان؟ هزارين ورهيه ماڻهو جاکوڙ ڪندي فنا ٿي ويا،

پر ايشور نہ ليڀي نہ لڌو. ايشور ڳولبو ناهي پر اُچيت جي ڌنڌلن مان اُتپن ڪبو آهي. ماڻهو پنهنجي اهم جا نيچ ڀاو ۽ اَگيان، ڀوسي ۽ هيٺائي، وسوسا ۽ اُڌوڪا ڌهرائي، ٻارن جيان پاڻکي خوش ڪرڻ لاءِ وڏندڙ لفظن ۾ ڪوڪلا روحاني بدبدا اوڳاري، جهانجهہ وڄائي ۽ نڪ گسائي جهان جي ڌهڪائيندڙ حقيقت کان منهن موڙي ويو آهي. اهو ڌرم واقعي مٺو زهر آهي، جو دکي انسان کي مڇُو ٿو بڻائي. ان ڪري خدا پٺيان ڀٽڪڻ، ٽڪاڻا تيرٿ ٽڪرڻ پاڻکي ذليل ڪرڻ سمان آهي ۽ خدا خلقڻ جو خفت هڪ ڪراهت ڏياريندڙ شغل. ڪي ديوي ديوتائن سان عشق بازي ٿا ڪن تہ ڪي ڀڄن ڳائي پاڻ کي ڀڄو بڻائن. هي جيون آهي جڏ، جنهن لاءِ جرئت ۽ همت کپي. پر ڌرم آهي گند غلاظت، مرض ۽ جهالت، انياءِ ۽ اتياچار تي اَڪہ ڀُور. ڇي اهو ڀڳونت جو ڀاڻو آهي. اهڙي الله کان اوندهہ ڀلي جو ازلي انياءِ ۽ اتياچار نوَرت ڪري نہ سگهي.

لينن جي سمي، روسي جوان، مايا ڪووسڪيءَ تي مفتون هئا. ليڪن لينن کي هنجي ”دفتر شاهي“ ڪوتا ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪين وڻيو. هنجي ڪوتا پڙهڻ سان اڪثر ڪاوڙ لڳندي هئس. ڇي اجايو ٿو رڙي، جيڪي لکي ٿو، سو لکڻ لائق ئي ناهي. سندس اهو اکري ٽڪسات، جنهن ۾ ڏنگا ڦڏا جملا ٻما ڌوڙيب اُڙيا

پکڙيا پيا آهن ۽ جن جو لوي سيڪڙو وستار واهيات وڌل آهي اُنهن مان ڇا هڙ حاصل ٿيندو؟ چوي ٿو، وات آهي ڍول ۽ بت آهي رفتار! ڇڏو تا ڏات اٿس. مونکي ته رڳو ڏکو ۽ ملمعو ٿو ڀاسي. ان تي گورڪيءَ لکيس ته مخزون اکيچار ڪوتائن سان ٿقيون پيئون آهن ۽ انيڪ مجموعا پيا ڇپجن. اهڙين ڪوتائن کان سٺو نثر لکڻ اهنجو آهي. پوءِ خبر پيس ته مايا ڪووسڪيءَ جي ڪوتائن جي مجموعي جون پنج هزار ڪاپيون ڇپايون اٿن ته لوُناچارسڪيءَ کي لکيائين، ”شوم ٿئو اچيئي. توکي ڦٽڪا لڳڻ کپن.“ هن وراڻيس، عشق پراڻو آهي. دل ڌڙڪي ناهي جنهن تي ب ڪٽيئر شپ هلي. سال بدلجي ويا، دنيا جي دل نہ بدلي. اهو سياويڪ آهي تہ جوانڙا اهڙين ڪوتائن ڏي ڇڪجي وڃن. تنهن تي ليمن لکيس، پوءِ ١٥٠٠ ڪاپيون ڪڍي ڇپين ها، نہ ڪ پنج هزار. مان چاهيانٿو تہ چيرنسڪيءَ وارو وايو مبدل اُتپن ٿئي، جنهن ۾ هرڪو سماجوادي، شاعر بڻجي ۽ هرڪو شاعر، سماجوادي.

ليمن کي چيخاف جي ”چاچو وانيا“ جهڙا افسانا وڻندا هئا. هڪ دفعي ”انقلاب جي پٺ ۾ درجن چاقو“ آکاڻي پڙهيائين. جنهن ۾ ڄڻا حال تا اورين تہ انقلاب کان اڳ پيٽرسبرگ جي هوادار رستن، شاندار ٿيئٽرن، موجيلن مٺائن جا چڪر لڳائي، ميلويڻ ويئا،

يارو سلايت جهڙن مهانگن ريسٽورنٽن ۾ رڳو چانهه پسڪيٽن تي چاليهه پنجاهه روبل ڦٽڪي بيرن کي ورسائيندا هئا. ليڪن انقلاب پڄاڻا جهونو پراڻو مال وڪڻي مشڪل پيٽ پورائو ٿا ڪن. چون ٿا اڳ اسان مان هر ڪو راضي هو. اسان ڪنهن جي پيٽ تي لت نه ڏني، مالدار هئاسين. خوب پئي پئسو خرچيوسين. اسان ڪهڙو گناهه ڪيو جو اسان جا هي برا حال ٿيا آهن؟ ليڊن کي آکاڻي وڻي. چيائين، اها انقلاب جو بهترين پرچار آهي ۽ آڳاٽي سماج تي نهايت ڪڙي نڪته‌چيني.

ليڊن ساهتيه پريمي هوندي به ساهتيه کي سياسي سنوار ۽ سوپيا سرجڻا، رس پاڻ ۽ وندر جو واهڻ نٿي سمجهو. ساهتيه، وويڪ جاڳائي ساڃهه سجاڳ ٿو ڪري- بلڪ آتم اُڌار ۽ پوتڪ شڌيءَ لاءِ اڪسير آهي. تنهن هوندي به ساهتيه ڪو درشن شاستر (فيلسوفي) ناهي. ڪو مت متانتر هرگز ناهي. اهو ڪو سڪڙو پاڻ ۽ ڪلپنا جا بد بدا، وڦل وهلوُر به ناهي. ساهتيه آهي جيون - گنگا، جنهن ۾ اهي سڀ وهڪرا ملي وڃن ٿا - ۽ پوءِ به گهڻو ڪجهه رهجي وڃيٿو، جو انهن سيمائن ۾ سمائجي نه سگهي.

ليڊن جي دل ۽ دماغ سماجوادي انقلاب سان جڙيل هئڻ سبب هنکي فن جي فلسفي يا ڪلاتمڪ درشن ۾ دلچسپي نه هئي. چاهيائين ٿي، آلوچڪ سماجي

اَنتر ورود (اَضاد) جو وستار ڏين ۽ نوَن نِرماڻ لاءِ اُتساهت ڪن. تنهن هوندي به هن ڪڏهن ليکڪن تي ٻنڌڻ نه وڌو. رڳو پارٽيءَ جا ميمبر ليکڪ، آگيا اَنوسار لکڻ لاءِ ٻڌل هئا.

لينن پاڻ ڪو ساهتڪار نه هو، پر ساهتيه پريمي ضرور هو. گهڻين مشغولين سبب لطيف فن جو نهايت شاندار لطف ماڻڻ لاءِ وقت نه هئس. مگر سندس قلب نهايت اثر پذير هو. هڪ دفعي بيٿوون جي سمسري (سمفني) ٻڌائين ته سڄي رات ننڊ نه آيس. سندس ديهانت کان ٿورو ئي اڳ سندس پتني ڪروپسڪايا جئڪ لنڊن جي "جيون سنيهه" ڪهاڻي پڙهي ٻڌايس، جنهن ۾ پربل اِڇا شڪتيءَ ڏوارا ڪيئن ڪشٽ ڪليش تي جيت پائجي، جو ورنن ڪيل آهي. لينن کي ڪهاڻي وڻي. چيائين، واهه جو چٽ چٽيو اٿس. پوءِ هنجو پکي پرواز ڪري ويو.

# ڀُلنامو

| صفحو | سٽ | صحيح |
|---|---|---|
| ٧ | ١٤ | اجهاڳهه |
| ٩ | ٢٠ | حال |
| ١٢ | ١٠ | سُڄ |
| ١٤ | ٨ | مڇاڻان |
| ١٦ | ٤ | فهميد و |
| ١٨ | ١٣ | هنن کي |
| ٢٤ | ٥ | ڪُڇِ |
| ٢٥ | ١٠ | نيڇ سياهُ |
| ٢٧ | ٣ | ويو قائل |
| ٢٧ | ٨ | جوُ جِتسو |
| ٢٧ | ١٩ | قضَائي |
| ٢٨ | ٧ | ڪَ سشت |
| ٢٩ | ٩ | پيچَش |
| ٣١ | ٥ | "طوفان" |
| " | ٦ | "حسابي حساب" |
| ٣١ | ١٥ | ۽ اپٽار |
| ٣٣ | ٩ | پاپان تو |
| ٣٥ | ١٠ | فيبين |
| ٣٦ | ١٥ | نچوڙ آهي |
| ٣٦ | ٢١ | ريهه |
| ٣٦ | ٢٢ | ڪسارائ هيمَ |

| صفحو | سٽ | صحيح |
|---|---|---|
| ٣٧ | ٢ | معرڪي |
| " | ٣ | ڪلالڪي هت |
| ٤٢ | ٤ | ۽ پاون |
| " | ٦ | طِنز |
| ٤٢ | ٢٢ | خاڪيِ لڪشيءَ |
| ٤٣ | ١١ | صَلوا تان |
| ٤٣ | ١٦ | گوڙ |
| ٤٤ | ١٣ | آهي |
| ٤٥ | ٥ | پاڻ ئي |
| ٤٧ | ٧ | مرد چون |
| ٤٨ | ٢٢ | غلاظت |
| ٤٩ | ٣ | ۽ بي تجربي |
| " | ٤ | سبب خرمغزي آهي |
| ٥٠ | ٩ | سهڻ |
| ٥١ | ١٢ | مُلمعو |
| ٥٣ | ٩ | معنائون |
| ٥٣ | ١٤ | لپيٽيل |
| ٥٣ | ٢٠ | ڪرمتين |
| ٥٤ | ٥ | نادر ۽ |
| ٥٤ | ١٣ | علما |
| ٥٤ | ٤ | هيڪندا ناهن |

| صفحو | سٽ | صحيح |
| --- | --- | --- |
| ٥۴ | ٢٠ | علما |
| ٥٥ | ٧ | صدا |
| ٥٥ | ١۴ | ٻہ ڀڱگ |
| ٥٦ | ١۴ | اھو نيين |
| ٥٧ | ٣ | ٿو چڪائي |
| ٥٧ | ٧ | خفقان |
| ٥٧ | ٨ | نڪي آھي |
| ٦١ | ۴ | تہ ھو |
| " | ٥ | نہ رڳو |
| " | ٨ | ڪُھبي |
| ٦٢ | ٥ | ھو ڀاڱ |
| " | ١١ | نِشڪِريہ |
| " | ١٥ | ھو ڪم |
| " | ١٨ | نٿو نڪريس |
| ٦٣ | ۴ | ڪِشش ڪِري |
| " | ١٠ | جرا سنڌ |
| " | ١٣ | ڦاڙي |
| ٦٥ | ١١ | سُمِھِين |
| ٦٦ | ٢ | سَنمان |
| ٦٧ | ١٩ | اھڙو |
| ٦٨ | ١٣ | ڀريرٽائون |
| ٦٨ | ٢٠ | اھڙو |

| صفحو | سٽ | صحيح |
| --- | --- | --- |
| ١٠٢ | ٢ | اڳرا |
| ١٣٨ | ٢ | سمرتي |
| ١٣٩ | ۴ | وِڳنان |
| ١۴٦ | ٣ | شُھرت |
| " | ٦ | اھڙو خود ساختہ |
| ١۴٧ | ٢١ | نِشِ ڪريہ نشِ چنت |
| ١۴٨ | ١ | ڀد وي |
| " | ١٥ | اِھي وڪاس |
| " | ١٦ | جي ڀر ڀنچ |
| " | ١٩ | اھڙي گول |
| ١۴٩ | ۴ | ٿھرايو اٿن |
| ١٥٠ | ١ | ھندي اتھاس |
| ١٥١ | ٨ | فارسي ۾ |
| ١٥٧ | ٣ | انھن ٿن |
| ١٥٨ | ٧ | ڀاٽي |
| ١٦٨ | ١٢ | ٻوڌي ڪال |
| ١٧١ | ٣ | نہ وينا |
| " | ١٣ | شريعت |
| ١٧٣ | ٩ | مدت خارج |
| ١٧٦ | ٩ | سماج ۾ |
| ١٧٧ | ١٠ | واسو |

| صفحو | سٽ | صحيح |
|---|---|---|
| ١٧٨ | ٦ | پڳهه |
| ١٨٠ | ٥ | رعب |
| ” | ١٧ | سري سِري |
| ١٨٣ | ٩ | رهڻي |
| ” | ١٣ | پُراڻي شهر |
| ١٨٥ | ١ | نمائندگي |
| ” | ١٤ | زبان |
| ” | ٢٠ | پوري |
| ١٩٠ | ٧ | اُڪُروُ |
| ” | ١٢ | هيروڊوٽس |
| ” | ١٧ | Arctic |
| ١٩٤ | ١٥ | شهباز |
| ١٩٥ | ١٥ | گريئرسن |

| صفحو | سٽ | صحيح |
|---|---|---|
| ١٩٦ | ٦ | مدت خارج |
| ” | ١٩ | مهرولي |
| ٢٠٢ | ٢ | ديو |
| ٢٠٤ | ٥ | ڳگ |
| ٢٠٥ | ٣ | ٽمڪندي |
| ” | ٦ | ڳاراڻي |
| ٢١٠ | ٩ | اختلافن |
| ٢١٦ | ١ | گئريبالڊي |
| ٢٢٦ | ٣ | جوئي |
| ٢٢٧ | ١ | جگهه جا |
| ” | ٢ | 1858 |
| ” | ١٨ | سَر پلس |
| ٢٣١ | ٨ | ڪيو ڪيرَسنڪي |



